# حضرت عبدالقادر ”بيدل“

## تحقيق جي آئيني ۾

تحقيق
انجينئر عبدالحسين موسوي



# حضرت عبدالقادر "بيدل"

## تحقيق جي آئيني ۾

تحقيق

انجينئر عبدالحسين موسوي

ساهتي

ساهتي ادبي اڪيڊمي

نواب شاهه سنڌ

2011ع

Sahitee Book No: 4

حضرت عبدالقادر "بيدل" - تحقيق جي آئيني ۾
(تحقيق)
محقق: انجينئر عبدالحسين موسوي
ڇاپو: پهريون، © 2011ع
ڇپائيندڙ: ساهتي ادبي اڪيڊمي،
رضا هائوس، مهراڻ ڪالوني، نواب شاهه، سنڌ
رابطي لاءِ: 03003212891
ڪمپوزنگ: راڻو ميگهواڙ،
سُورج پرنٽرس، حيدرآباد، سنڌ
ڇاپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي سنڌ
قيمت: 250 روپيه

HAZRAT ABDUL QADIR "BEDIL":
TAHQEEQ JAY AAENAY MAIN
(Research)
Written by: Engineer Abdul Hussain Musavi
Published by: Sahitee Adabi Academy,
Raza House, Mehran Colony, Nawabshah, Sindh
1st Edition: © Sahitee, 2011
Composed by: Rano Meghwar,
Souraj Printers, Hyderabad, Sindh
Printed by: Sindhica Academy, Karachi Sindh
Price: Rs. 250/=

# انتساب

آءُ پنهنجي هن پاڪ پورهيي کي روهڙيءَ جي اوائلي "بيدل شناس" ڏاهي - جناب سيد عبدالحسين شاهہ موسويءَ جي نالي سان نروار ڪندي، نسبت ڏيان ٿو. موسوي صاحب وڏا ڪشالا ڪري، نهايت عرق ريزيءَ کان ڪم وٺندي، سڪ جي سوداگرن، سُورَ جي سالڪن ۽ برهہ جي بادشاهن: حضرت عبدالقادر "بيدل" ۽ محمد محسن "بيڪس" رحمة الله عليهما جن جي ڪلام جا مستند ۽ معياري متن مهيا ڪيا، جنهن ۾ انهن ٻنهي بزرگن جي سوانح حيات، ڪلام ۽ فڪر کي نهايت عالمانہ محققانہ ۽ دلپذير انداز ۾ پڙهندڙن آڏو پيش ڪيو ويو آهي.

- انجينئر عبدالحسين موسوي

# فهرست

عڪس:

تصويرون:

# حال حقيقت

سنڌ ڌرتي، صدين کان صوفين ۽ درويشن جي سرزمين طور شمار ٿئي ٿي. حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه، سنڌ جي قديم شهر "روهڙيءَ" جو هڪ وڏو عالم، صوفي ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. "بيدل" سائينءَ کي سنڌ جي تصوف جي تاريخ ۾ هڪ خاص اهميت ۽ عظمت حاصل آهي. پاڻ سنڌ جي متاخرين صوفي شاعرن ۾ بلند مقام رکندڙ هو. هن نه صرف تصوف جي خيالات کي نهايت عالمانه ۽ پُرزور انداز ۾ بيان ڪيو پر اصلاح ۽ تربيت جو ڪم به وڏي پيماني تي سرانجام ڏنو.

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه سنڌ جي اثاثي شاعريءَ جو هڪ اهم نالو آهي. "بيدل" سائينءَ جي سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام جو معياري ايڊيشن سن 1954ع ۾ "ديوان بيدل" جي نالي سان سنڌ جي نامور علمي ۽ ادبي اداري - سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد طرفان شايع ٿيو. سنڌ جي نامياري عالم ۽ تعليمي ماهر، سيد عبدالحسين شاهه موسويءَ "بيدل" سائينءَ جي مختلف قلمي نسخن ۽ بياضن کي پيٽي، سندس سموري ڪلام کي نهايت تحقيقي انداز ۾ "ديوان بيدل" جي صورت ۾ مرتب ڪيو. موسوي صاحب، هن ڪتاب ۾ "بيدل" سائينءَ جي سوانح حيات، علمي ڪارنامن ۽ صوفيانه نظرين کي پڻ سهڻي نموني ۾ اُجاگر ڪيو آهي. سنڌ جي علمي ۽ ادبي حلقن ۾ سيد عبدالحسين شاهه موسويءَ جي ترتيب ڏنل "ديوان بيدل" جي مقبوليت جو اُن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو، ته انهيءَ ڪتاب جا هن وقت تائين ٽي ايڊيشن پڌرا ٿي چڪا آهن.

انجينئر عبدالحسين موسويءَ جو روهڙي شهر جي انهيءَ اعليٰ علمي خانوادي "موسوي سادات" سان تعلق آهي. شاهه صاحب، اعليٰ علمي ۽ ادبي ذوق جو مالڪ آهي. پاڻ پنهنجي وڏڙن جي علمي سرمايي کي خانداني ميراث طور ساهه سان سانڍيندو اچي ٿو. "بيدل شناسيءَ" کي ترويج ڏيڻ لاءِ سندس ڪاوشون اظهرمن الشمس آهن. پاڻ انهيءَ ڏس ۾، حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي فارسي ديوانن، جهڙوڪ: "ديوان سلوڪ الطالبين"، "ديوان منهاج الحقيقت" ۽ "ديوان مصباح الطريقت" جا قلمي بياض فارسي زبان جي مشهور ۽ معروف اسڪالر، ڊاڪٽر خضر نوشاهيءَ جي حوالي ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب جي تحقيق ۽ تدوين

سان "ديوان سلوڪ الطالبين" سن 2006ع ۾ ۽ "ديوان منهاج الحقيقت" سن 2007ع ۾ بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙيءَ طرفان شايع ٿي چڪا آهن. جڏهن تہ "ديوان مصباح الطريقت" پڻ بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙيءَ پاران اشاعت هيٺ آهي.

انجنيئر عبدالحسين موسويءَ پنهنجي خاندان جي ناياب علمي ڪُتب خاني ۾ محفوظ حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي قلمي ذخيري مان "تاريخهاي رحلت رجال الله" جا مسودا پڻ ميرزا فتح علي بيگ "شاهد" کي سُوڌ سَنوار لاءِ ڏنا. ميرزا صاحب انهن مسودن کي تحقيقي انداز سان پيٽا ڪري، معياري مَتن تيار ڪيو ۽ اُن تي هڪ عالمانہ مقدمو پڻ لکيو جو "تاريخي قطعات" جي نالي سان سن 2008ع ۾ بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙيءَ پاران شايع ٿيو. اهڙيءَ طرح، موسوي صاحب جي ڪاوشن سان مشهور عشقيہ داستان - 'ليلیٰ مجنون' ۽ 'هير رانجهو' جي حوالي سان "بيدل" سائينءَ جو چيل فارسي ڪلام پڻ ميرزا فتح علي بيگ "شاهہ" جي تحقيق سان "روضِ عشق" جي نالي سان بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙيءَ وارن سن 2009ع ۾ پڌرو ڪيو. موسوي صاحب، ساڳئي وقت "بيدل" سائينءَ جي فارسي تصنيفات مان سندس چيل مثنويون ۽ ڪن نثري رسالن جا بياضَ سنڌ جي نامور عالم ۽ محقق، ڊاڪٽر عبدالغفار سومري کي استفادي لاءِ ڏنا. هُن صاحب، انهيءَ سموري مواد کي "ڪليات" جي صورت ۾ ترتيب ڏنو آهي ۽ اُهو ضخيم مسودو سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري طرفان اشاعت هيٺ آهي.

هيءُ ڪتاب، حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي حوالي سان انجنيئر عبدالحسين موسويءَ جي مطالعي جو نچوڙ آهي، جنهن ۾ "بيدل" سائينءَ جي سوانح حيات سان تعلق رکندڙ مختلف پهلوئن، سندس تصنيفات، ماڳن، مڪانن، راڳين بابت نئين معلومات تحقيقي انداز سان پيش ڪئي ويئي آهي. انهيءَ معلومات جي ذريعي "بيدل" سائينءَ جي سوانح حيات ۽ اُن سان تعلق رکندڙ ڪيترن ئي لڪل گوشن تان پردو کنيو ويو آهي. اميد تہ هيءُ ڪتاب "بيدل شناسيءَ" سان دلچسپي رکندڙ محققن ۽ پڙهندڙن لاءِ دلچسپيءَ جو باعث ٿيندو.

رضا هائوس،
28/159 مهراڻ ڪالوني،
نواب شاهہ سنڌ.
18 سيپٽمبر 2011ع

خادم العلم
**بشير احمد هيسباڻي**

# پڙهڻ پيچرو

"بيدل" سائينءَ، روهڙيءَ کي "بيت العتيق" ڪري سڏيو آهي، جيڪا اڳي اڪيچار اسمن کان سڃاپي ويندي هئي. علم ۽ عرفان جو تہ گهوارو هئي. آثار ۽ روايتون ٻڌائن ٿيون، تہ نفسانفسيءَ جو نالو ئي ڪونہ هو. عامُ روزي ڪمائڻ سان گڏوگڏ، هر شخصُ ٻوليءَ جي گوناگون اصنافِ سخن کي وِهڃائيندو وتندو هو. ويجهڙائيءَ ۾ 'هوتُ موچي' ان جو هڪ وڏو مثال آهي. علمي ڇهڇٽو ايڏو هوندو هو جو حَجامن جي دوڪانن تي توحيد ۾ "عرض ۽ جوهر" جا بحث هلندا هئا ۽ اختلاف جي صورت ۾ مختلف علمي مراڪز ڏانهن رجوع ڪيو ويندو هو. مطلب تہ: "هٿ حاج ۾ ۽ دل يار ڏي" جتي سَوَن جي انگ ۾ زائفائُون "بخاري شريف" جون حافظياڻيون هجن، اُتي جي بلند علمي معيار جي ڪهڙي ڳالھ ڪجي! پنهنجائپ جو احساسُ ۽ دردمند طبيعتون وري اهڙيون، جو مماتي ٿي، تہ فوتي گهر جي پاڙي واريءَ مسجد ۾، شهر واسي صبح جي نماز کان پوءِ، ٽن ڏينهن تائين پاڻ مُرادو قرآن خواني ڪندا هئا. افسوس! صد افسوس!! هن وقت، اُهي ريتون ۽ روايتون ميسارجي ويون آهن، اُهي علمي شمعون گُل ٿي ويون آهن، فقر تي فخر ڪندڙ عالم بقا ۾ وڃي ٽانيڪا ٿيا آهن، فقرائي فيض ونڊيندڙ ماڳ مٽائي ويا آهن، دردن جا دوڪان ويڙهجي ويا آهن، سورن جي سامان جو قحط پيو آهي ۽ اُهي حشمت ۽ ڏيا وارا مٽيادار مڙد اُٿي ويا آهن. جڏهن ڌارين شهر وسايو ۽ سياست مدارن ٻاهرين کي مسلط ڪيو تہ روهڙي نڌڻڪي ۽ لاوارث ٿي پئي. منهنجي پنهنجي خيال مطابق، هينئر روهڙي ٽن اسمن کان ڄاتي وڃي ٿي:

- آثارِ مبارڪ آنحضرت صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم.
- ڪربلا مولا جو تعزيو جنهن کي روهڙيءَ واسي بنا ڪنهن متڀيد جي پنهنجي ثقافت سمجهن ٿا ۽
- حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه.

"بيدل" سائين رڳو روهڙيءَ وارن لاءِ نہ، پر سموريءَ سنڌ لاءِ فخر جو باعث آهي. هيءَ ڪتاب، جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي، "بيدل" سرڪار

تي تحقيق جو هڪ نئون عزم آهي. اسان هتي پهريائين سائين وڏي تي لکيل مضمونن ۽ ڪتابن، ۽ خود سندن لکيل تصنيفات تي ٿيل پيش رفت بنسبت هڪ سرسري جائزو پيش ڪريون ٿا:

- قاضي غلام مهدي بن پير محمد (المتوفي: 1933ع)، "بيدل" سائينءَ جو شاگرد رشيد ۽ سندس اولين تذڪره نگار آهي. سندس قلمبند ڪيل سوانحي تذڪري جو ذڪر فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ"، ڊي ڪي. منشاراماڻي، بولچند وسومل راجپال ۽ سيد عبدالحسين شاهه موسويءَ ڪيو آهي. هن وقت، قاضي غلام مهديءَ جي لکيل اُنهيءَ ڪتاب جو فقط نالو يادگار طور باقي وڃي رهيو آهي.[1]

- نارايڻ ڊي گرناڻيءَ هڪ مضمون بعنوان: "بيدل فقير" لکي، 1922ع ۾ ڊي جي. ڪاليج ڪراچيءَ جي مسيلنيءَ ۾ شايع ڪرايو. گرناڻيءَ جي مضمون مان معلوم ٿئي ٿو تہ 1922ع کان اڳ ۾ "ڪلامِ بيدل" جو ڪجهہ حصو شايع ٿي چڪو هو. اها هڪ اهم ڳالهہ آهي. ويهين صديءَ جي پهرئين چوٿائيءَ ۾ شايع ٿيل "ڪلامِ بيدل" جي بازيافت لاءِ ڪوشش ٿيڻ گهرجي. ورندڙ انن سالن ۾ جيڪڏهن "بيدل" سائينءَ تي ڪجهہ لکيو ويو آهي، تہ اهو اسان جي ڄاڻ ۾ ناهي.

- فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ"، "بيدل" سائينءَ جي سوانح نگارن جي تاريخي ترتيب ۾ ٽيون نالو آهي. علامہ "نجفي"/ "تارڪ"، "بيدل" سائينءَ جي وفات کان 58 ورهيہ پوءِ، سن 1930ع ۾ سنڌ جي شاعرن جو هڪ تذڪرو "تاريخ شعراءِ سنڌ" جي نالي سان تيار ڪيو. هن صاحب پنهنجي انهيءَ تذڪري ۾ "بيدل" سائينءَ جو مختصر، مگر قدري جامع احوال لکيو.

- محققِ سنڌ، پير حسام الدين راشدي (المتوفي: 1 اپريل 1982ع) "بيدل" سائينءَ تي چند مضمون لکيا. انهن مان بہ مضمون، هر هڪ: "عشق جو اوتار، حضرت بيدل پوتار" سن 1933ع ۾ ۽ "بيدل جي دلِ جو ڏٺي - غلام محمد جي موت تي 'بيدل' جي مرثيہ خواني" سن 1935ع ۾ "ستاره سنڌ" اخبار ۾ شايع ٿيا.[2]

- ڪاڪي پيرو مل مهر چند آڏواڻيءَ (المتوفي: 1953ع) پڻ هڪ مضمون بعنوان: "بيدل فقير" لکيو جيڪو ماهوار رسالي "سنڌوءَ" ۾ مئي 1937ع ۾ شايع ٿيو.

• مسٽر ڪليالڻ بي. آڏواڻيءَ هڪ مضمون "بيدل جو پارسي ڪلام" جي عنوان سان لکيو جيڪو ماهوار "سنڌوءَ" جي آگسٽ 1940ع واري پرچي ۾ ڇپيو. بقول مضمون نگار جي، تہ ڪيس ڪنهن بزرگ عالم وٽان "بيدل" سائينءَ جي پارسي ڪلام جو ناياب نسخو هٿ چڙهيو جنهن جي مختصر مطالعي جي بنياد تي هُن مذڪور مضمون سپردِ قلم ڪيو. آڏواڻي صاحب ڪيس هٿ آيل مذڪور ناياب نسخي مان پنهنجي انهيءَ مضمون ۾ "بيدل" سائينءَ جو هيٺيون شعر آندو آهي:

نام من مشہور عبدالقادر ست،
قدرت عالم بدیع و نادر ست.
نادرم آثار قدرت من بہ بین،
جلوہ اسرار حکمت من بہ بین.

مٿئين شعر ۾ تعلي آهي، جڏهن تہ "بيدل" سائينءَ وٽ صرف ۽ صرف نياز نوڙت ۽ درد آهي. بهرحال،اِهو مٿيون مذڪور شعر تحقيق طلب آهي.

• روهڙيءَ واسي مسٽر ڊي. ڪي. منشاراماڻيءَ خانقاهہ جي گادي ڌڻيءَ، خليفي سبحان بخش جي تحريڪ تي سن 1939ع ۾ "بيدل" رحمة الله عليه جي سوانح عمري لکي. بقول منشاراماڻيءَ جي، تہ هِن علمي ڪم ۾ سيد شاهنواز شاهہ رضوي ڪوتائيءَ جو پڻ ساٿس ساٿ رهيو. اُها مذڪوره سوانح عمري، نوٽ بوڪ سائيز جي 136 صفحن تي ڦهليل آهي. هِن سوانحي تذڪري جي تڪميل جي تاريخ فارسيءَ ۾ تخريج ڪئي وئي آهي، جيڪا بلڪل آخر ۾ ڏني وئي آهي. ميان سبحان بخش، اڳتي هلي منشاراماڻيءَ جي محنت کي پنهنجي کاتي ۾ وجهندي، اُن جي مٿان لکيو: "فقير قادر بخش جي سوانح عمري - مؤلف: سبحان بخش." پر، پوءِ موصوف الائجي ڪهڙي خيال کان مُڙي ويو ۽ اُها سوانح عمري شايع ڪرڻ تي ۽ اُهو مسودو خليفي سبحان بخش وٽ رهيو جيڪو پوءِ هُن ديوان گدو مل ڪنڊ مل هرجاڻيءَ جي حوالي ڪيو ۽ هرجاڻي صاحب، مسٽر منشاراماڻيءَ جي پوڙهيپي کي پنهنجي نالي سان پڌرو ڪيو. اهو سن 1940ع وارو سال هو جو هڪ محقق جي محنت، ٻئي جي نالي سان بعنوان: "ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ" نروار ٿي. خوش قسمتيءَ سان اسان کي مسٽر ڊي. ڪي. منشاراماڻيءَ وارو اصل مسودو دستياب ٿيو آهي، جنهن کي اسان عنقريب عڪس جي

صورت ۾ پڌرو ڪنداسين. بيجا نہ ٿيندو تہ اسان هتي گدومل هرجاڻيءَ جي هندستان ۾ ڇپرايل "ديوان بيدل ۽ بيڪس" متعلق پڻ ٻہ چار ڳالهيون ڪندا هلون. حقيقت اها آهي، تہ گدومل هرجاڻيءَ جو انڊيا وارو ايڊيشن، جناب سيد عبدالحسين شاهہ موسوي صاحب جي "ديوان بيدل" جي بدلايل صورت آهي. بيو تہ ٺهيو پر هرجاڻيءَ انهيءَ مذڪور ايڊيشن يعني: "ديوان بيدل ۽ بيڪس" جو جيڪو "مُنڍ" لکيو آهي، ان جي ابتدائي ٻن صفحن، يعني: 5 ۽ 6 جي، تحرير بہ موسوي صاحب جي "ديوان بيدل" تي لکيل "پيش لفظ" مان جنسي ٽڪرا ڪٽي، ڳنڍ ٽوپ ڪئي وئي آهي. اسان هتي رڳو ٻہ مثال پيش ڪريون ٿا:

| سيد عبدالحسين شاهہ موسوي: "ديوان بيدل"، (مطبوعہ: 1954ع) - "پيش لفظ" | گدو مل ڪنڌ مل هرجاڻي: "ديوان بيدل ۽ بيڪس عرف بيدل ۽ بيڪس جو رسالو" (مطبوعہ: 1960ع کان پوءِ) - "منڍ" |
|---|---|
| 1. "هن ماديت جي زماني ۾ ڪنهن کي بہ روزگار جي ڳڻتين کان نہ آهي فرصت، نہ فراغت ۽ نہ وري دنيا جي اندوه کان ڪو آجو ٿي نظر اچي ٿو. ويتر سنڌي ۽ انگريزي تمدن جي تصادم اسان کي نيم سنڌي ۽ نيم انگريزي بنائي، "آڌا اِدهر، آڌا اُدهر" ڪري، سخن فهميءَ جو صحيح مذاق بگاڙي ڇڏيو." (ص 1) | 1. "هندوستان ۾ اچڻ کان پوءِ روزگار جي ڳڻتين ۽ مهانگائيءَ کان نہ رهي فرصت ۽ نہ فراغت، جو ساهتيہ جي طرف ڌيان ڏجي. ويتر اسان سنڌي، جيڪو پنهنجو اباڻو وطن ڇڏي آياسين، تن کي هندي ۽ سنڌي تمدن جي تقاضا ۽ لپيءَ جي سوال (عربي - سنڌي يا ديوناگري) اڌ سنڌي ۽ اڌ هندي بنائي، "آڌا اِدهر، آڌا اُدهر" ڪري، سخن فهميءَ جو صحيح مذاق بگاڙي ڇڏيو آهي." (ص 5) |
| 2. "سنڌ سرڪار جنهن همت ۽ فراخدليءَ سان ادبي ڪتابن جي پيدا ڪرڻ ۽ ڇپائڻ جو نيڪ قدم کنيو آهي..." (ص 1) | 2. "... هند سرڪار بہ همت ۽ فراخدليءَ سان جدا جدا ٻولين جي ڪتابن جي پئدا ڪرڻ ۽ ڇپائڻ جو نيڪ قدم کنيو آهي." (ص 6) |

وڏيڪ چا لکجي! ڏٽي سلامت رکي اسان جي محترم دوست "آزاد" قاضيءَ کي، جنهن هُهڙي ماڻهوءَ جي وڪالت شروع ڪري ڏني آهي. جيتوڻيڪ موسوي صاحب جي مُستند علمي ڪاوش کي لوڙڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي وئي، پر ان سان خود موسوي صاحب جو بلند علمي ۽ تحقيقي معيار وڏيڪ روشن ٿيو آهي.

• ان دؤر ڏاري شڪارپور جو مشهور ساهتڪار بولچند راجپال پڻ وڏي عرصي کان صوفي سنتن جو ڪلام ڪٺي ڪرڻ لاءِ جاکوڙي رهيو هو. هُن "بيدل" سائينءَ جو ڪلام گڏ ڪيو. جيتوڻيڪ سندس تاليف گهڻو پوءِ شايع ٿي، پر ان کان اڳ موصوف پنهنجي رسالي "سنڌوءَ" جي جنوري 1942ع واري پرچي ۾ "درويش بيدل جي سوانح عمري" جي عنوان سان فقير صاحب جو تذڪرو شايع ڪيو. سندس پنهنجن لفظن ۾ ته: "بيدل صاحب جي زندگيءَ جو احوال گهڻي ڀاڱي قاضي ميان پير محمد جي فرزند جي لکيل ڪتاب تان ورتل آهي." شري بولچند جي لکيل مذڪور تذڪري جي مطالعي مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته هُن "بيدل" سائينءَ جي ڪتابن جو بغور مطالعو ڪيو ٿو ڏسجي. پاڻ پنهنجي انهيءَ مضمون ۾ هر هنڌ "بيدل" جو نالو "ميان عبدالقادر" لکندي نظر اچي ٿو.

• مسٽر شيوارام ڀاڳچند لالا، روهڙيءَ واسي اديب ۽ شاهه جي شعر جو شيدائي ۽ پارکو هو. "بيدل" سائينءَ تي سندس هڪ مختصر مضمون "روهڙيءَ جو راز عرف شهباز بيدل بادشاهه" رسالي "مهراڻ" جنوري 1946ع ۾ شايع ٿيو.

• جامع العلوم والفنون عالم، مولانا دين محمد وفائيءَ (المتوفي: 10 اپريل 1950ع) سائين وڏي جو تذڪرو "مولوي قادر بخش بيدل روهڙي" جي نالي سان لکيو. هيءُ تذڪرو سندس مشهور ڪتاب "تذڪره مشاهيرِ سنڌ"۔ جلد 3 (ڇاپو پهريون 1986ع) جي ص 230 کان 236 تائين ڏنل آهي. وفائي صاحب، اِهو مذڪور تذڪرو ڪهڙي سال ۾ لکيو اُن لاءِ ڪجهه يقين سان چئي نه ٿو سگهجي. پاڻ سنڌ جي رجال تي 1946ع کان لکڻ شروع ڪيائين ۽ ان موضوع تي مرڻ گهڙيءَ تائين سندس قلم هلندو رهيو. پاڻ انهيءَ ڪتاب جو نامڪمل مسودو ڇڏي، هن جهان مان موڪلائي ويو. مولانا صاحب پنهنجي انهيءَ ڪتاب ۾ لکيل "تذڪره بيدل" جو مدار "بيدل نامه" نالي ڪتاب تي رکيو آهي. "بيدل" سائينءَ جي سوانحي تذڪرن جي حوالي سان وفائي صاحب جو اهو جاڻايل ماخذ اڄ ڄاتل ۽ هڪ نئين ڄاڻ آهي.

• پروفيسر لوڪومل درياهي سنگهہ ڪيسواڻيءَ ۽ سندس سُپُتريءَ ڪماري ڪملا لوڪومل ڪيسواڻيءَ سن 1946ع ۾ "سنڌي شعر جي ڪسوٽيءَ" جي عنوان سان هڪ ڪتاب شايع ڪيو جنهن ۾ "بيدل" سائينءَ جي شخصيت ۽ سندس ڪلام جون خوبيون ۽ خاميون بيان ڪيون ويون آهن. هيءَ ڪتاب ڪرائون سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل آهي.

• خانبهادر محمد صديق ميمڻ (المتوفي: 20 نومبر 1958ع) پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي ادبي تاريخ" جي ٻئي ڀاڱي (مطبوعہ: 1951ع) ۾ فقير صاحب جو مختصر احوال ۽ ڪلام تي تبصرو ڏنو آهي. فقير محمد محسن جي مرشد جو نالو سيد عبدالوهاب شاهہ جي بدران عبدالقادر شاهہ ڄاڻايو اٿس، جيڪو صحيح نہ آهي.

• سنڌ جي مشهور تذڪره نويس ۽ نقاد، پروفيسر لطف الله بدويءَ (المتوفي: 19 نومبر 1968ع) پنهنجي وقيع تذڪري، "تذڪره لطفيءَ" جي جلد 3 (مطبوعہ: 1953ع) ۾ فقير صاحب جو جامع تذڪرو لکيو آهي. "بيدل" سرڪار کي ارپيل 48 صفحن مان 31 صفحا سندس سوانح، شخصيت ۽ تصنيفات تي مشتمل آهن ۽ باقي 17 صفحا سندس عربي، فارسي، سرائڪي ۽ سنڌي ڪلام جي انتخاب متعلق آهن.

• صاحبِ طرز اديب، وسيع مشرب وارو صوفي صافي سائين جهامنداس ڀاٽيہ (المتوفي: 30 ڊسمبر 1965ع) پڻ "بيدل" سائينءَ جي سوانح عمري لکي، جيڪا اڻ ڇپيل رهجي وئي ۽ اُها هن وقت ناپيد آهي.

• سنڌ جي برک تعليمي ماهر، جناب سيد عبدالحسين شاهہ موسويءَ (المتوفي: 17 جنوري 1967ع) "ديوان بيدل" تاليف ڪيو، جيڪو 1954ع ۾ وڏي آب ۽ تاب سان سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد پاران شايع ٿيو. موسوي صاحب، ڪلامِ بيدل جو وڏو پارکو هو. هُن پنهنجي عالمانہ ۽ فاضلانہ مقدمي ۾ سوانح سان متعلق روايتن کي ڪلام جي روشنيءَ ۾، تحقيقي اصولن پٽاندڙ ڇنڊي ڇاڻي، محققانہ انداز ۾ پيش ڪيو. جيئن تہ ڪلامِ بيدل خود مصنف جي هٿ اکرين موجود ڪونہ هو ۽ نہ وري "بيدل" سائينءَ جي دلي دوست، قاضي ميان پير محمد جو دستخط نسخو دستياب ٿي سگهيو هو. تنهن ڪري "بيدل" جي شاگردن، معتقدن ۽ متوسلن جي بياضن مان ڪلام کي ڇيڻائي، مُستند متن تيار ڪيائين ۽ اختلافي پڙهڻيون حاشيي ۾ آنديائين.

بقول لسانيات جي ماهر ۽ نقاد، ڊاڪٽر هدايت پريم صاحب جي تہ: "موسوي صاحب جو ڪم جامع ۽ اعليٰ درجي جي تحقيق ۽ تحرير آهي."

• رشيد احمد لاشاري (المتوفيٰ: 20 سيپٽمبر 1970ع) "بيدل" سائينءَ تي ٻہ ڪتاب پيش ڪيا: هڪ "ديوان بيدل" (اردو ترجمو) ۽ ٻيو "بيدل جون چونڊ ڪافيون" اِهي ٻئي ڪتاب آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد ڇپرايا.

• ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ (المتوفيٰ: 11 فيبروري 1996ع) "بيدل" سائينءَ تي هڪ ڪتاب "فڪرِ بيدل" جي نالي سان لکي 1971ع ۾ شايع ڪرايو. هيءَ ڪتاب فقير صاحب جي سوانح، ڪلام، پيغام ۽ سنڌس فن ۽ فڪر تي لکيل آهي.

• خليفي ميان سبحان بخش "بيدل" سائينءَ جي ڪتاب "پنج گنج" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ اُن جو مهاڳ ۽ سوانح (85 صفحن ۾) لکيائين. هيءَ ڪتاب شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهہ/ حيدرآباد طرفان 1976ع ۾ شايع ٿيو.

• محمد اسلم رسولپوريءَ "انتخاب سرائڪي ڪلام بيدل سندهي" جي نالي سان ڪتاب ترتيب ڏنو جو بزمِ ثقافت، ملتان طرفان 1978ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب جو پهريون ڀاڱو بيدل جا حالاتِ زندگي، شاعريءَ جو سرسري مطالعو ۽ سرائڪي شاعريءَ جو تنقيدي جائزو تي مشتمل آهي. ٻئي ڀاڱي ۾ ڏوهيڙا، ڪافيون، سي حرفيون ڏنل آهن. ان کان پوءِ "ڪلامِ بيڪس" جي انتخاب ۾ ڏوهيڙا ۽ ڪافيون ڏنيون ويون آهن. آخر ۾ فرهنگ، اشاريو ۽ ڪتابيات کان پوءِ ڊاڪٽر شيڪل جو آرٽيڪل "Bedil Faqir and the Siraiki Poetic Tradition" ڏنو ويو آهي.

• روهڙيءَ واسي گل محمد انصاري بنيادي طور تي هڪ صحافي هو. "بيدل" سائينءَ جي سوانح ۽ شاعريءَ تي سندس ڪتاب "ڪلام بيدل" جي نالي سان 1989ع ۾ روهڙي ادبي سوسائٽيءَ پاران شايع ٿيو.

• ڊي. ڪي. منشاراماڻيءَ "بيدل" سائينءَ جي مثنوي "دلڪشا" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو "نام سمر منهنجا من" جي نالي سان ڪيو. هيءَ ڪتاب صوفي سنگت، ممبئيءَ پاران 1996ع ۾ شايع ٿيو.[3]

• ڊاڪٽر گلزار احمد سومري عبدويءَ جو مرتب ڪيل ڪتابچو "بيدل فقير" سن 2001ع ۾ اداره مولوي محمد عظيم ڪتب خانہ، شڪارپور مان شايع ٿيو.[4]

• اختر درگاهي اسان جو فاضل دوست آهي. "بيدل" سائينءَ کي متعارف ڪرائڻ ۾ سندس فڪر ۽ پيغام کي سنڌ ۽ سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر ڦهلائڻ ۾ سندس ڪردار جَسُ لهڻي. "بيدل" سائينءَ جي اردو ڪلام کي سهيڙي پيش ڪرڻ ۾ سندس ڪاوشون لائقِ تحسين آهن. اُن ڏس ۾ سندس پهريون ڪتاب "بيدل جو اردو ڪلام" جي نالي سان 1997ع ۾ سچائي اشاعت گهر، دڙي پاران شايع ٿيو. فاضل مؤلف، ان کان پوءِ "بيدل" سائينءَ جي اردو ڪلام کي مزيد سُوڌي ۽ سَنواري، 2003ع ۾ بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙيءَ طرفان شايع ڪرايو. اول الذڪر اشاعت جو مقدمو وغيره سنڌيءَ ۾ لکيو ويو آهي، جڏهن ته ثاني الذڪر ايڊيشن مڪمل طرح سان اردوءَ ۾ آهي.

• ڊاڪٽر نواز علي "شوق" صاحب اسان لاءِ ابرِ رحمت جي مثال آهي. سنڌي ادبيات لاءِ سندن اورچ جاکوڙ مثالي آهي. سنڌ جي مختلف شهرن ۾ علمي، ادبي ۽ تاريخي نوعيت جا سيمينار منعقد ڪرائڻ جا موقعا پيدا ڪرڻ ۽ اُنهن موقعن تي نهايت ٿوري وقت اندر وڏي انگ ۾ بيش بها تحقيقي ۽ علمي ڪتاب تيار ڪرائڻ ۽ اُنهن جي اشاعت ڊاڪٽر صاحب جو ئي خاصو آهي. ڊاڪٽر صاحب منهنجو مربي ۽ محسن آهي. پاڻ "بيدل" سائينءَ جو ڪتاب "مثنوي دلڪشا" جو عڪس بخط "نجفي" ۽ ڊي . ڪي . منشاراماڻيءَ جو ڪيل نثري ترجمو پنهنجي مقدمي سميت سن 2005ع ۾ بيدل يادگار ڪاميٽي روهڙيءَ پاران شايع ڪرايائين. ازان سواءِ "بيدل" سائينءَ تي ڪُجهه سارا علمي مقالا، "بيدل" ڪتابي سلسلي جي زينت بڻيل آهن. موسوي صاحب واري "ديوان بيدل" جي ٽين اشاعت (مطبوعہ: 1991ع) بہ سندس مرهونِ منت آهي.

• ڊاڪٽر خضر نوشاهي ملڪ جو هڪ معروف اسڪالر ۽ فارسي ادبيات جو ماهر آهي. ڊاڪٽر صاحب، "بيدل" سائينءَ جي فارسي ڪتابن "ديوان سلوڪ الطالبين" (مطبوعہ: 2006ع)، "ديوان منهاج الحقيقت" (مطبوعہ: 2007ع) ۽ "ديوان مصباح الطريقة" (منتظرِ اشاعت) کي ايڊٽ ڪيو آهي. پهريان ٻئي ڪتاب بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙيءَ طرفان شايع ٿي چڪا آهن.

• ميرزا فتح علي بيگ "شاهد"، "بيدل" سائينءَ جي ٽن فارسي شعري تصانيف کي ايڊٽ ڪيو آهي.[ڪ] "تاريخ هاي رحلت رجال الله" بمع متفرق قطعات کي "تاريخي قطعات" جي نالي سان ترتيب ڏنائين. هيءَ ڪتاب بيدل يادگار ڪاميٽي روهڙيءَ پاران 2008ع ۾ شايع ٿيو. "ليليٰ مجنون" ۽ "هير

رانجهو" (طولاني قطعو) کي گڏي "روضِ عشق" جي نالي سان مرتب ڪيائين، جنهن کي 2009ع ۾ بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙيءَ ڇپرايو. اُنهن ٻنهي ڪتابن تي ميرزا صاحب جا لکيل مقدما محققانه، فاضلانه ۽ علمي يادگار آهن.

• ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب جي سنڌي تصوف ۽ طريقت جي صوفيانه فڪر ۽ فلسفي تي بلند پايي جي تحقيق ڪنهن کان به ڳجهي نه آهي سنڌ جي هن دانشمند علمي شخصيت، "بيدل" سائينءَ جي فارسي تصانيف: "نهر البحر"، "دلڪشا"، "رياض الفقر"، "رموز العارفين"، "رموز القادري"، "فوائد معنوي"، "سند الموحدين"، "تقويت القلوب في تذڪرة المحبوب"، "في بطن احاديث سته"، "انشاءِ قادري"، "خطبات الجمعة" ۽ "عقائد" کي "عبدالقادر بيدل صوفي القادري - احوال و آثار" جي نالي سان ايڊٽ ڪيو آهي. اها ضخيم علمي ۽ محققانه تاليف، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري پاران زيرِ اشاعت آهي.

• محمد پريل "بيدار" مگريو صاحب سنڌ ۾ هڪ تعليمي ماهر طور سڃاتو وڃي ٿو. "بيدار" صاحب، "بيدل" سائينءَ جو ڪتاب "في بطن احاديث سته" ترجمي، تحشيه، تعليقات ۽ مقدمي سميت تيار ڪيو آهي.

راقم السطور جي تحريڪ تي "بيدل" سائينءَ جي منظوم سوانح حيات ۽ سنڌس ولادت ۽ وفات جا تاريخي قطعات تخريج ڪري، انهيءَ مذڪور ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن. هيءَ ڪتاب سن 2009ع ۾ ڪمپوز ٿي ويو هو ۽ اهو بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙيءَ پاران اشاعت جو منتظر آهي.

• نوشاد علي "جعفري" منهنجي محسن، مربي ۽ علمي راهنما دوست، "بيدل" سائينءَ جي ڪتاب "قرة العينين في مناقب السبطين" تي وقيع ڪم ڪيو آهي. انهيءَ ڪتاب جو سنڌي ترجمو حواشي، تحقيق ۽ مقدمي سميت سال 2011ع ۾ "موج وحدت پبليڪيشنس، روهڙيءَ" پاران پڌرو ٿي چڪو آهي. انهيءَ ساڳي ڪتاب جو فارسي متن، سموري تحقيقي لوازمات سان گڏ مذڪوره اداري پاران زيرِ اشاعت آهي.

• "بيدل" ڪتابي سلسلو اُنهن مقالن، مضمونن ۽ شاعريءَ تي مشتمل مجموعا آهن، جيڪي هر سال "بيدل" سائينءَ جي عرس مبارڪ تي منعقد ٿيندڙ ادبي ڪانفرنسن جي موقعن تي پڙهيا ويندا آهن. "عشق ڪيم اظهار" (مرتب: ڊاڪٽر ڪليم الله لاشاري) سميت ٻارهن ڪتاب شايع ٿيا آهن. ڏهون شمارو (مطبوعه: 2010ع)، "بيدل" سائينءَ جي 141 عرس مبارڪ جي موقعي تي

پڙهيل مقالن جو مجموعو آهي. انهيءَ سال مفتي محمد پريل "بيدار" صاحب پنهنجو مقالو "ديوان بيدل - عبدالحسين شاهه موسوي ۽ ديوان بيدل - گدومل هرجاڻي: تحقيق جي تارازيءَ ۾" جي عنوان سان پڙهيو هو. "بيدل" ڪتابي سلسلي جي مرتب خبر نه آهي، ته ڪهڙن اسبابن تحت اهو مذڪور تحقيقي مقالو "بيدل 10" ۾ شامل نه ڪيو.

- روهڙيءَ مان لڏي ويل هندو بزرگن، انڊيا ۾ روهڙيءَ تي چار عدد ڪتاب شايع ڪيا آهن، جن ۾ "بيدل" سائينءَ جو علحده احوال ڏنو ويو آهي. اُهي ڪتاب، سرِ دست ڪراچيءَ ۾ موجود نه هئڻ ڪري، اُنهن جو تفصيل ڏيڻ کان معذرت ڪجي ٿي.
- محترم علي اطهر موساڻيءَ، "بيدل" سائينءَ جي "مثنوي دلڪشا" جو سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو آهي. اختر درگاهيءَ راقم الحروف سان اهڙو ذڪر سال ڏيڍ کن اڳ ڪيو هو.
- ڊاڪٽر فائزه زهرا ميرزا، "بيدل" سائينءَ جي فارسي تصنيف "رياض الفقر" کي ايڊٽ ڪيو آهي. اهو ڪتاب بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙيءَ جي اشاعتي سلسلي ۾ شامل آهي.
- "بيدل" رحمة الله عليه جي عرس مبارڪ جي موقعن تي روهڙيءَ مان اسان جي محترم دوست، علي اطهر موساڻيءَ جي سعي ۽ اهتمام سان "عشق مبارڪ" جي نالي سان پنج پرچا پڌرا ٿيا آهن. هن سلسلي جو پهريون شمارو 2001ع ۾ شايع ٿيو.
- حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جو فارسي ادبيات جي هيٺين تذڪرن ۾ پڻ مختصر احوال، تصنيفات جو ذڪر، ڪلام تي تبصرو ۽ منتخب فارسي ڪلام ملي ٿو:
- ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي: "پارسي گويان هند و سنده"، انتشارات بنياد فرهنگ، ايران
- Dr. H. I. SADARANGANI: "PRESIAN POETS OF SINDH", SINDHI ADABI BOARD, HYDERABAD, 1987.
- ڊاڪٽر ظهور الدين احمد: "پاڪستان ۾ فارسي ادب"، ج 2، مجلس ترقي ادب، لاهور، 1974ع.[6]
- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "تڪملة التڪلمة"، آرٽس فيڪلٽي، علامه آءِ. آءِ. قاضي ڪئمپس، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو 2007ع.

• مزدڪ انوشہ "دانشنامہ ادب فارسي" جي ليکڪن منجهان آهي. مذڪور ڪتاب جي جلد چهارم، بخش يڪم جي ص 562 تي م. انوشہ - "بيدل قادري" جي عنوان سان لکيو آهي، جنهن ۾ هُن اڪيچار غلطيون ڪيون آهن. هتي انهن مان چند غلطين جي نشاندهي ڪجي ٿي:

– وڏي محمد محسن (والدِ بيدل) ۽ ننڍي محمد محسن (فرزندِ بيدل) جا نالا "محمد حسن" لکيا ويا آهن.

– "ديوان منهاج الحقيقت" کي عربي غزلن جو مجموعو ڄاڻايو ويو آهي.

– "سند الموحدين" کي سرائڪي زبان ۾ لکيل ڪتاب ٻڌايو ويو آهي.

– "تقويت القلوب في تذڪرة المحبوب" کي "بيدل" سائينءَ جي سنڌي ۽ سرائڪي تصنيف ڪوٺيو ويو آهي.

– "پنج گنج" سرائڪي زبان ۾ آهي.

– "في بطن احاديث" کي چاليهن حديثن جي شرح تي مشتمل ڪتاب چيو ويو آهي.

• هن کان پوءِ، "بيدل" سائينءَ جي فن ۽ فڪر تي جيڪي مضمون ۽ مقالا شايع ٿيا آهن، انهن جي هڪ فهرست پيش ڪجي ٿي:

– ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "بيدل"، روزنامہ "الوحيد" ڪراچي، 8 آگسٽ 1954ع.

– رجب علي درازي: "فقير قادر بخش بيدل"، ماهانہ "نئين زندگي"، ڪراچي، مئي 1955ع.

– ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "شاهہ جو بيدل تي اثر"، "يادگارِ لطيف"، 1956ع.

– لطف علي ڪيهر: "بيدل جي طريقت جو سلسلو"، ماهانہ "نئين زندگي" ڪراچي، فيبروري 1957ع.

– پياسي سولنگي: "بيدل جو مجازي ۽ صوفياڻو ڪلام"، ماهانہ "نئين زندگي"، ڪراچي، نومبر 1958ع.

– ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "حضرت بيدل ۽ سندس ڪلام"، روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 13 مئي 1960ع.

– شيخ عبدالرزاق "راز": "بيدل جي شاعري"، ماهانہ "نئين زندگي"، ڪراچي، فيبروري 1963ع.

- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "بيدل جو ڪلام"، روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 26 جولاءِ 1964ع.
- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "بيدل جو سنڌي ڪلام"، هفتيوار "آزاد" ڪراچي، 4، 11، 18 مئي، 1، 8، 22 جون، 6، 20 جولاءِ، 3، 10 آگسٽ ۽ 7 سيپٽمبر 1964ع ـ ڪل 11 قسطون.
- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "شهباز جو بيدل تي اثر"، ڪتاب "ڪامل قلندر". (محڪمہ اطلاعات، مغربي پاڪستان)
- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "سچل ۽ بيدل"،[7] ڏسو ڪتاب "سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس"، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ، 1996ع.
- خادم حسين ميمڻ: "بيدل جي سنڌي شاعري"، ماهانہ "نئين زندگي"، ڪراچي جنوري 1966ع.
- لطف الله بدوي: "ڀٽائي ۽ بيدل"، ماهانہ "نئين زندگي" ڪراچي مئي 1968ع.
- ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي: "مجازي شاعريءَ ۾ بيدل سائينءَ جو مقام" ماهوار "پيغام" ڪراچي، جون 1988ع.

حضرت عبدالقادر "بيدل" جي سوانح، فڪر ۽ فن بابت سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر جي رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپيل ڪافي مضمون هتي اچڻ کان رهجي ويا هوندا! اُنهن سڀني کي هڪ ببليوگرافيءَ ۾ مرتب ڪرڻ جي ضرورت آهي. هتي اهو ذڪر بيجا نہ ٿيندو تہ شروع ۾ اسان جڏهن "بيدل يادگار ڪاميٽيءَ" پاران "بيدل" سائينءَ جي فارسي ڪتابن جي تدوين ۽ ترجمي متعلق رٿيو تہ ملڪ جي معروف اسڪالر ۽ فارسي ادبيات جي ماهر، ڊاڪٽر خضر نوشاهي صاحب سان رابطي ۾ آياسون. ڊاڪٽر صاحب سال ۾ هڪ ڪتاب جي تدوين جي آمادگيءَ جو اظهار ڪيو. ظاهر آهي تہ ونس پيا بہ اڪيچار علمي ڪم هئا. اهڙيءَ طرح، راقم جي ويچار ۾ آيو تہ "بيدل" سائينءَ جي باقي 24 فارسي تصنيفن جي تدوين لاءِ اسان کي 24 سال لڳي ويندا. ازان سواءِ، ترجمي جو ڪم علحده آهي ۽ اهي 24 سال ڪنهن ڏٺا آهن! اها ڳالهہ ڪٽي، ڊاڪٽر خضر نوشاهيءَ سان گڏوگڏ، محترم ميرزا فتح علي بيگ "شاهد" ۽ ڊاڪٽر داد شاهہ بلوچ سان ڳالهايو ويو. ڊاڪٽر داد شاهہ بي انتها مصروفيت جي بنا تي معذرت ڪندي، مفتي محمد پريل "بيدار" مگريي

جو نالو تجويز ڪيو. اسان ميرزا صاحب ڪان "بيدل" سائينءَ جون ٻي تصنيفون تدوين ڪرايون ۽ "بيدار" صاحب "في بطن احاديث ستہ" جو ترجمو تخريج وغيره تيار ڪري ڏنو. پر، تدوين واري ڪم جي رفتار ويسُوري ۾ وجهي ڇڏيو. جنهن هيڪاريءَ ڳڻَ ڪرڻ تي مجبور ڪيو. اهڙيءَ طرح، ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب کي "نهر البحر" جي تدوين لاءِ گذارش ڪئي وئي. پر، پوءِ ڊاڪٽر صاحب جن "بيدل" سائينءَ جي رهيل سموري تصنيفات جي تدوين جو سعيو ۽ عزم ڪيو ۽ توڙ نڀايائون. الحمدلله هينئر "بيدل" سائينءَ جي جملي 32 تصنيفن مان 27 تصنيفون تدوين تي چڪيون آهن. جن مان ڪجهہ شايع ٿي ويون آهن ۽ باقي رهيل مختلف ادارن پاران زيرِ اشاعت آهن.

البت، هيٺ ڄاڻايل پنجن تصنيفن جا نسخا، راقم السطور وٽ نہ هجڻ باعث تدوين ٿيڻ کان رهجي ويا آهن:

1. صراط السالڪين،
2. ظهور نامہ،
3. لغت ميزان طب،
4. تجل جي بزرگن جي تاريخ: هيءَ ضخيم تذڪرو فارسي نثر ۾ هيو. نصير فقير جلالائيءَ انهيءَ مذڪور ڪتاب جي ڪجهہ حصي جو سنڌي ترجمو ڪرايو هو جنهن جو نقل ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ وٽ هو.
5. تاريخ سنڌ.

"بيدل" سائينءَ متعلق شايع ٿيل مڙئين سموري مواد جي سراسري جائزي کان پوءِ اسان هتي اهو بہ ذڪر ڪندا هلون، تہ ويهين صديءَ جي پنجاهہ واري ڏهاڪي کان پوءِ، جنهن بہ صاحب "بيدل" سائينءَ جي سوانح، فن ۽ فڪر تي لکيو. ان جو ماخذ گهڻو ڪري سيد عبدالحسين شاهہ موسويءَ وارو "ديوان بيدل" ئي رهيو. پوءِ جا لکندڙ فقير صاحب جي سوانح متعلق ڪابہ نئين تحقيق پيش ڪري نہ سگهيا آهن. البت، خليفي ميان سبحان بخش 1976ع ۾ "بيدل" سائينءَ جي وڏڙن جي وطن ۽ حسب نسب متعلق جيڪي ڪجهہ لکيو آهي، ويجهڙائيءَ واري دؤر جي لکندڙن مان غالب اڪثريت اُنهن روايتن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ بدران اُنهن کي پنهنجن ڪتابن ۾ صرف ورجايو آهي.

هيءَ ڪتاب جيڪو قارئين جي هٿن ۾ آهي ان جو پهريون باب "بيدل" سائينءَ جي سوانح حيات جي چند اهم گوشن متعلق آهي پهرئين عنوان ۾ "بيدل" سائينءَ جي بزرگن جي اصل وطن بنسبت روايتن جي چند ڇاڻ ڪئي وئي آهي. روهڙيءَ ۾ صدين کان آباد قديم خاندانن جي سُڄاڻ معمر بزرگن: سومر شاهه جيلاني، صادق علي شاهه جيلاني، قاضي علي گوهر، قاضي شاهه بخش، احمد علي شاهه رضوي، مخدوم غلام محمد وغيره. جيڪي اسيءَ (80) واري ڏهاڪي ۾ حيات هئا، اُنهن جي روايتن مطابق "بيدل" سائينءَ جا وڏڙا اصل ڪان روهڙيءَ جا هئا. فقير صاحب جي اوائلي تذڪره نگارن به اهو ئي لکيو آهي. ستر واري ڏهاڪي ۾ خاندانِ بيدل جي هڪ فرد - خليفي ميان سبحان بخش فقير صاحب جي وڏن جو مسڪن "ملتان" ۽ ڪيس "صديقي قريشي" ڪري پيش ڪيو. اسان خليفي صاحب جي ريءَ دليل دعويٰ جي تفصيلي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي آهي. فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ" جي روايت موجب - "وڏي سائينءَ جي وڏڙن جو وطن دهلي هو." (ڏسو "تاريخ شعراءِ سنڌ" مطبوعه: 1930ع) غالباً ڪتاب جي ڪمياب هجڻ ڪري، محققن ۽ اهلِ قلم صاحبان جي مذڪور روايت تائين رسائي ٿي نه سگهي آهي. اهڙيءَ طرح، اِها روايت پڻ تحقيق طلب آهي. روهڙيءَ جي قديم خانوادن وٽ اڄا به مغلن جي ابتدائي دؤر جا ديواني دستاويز ۽ ٻيا ڪاغذات موجود آهن. اهڙن دستاويزن تائين رسائي ٿيڻ جي صورت ۾ عين ممڪن آهي، ته نه صرف "بيدل" سائينءَ جي وڏڙن جي وطن متعلق مامرو صاف ٿي ويجي، بلڪ شجري ۾ چند مزيد پيڙهين جي نالن جو اضافو پڻ ممڪن ٿي سگهندو!

چند ڏينهن اڳ جي ڳالهه آهي، ته راقم السطور کي ريگل چوڪ، صدر، ڪراچيءَ ۾ هر آچر تي لڳندڙ "ڪتاب بازار" مان "مثنويات هير و رانجها"، بتصحيح و مقدمه: "حفيظ" هوشيارپوري، مطبع: سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي 1957ع دستياب ٿيو. انهيءَ ڪتاب ۾ حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جو "هير و رانجهي" تي لکيل طويل قطعو پڻ شامل آهي. مصحح پنهنجي مقدمي ۾ "بيدل" سائينءَ جو نهايت مختصر احوال، فقير قادر بخش "بيدل" جي عنوان سان قلمبند ڪيو آهي. حضرت عبدالقادر جي حياتيءَ متعلق، اهو سمورو احوالُ فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ" جي تحرير جو فارسيءَ ۾ ترجمو آهي. هتي انهيءَ راءِ بيان ڪرڻ جو مقصد فقط "بيدل" سائينءَ جي وڏڙن جي وطن واريءَ روايت متعلق آهي، جيڪا

صرف فقير هدايت علي "نجفي" /"تارڪ" پنهنجي "تاريخ شعراءِ سنڌ" ۾ بيان ڪئي آهي. نہ صرف ايترو بلڪ علامہ "نجفي"/"تارڪ" کان جانشاهي سلسلي جي بيان ۾ جيڪا ڀُل چُڪ ٿي آهي، "حفيظ" هوشيارپوريءَ ان کي بہ جيئن جو تيئن ورجايو آهي. ترت حوالي طور اسان هتي پهريائين علامہ "نجفي" / "تارڪ" جي تحرير جو اقتباس ڏيون ٿا ۽ ان کان پوءِ "حفيظ" هوشيار پوريءَ جي عبارت ڏينداسون:

"ان جا وڏڙا شاهجهان بادشاهہ جي زماني ۾ دهليءَ مان تجارت ڪندي روهڙيءَ ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا هئا. سندس والد محمد محسن، جان شاهہ رضويءَ جو مريد هو، جيڪو شاهہ عنايت الله صوفي جهوڪ واري جو خليفو هو." ("نجفي" هدايت علي: "تاريخ شعراءِ سنڌ" - اردو ترجمو ص 31)

❋

"اجداد و نیاکان او در دورہ حکومت شاہجہان امپراطور دہلی از دہلی بران تجارت وارد رہری شدہ بودند، محمد محسن پدر بیدل با جان اللہ شاہ رضوی کہ خلیفہ شاہہ عنایت اللہ صوفی بودہ، ارادت داشت."

("حفيظ" هوشيارپوري: "مثنويات هير ورانجها"، مقدمہ ص 84)

حسب ۽ نسب وارن عنوانن تحت، تحقيق جو سفر هڪ اهڙي دستاويز کان شروع ڪيو ويو آهي، جيڪو خود "بيدل" سائينءَ جي گهراڻي جو ذاتي دستاويز آهي ۽ موروثي پلاٽ جي وڪري بابت آهي. وڪري ۾ "بيدل" سائين پنهنجي وارثن پاران وڪيل هو ۽ اُن وقت سندس ڄمار 32 ورهيہ هئي. تاريخي اهميت واري هِن دستاويز جا مندرجات هر لحاظ کان مُستند آهن، ڇاڪاڻ تہ هيءُ دستاويز روهڙيءَ جي دارالقضا ۾ ڏُرين ۽ مُحتسب جي موجودگيءَ ۾ روهڙي شهر ۽ "لڏي گاگن" پرڳڻي جي قاضيءَ، شريعت پناه محمد افضل تحرير ڪيو. دستاويز تي مذڪور قاضي صاحب کان علاوه، مُحتسب ۽ فريقين پنهنجون مُهرون ثبت ڪيون ۽ دستخط ڪيا. ۽ مغل دؤر جي عدالتي سرشتي مطابق مذڪور دستاويز "ڪتابِ حڪم" ۾ نقل ٿيو.[8] هِن تحقيق ۽ تحرير دوران، نقل مطابق اصل دستاويز اسان جي سامهون رهيو. "بيدل" ﷫ جي حسب ۽ نسب تي تحقيق کي پختو ۽ جامع بڻائڻ لاءِ سندس شاگرد رشيد، قاضي ميان غلام مهديءَ جي لکتن ۽ رضوي سادات جي نسب نامي مان اهم حوالا هٿ ڪري، هن گڏ شامل ڪيا ويا آهن.

ڪتاب جو ٻيو باب "بيدل" سائينءَ جي ٻن تصنيفن ھر ھڪ: "ڪرسي نامہ قادريہ" ۽ "خطبة الجمعه" متعلق آھي.

عربي لفظ "ڪرسي" جو مادو "ڪرس" آھي. ھتي انھيءَ متعلق، "محيط المحيط" جي مؤلف جي عبارت ترجمي سميت پيش ڪجي ٿي:

"ڪرسَ ـ ڪرسَ البناءَ تڪريساً اَسَّسَهُ"

معنيٰ: مضبوط بنياد رکيائين.

"الڪرس ايضاً الاصل"

پڻ ڪرس معنيٰ اصل ۽ بنياد.

قاموس نويس، ان کان پوءِ مٿئين معنيٰ جي ثبوت ۾ عربي شاعر "عجاج" جو وليد بن عبدالملڪ جي تعريف ۾ شعر ڏنو آھي:

انت ابا العباس اويل نفس.
بمعدن الملڪ القديم الڪرس.(9)

ترجمو: تون اي ابو العباس! تنھنجو نفس ۽ وجود قديم بنياد واري ملڪ جي خزاني جو وڏيڪ حقدار آھي.

جيتوڻيڪ لفظ "ڪرسي نامو" برصغير ۾ مرڪب جي صورت ۾ جڙيو. ابتدا ۾ صرف "نسب" جي معنيٰ ۾ مُستعمل ٿيو ۽ ننڍي ڪنڊ ۾ فارسيءَ جي فاضلن، اردوءَ جي ليکڪن ۽ اهلِ قلم صوفياءِ ان کي ڪتب آندو. پر، ھتان جي فارسي ۽ اردو موسوعات ۾ خود انھيءَ مذڪور لفظ جي تاريخ تي مواد موجود نہ آھي. اسان فارسيءَ کان علاوه، اردو ادب جي تاريخن ۽ ادبي اصناف جي تذڪرن جا ورق ورايا، پر خير ٿيو. بقول ڊاڪٽر ظفر اقبال جي، تہ اردوءَ جي ناميا‌ري محقق ۽ اهلِ قلم سخاوت مرزا ھڪ ننڍڙو مضمون "ڪرسي نامي" تي تحرير ڪيو ھو. ڪراچيءَ واسي ليڪچرار ـ مس روبينا، جنھن جي پوسٽنگ مري ڪاليج ۾ آھي، سخاوت مرزا تي Ph.D ڪري رھي آھي. ھن پاڪستان جي مختلف سرڪاري ۽ ذاتي لائبريرين مان سخاوت مرزا جا مضمون جمع ڪرڻ ۾ وڏي جاکوڙ ڪئي آھي، پر ڪيس بہ اھو مٿيون مذڪور مضمون ملي نہ سگھيو آھي. بھرحال، راقم همت ڪانہ ھاري ۽ جيڪو ۽ جيترو مواد دستياب ٿي سگھيو آھي، اُھو سموھي ۽ سھيڙي ھتي پيش ڪيو ويو آھي. ھن ڪتاب ذريعي ئي "ڪرسي نامي" جي ٻن مشائخن: فقير غلام محمد روھڙائي ۽ سيد عبدالوھاب شاھہ پاڳ ناڙيءَ متعلق املھہ تحقيقي معلومات

سنڌ جي ادبي آسمان تي پهريون ڀيرو روشن ٿي رهي آهي. ازان سواءِ "روهڙيءَ ۾ قادري سلسلي جو سرسري جائزو" تحت ڪجھ تاريخي احوالُ ۽ اڻ ڇاتل صوفي قادري رجال بابت موادُ پڻ پهريون ڀيرو نروار ٿي رهيا آهن.

باب ٽئين تحت پيش ڪيل دستاويزي معلومات، هِن وقت تائين اڻ ڇُهيل رهيل آهي. خاص ڪري، انڪم ٽيڪس وارو دستاويزُ انگريز تسلط جي ابتدائي ايامن ۾ لاڳو ٽيڪس متعلق اهم ڄاڻ مُهيا ڪندڙ آهي.

باب چوٿون حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه سان نسبت رکندڙ ماڳن ۽ اتان جي مُڪينن متعلق اهم معلومات فراهم ڪندڙ آهي. هن باب تحت آيل ڄاڻ جو گهڻ ۾ گهڻ پنجاسي سيڪڙو پهريون دفعو شايع ٿي رهيو آهي.

باب پنجون سائينءَ وڏي جي راڳين متعلق، اهم تحقيقي معلومات مهيا ڪندڙ آهي. هن موضوع تي هيءَ هڪ شروعات آهي، ۽ ان عنوان تي ڪم ڪرڻ جي وڏي گنجائش آهي.

ڪتاب جو ٻيو حصو ٽن مضمونن تي مشتمل آهي، جن مان پهريون مضمون، صوفي منش ديوان نرملداس تي راقم السطور جي تحقيق آهي. ديوان صاحب، مشرقي ٻولين جو وڏو ودوان، "شاهه جي رسالي" جو سالڪ، "ڪلامِ بيدل" جو پهريون شارح ۽ سنڌ جي اوائلي نثر نويسن مان هڪ هو. پر، ادبي تذڪرن ۾ سندس ذڪر خير ڪي ملي ٿو.

هن وقت تائين، حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه تي لکيل ميسر مضمونن ۾ سڀ کان آڳاٽو مضمونُ نارايڻ ڏيي گرناڻيءَ جو آهي، جو 1922ع ۾ ڏيي جي. ڪاليج ڪراچيءَ جي مسيلنيءَ ۾ شايع ٿيو. "الفضل للمتقدم" کي خيال ۾ رکي، اسان انهيءَ مضمون کي هتي شامل ڪيو آهي.

ٽين تحرير، دراصل فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ" جي لکيل "تاريخ شعراءِ سنڌ" تان ورتل آهي. اسان منڍ ۾ بيان ڪري آيا آهيون، تہ علامہ "نجفي"/ "تارڪ" پنهنجو ڪتاب "تاريخ شعراءِ سنڌ" مارچ 1930ع ۾ لکيو. هيءُ ڪتاب قلمي صورت ۾ ميرزا محمد افضل بيگ جي ڪتب خاني جي زينت بڻيل هو. بهاولپور جي علم دوست اديب ۽ شاعر، محمد حفيظ الرحمان متخلص بہ "حفيظ"، ايڊيٽر "العزيز"، بهاولپور جو ميرزا محمد افضل بيگ سان سڪ ۽ پريت جو ناتو هو. "حفيظ" صاحب انهيءَ مضبوط تعلق جي بنياد تي ميرزا صاحب وٽان علامہ "نجفي"/ "تارڪ" جي اُها لکيل

مذڪور تاريخ هٽ ڪري، جنوري 1945ع ۾ ان جو اردوءَ ۾ الٿو ڪري، بهاولپور ۾ واقع سنڌس پنهنجي "عزيز المطابع" نالي برقي پريس مان ربيع الاول ١٣٦٥ھ مطابق 1945ع ۾ "سندھی زبان اُس کے اشعار و شعراء کی تاریخ" جي نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو. 64 سال اڳ شايع ٿيل هيءُ اردو ترجمو پڻ هن وقت ڪمياب آهي. علامہ "نجفي"/ "تارڪ" هن تذڪري ۾ "بيدل" سائينءَ جو مختصر مگر قدري جامع احوال لکيو آهي. "تارڪ" جي علمي فضيلت ۽ فاضلاڻي شخصيت ۽ سنڌس لکيل تذڪري جي قدامت ۽ اهميت جي پيش نظر، سنڌس اُنهيءَ تاريخ مان "بيدل" رحمة الله عليه جو احوالُ تاريخي ۽ تنقيدي جائزي ۽ مختصر ضروري حواشي سميت هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ شامل ڪيو ويو آهي. محترم پڙهندڙن کي هن ڪتاب ۾ راقم جون تخريج ٿيل چند تاريخون پڻ ملنديون، جن لاءِ عرض ڪندو هلان تہ ان ۾ منهنجو ڪو بہ ڪمال ناهي. هيءُ جيڪو ڪجھ آهي، اهو جناب محمد زبير فاروقي "شوڪت" الله آباديءَ جي ڪتاب "معاون تواريخ" جي مرهونِ منت آهي.

راقم پنهنجي هن ڪتاب جي ماده تاريخ هن ريت وضح ڪئي آهي:

"ارمغان عالی قدر فی الواقعہ"

2010ع

آخر ۾ آءٌ ٿورا مڃيندس انهن محسنن جا، جن جي هن تحقيقي ڪم ۾ علمي معاونت شاملِ حال رهي. انهن مان ڪن مهربانن ڪتاب عطا ڪيا، تہ ڪن سڄڻن وري تاريخي دستاويزن جي فوٽو ڪاپيءَ سان نوازيو. عطا جو انت آهي ئي ڪونہ. آءٌ جيترا ٿورا ڳايان، اوترا ٿورا آهن. ڌڻي تعاليٰ ڪين سلامت ۽ حفظ و امان ۾ رکي ۽ سنڌن توفيقات ۾ اضافو فرمائي. آمين!

1. ڊاڪٽر معين الدين "عقيل" صاحب (ڪراچي) مون کي نہ صرف پنهنجي بيش بها ذاتي لائبريريءَ ۾ ڇڙڪ ڇڏي ڏنو بلڪ خاطر تواضع ۾ بہ ڪا ڪسر نہ ڇڏيائين. آءٌ وٽس پهتس، تہ بجلي غائب هئي. موسم بہ مينهوڳيءَ واري هئي ۽ پاڻ پنهنجن ٻارن سميت ڇت تي لطف اندوز ٿي رهيو هو. رڳو علمي ۽ تحقيقي ڪم کي پايہ تڪميل تائين رسائڻ خاطر پنهنجو قيمتي وقت سيڙائي، نہ فقط ڪلاڪن جا ڪلاڪ جنريٽر هلايائين، پر منهنجي رهنمائي بہ ڪندو رهيو.

2. سيد ڪوثر عباس موسوي (ڪراچي) وڏيءَ فراخدليءَ سان خانہ فرهنگ ايران جي لائبريريءَ مان ڀرپور استفادي جو موقعو ڏنو.
3. ڊاڪٽر داد شاهہ بلوچ بن ريحان (ڪوئيٽا، حال مقيم حيدرآباد)، ونس سيد عبدالوهاب شاهہ جيلانيءَ جون موجود تصنيفات (سواءِ قصيده هاهوتيہ مثنوي معراجي، قصيده نعتيہ سرائڪي سي حرفي) جون فوٽو ڪاپيون فراهم ڪيون. هتي اهو بہ بيان ڪندا هلون تہ ڊاڪٽر صاحب، سيد عبدالوهاب شاهہ جي تصنيفات جي فوٽو ڪاپي پنجاب يونيورسٽيءَ جي "ذخيره آذر" مان ڊاڪٽر عبدالرحمان براهوي، ساڪن ڪوئيٽا جي توسط سان وڏيءَ ڪوشش ۽ ڊڪ ڊوڙ ڪان پوءِ حاصل ڪئي. راقم السطور پنهنجي پاڙيجي، سيد عظيم علي شاهہ رضوي ۽ سندس دوست دڪيءَ جي سردار محمد فازوق خان ترين ذريعي ڪوئيٽا ۾ عبدالرحمان سان رابطي ۾ آيو پر اهو ايڏو ڪارگر ثابت ڪونہ ٿيو.
4. محترم عبدالوهاب چاچڙ صاحب (روهڙي) پنهنجو قيمتي وقت سيڙائي، ڪجهہ اهم حوالا مهيا ڪيا ۽ گهڻو اڳ ونس محفوظ "ڪتابِ حڪم" جي فوٽو ڪاپي ڪرائي ڏني.
5. ڊاڪٽر عبدالرحمان افغاني، حال مقيم ڪراچي.
6. شاهہ ولي ڪوئيٽا، حال مقيم ڪراچي.
7. نظير احمد "شاڪر" براهوي (ڳڙهي ياسين).
8. ڊاڪٽر ظفر اقبال صاحب (ڪراچي).
9. ڊاڪٽر رئوف پاريک، سابق صدر اردو لغت بورڊ، ڪراچي.
10. رفيق احمد "نقش" صاحب (ڪراچي).
11. پروفيسر محمد پنهل ڏهر (ڏهرڪي)، "تذڪره شعراءِ سنڌ" جي فوٽو ڪاپي عنايت ڪئي.
12. ڊاڪٽر مولانا محمد ادريس سومرو صاحب (ڪنڊيارو).
13. ميرزا فتح علي بيگ "شاهد" (حيدرآباد).
14. ميرزا صفدر حسين بيگ (حيدرآباد).
15. مرهيات غلام صديق قادري صاحب مرحوم، روهڙيءَ جي هڪ علمي شخصيت ۽ شهر ۾ ثقافتي سرگرمين جو منبع هو. پاڻ منهنجي مٿان ڏاڍو مهربان هو. سندس خاندان جو شجرو- پنهنجي هٿ اکرين، چند يادگار فوٽو ۽ خاندان جي بزرگن ڪي مليل ڪجهہ قيمتي دستاويزن جي فوٽو ڪاپي عنايت ڪيون هئائين. قادري صاحب وٽان مذڪور مليل

مواد مان ڪجهه اسان پنهنجي هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي. هن باوقار ۽ روحاني خاندان جو تاريخي تذڪرو لکي سگهجي ٿو. پر، اُن لاءِ خاندان جي موجوده فردن جي علمي معاونت جي ضرورت پوندي. اميد تہ هُو صاحب فراخدليءَ سان ڀرپور ونئي معاون ٿيندا.

16. سيد افتخار حسين شاهہ رضوي (روهڙي).
17. محترم مثل مسرور بدوي صاحب (شڪارپور).
18. محترم غلام شبير سومرو صاحب (سکر).
19. محترم علي اطهر موسائي (روهڙي).
20. سيد جواد حسين موسويءَ، پاڳ ناڙيءَ ۾ فوٽو ڪڍيا ۽ پوءِ انهن جي سي. ڊي تيار ڪري ڏنائين.
21. سيد ڪوثر عباس رضوي، پاڳ ناڙيءَ واري تحقيقي سفر جو ساٿي.
22. جناب محبوب مڪہ والا صاحب (ڪراچي).
23. دوست نوشاد علي جعفري، جنهن صاحب هِن ڪتاب جي مسودي جو مطالعو ڪري، راهنما علمي مشورن سان نوازيو.
24. راڻي خان ميگهواڙ جا خاص ٿورا، جنهن نهايت سُهڻي ۽ سيبتي انداز ۾ ڪتاب جي ترتيب کي قطعي شڪل ڏني.
25. آخر ۾ آءٌ " ساهتي ادبي اڪيڊمي، نواب شاهہ" جي روح روان، محترم بشير احمد هيسباڻيءَ جو نهايت ٿورائتو آهيان، جنهن جي سعي ۽ ڪوشش سان هيءَ ڪتاب شايع ٿي رهيو آهي.

محتاج دعا
انجينئر عبدالحسين موسوي
musavi_hussain@yahoo.com
abdul.musavi@gmail.com
0333-3525318
021-35376811

29 مارچ 2011ع
A-203, Beach Blessings
FL-1, Block 2
Clifton, Karachi.

## حوالا ۽ واڌارا:

1. حضرت عبدالقادر "بيدل" ﷫ جي هڪ معتقد ۽ فيض يافته، منشي سلامت راءِ ککريجي لاءِ پڻ قاضي ميان غلام مهديءَ "بيدل" سائينءَ جي تصنيفات جا نقل تيار ڪيا هئا، جن مان ڪجهہ زماني جي دست برد کان بچي ويا ۽ اُهي راقم السطور جي لائبريريءَ ۾ محفوظ آهن.
2. سيد حسام الدين راشديءَ جو "بيدل" سائين تي ٽيون مضمون، بعنوان: "بيدل جون تصنيفون"، ماهوار "توحيد"، ڪراچي، نومبر 1941ع ۾ شايع ٿيو.
3. اسان کي انهيءَ مذڪور ڪتاب جي فوٽو ڪاپي محترم عمران علي پٽي صاحب عنايت ڪئي.
4. ڏهر، محمد پنهل، پروفيسر: "بيدل سائينءَ تي اردوءَ ۾ ٿيل تحقيق جو مختصر جائزو" (مضمون)، ڏسو: "بيدل - 10"، بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙي سنڌ، 2010ع.
5. ميرزا صاحب، فقير محمد محسن "بيڪس" جي منظوم سوانح حيات (شاعر: پيسومل گجواڻي) پڻ ايڊٽ ڪئي آهي. هيءَ ضخيم شعري تذڪرو پڻ 2009ع ۾ ڪمپوز ٿي ويو هو جو بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙيءَ پاران اشاعت جو منتظر آهي.
6. ڏهر، محمد پنهل، پروفيسر: "فارسي شاعريءَ جو مطالعو ۽ فقير قادر بخش بيدل" (مضمون)، ڏسو: "بيدل-9"، بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙي سنڌ، 2009ع.
7. ڏهر، محمد پنهل، پروفيسر: "ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي بيدل شناسي جو مختصر جائزو" (مضمون)، ڏسو: "بيدل-4"، بيدل يادگار ڪاميٽي روهڙي سنڌ، 2004ع (ii) ماهوار "نئين زندگي"، حيدرآباد، گولڊن جوبلي نمبر - سيپٽمبر 1999ع.
8. محترم عبدالوهاب چاچڙ صاحب، انهيءَ مذڪور دستاويز جو نقل نوي واري ڏهاڪي ۾ راقم الحروف کي ڏنو هو جيڪو مون پوءِ پنهنجي استاد ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي صاحب جن جي حوالي ڪيو هو. ڊاڪٽر صاحب، انهيءَ دستاويز جي بنياد تي "بيدل" ﷫ جي خاندان متعلق هڪ تحقيقي مقالو تيار ڪيو هو. افسوس آهي، جو اهو مقالو شايع ٿي نہ سگهيو ۽ ائين سال گذري ويا ۽ سائين خانائي صاحب پاڻ بہ عالمِ فنا کي وداع ڪري، عالمِ بقا ڏانهن راهي ٿيو. ان کان پوءِ، خود چاچڙ صاحب "بيدل" سائينءَ جي ساليانې عرس جي موقعي تي منعقد ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ۾ انهيءَ مذڪور دستاويز جي هڪ حصي کي پنهنجي هڪ مضمون - "دين جو جهنبو حضرت بيدل سائينءَ" ۾ آندو جو "بيدل - 4" سن 2004ع ۾ شايع ٿيو.
9. المعلم بطرس البستاني: "محيط المحيط"، مڪتبة لبنان، بيروت، 1987ع، ص 776.

باب پهريون

# سوانح جا چند اهم گوشا

(1)

## وڏڙن جو وطن

دنياوي دگرگونيءَ انسان کي هڪ هنڌ ٽانيڪو ٿي ويهڻ ڪونہ ڏنو آهي. تاريخ ۾ وڏي پيماني تي لڏ پلاڻ، گهڻو ڪري ٻاهرين ڳهلَ ۾ تاخت و تاراج جي نتيجي ۾ ٿيندي پئي رهي آهي. البت، انفرادي طور چند خاندان يا ڪو گهراڻو ڪڏهن ڪنهن مخصوص خطي ۾ ناسازگار حالات جي ڪري، تہ ڪڏهن روزگار سانگي نقل مڪاني ڪندو رهيو آهي. تاريخ ۾ تذڪرن ۾ اُن جا اڻ ڳڻيا مثال ملن ٿا.

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي گهراڻي ڪٿان، ڪڏهن ۽ ڪهڙن اسبابن تحت ترڪِ سڪونت اختيار ڪري، روهڙيءَ کي پنهنجو مسڪن بڻايو؟ ان متعلق متضاد روايتون ملن ٿيون، جن جي اسان هتي ڇنڊ ڇاڻ ڪريون ٿا:

(الف) **اصل کان روهڙيءَ واسي:**

ديوان بولچند راجپال پنهنجي مضمون "درويش بيدل جي سوانح عمري" ۾ لکي ٿو:

> "بيدل جا ابا ڏاڏا روهڙيءَ ۾ رهندا هئا ۽ پاٽولڪو ڌنڌو ڪندا هئا."[1]

انهيءَ سلسلي ۾ مولانا دين محمد وفائي پنهنجي ڪتاب "تذڪره مشاهير سنڌ" ۾ رقمطراز آهي:

> "قادر بخش ولد محمد محسن پاٽولي... اصل کان روهڙيءَ جو رهاڪو..."[2]

انهيءَ ڏس ۾ فقير رجب علي "دلسوز" درازيءَ پنهنجي معلومات هن ريت پيش ڪئي آهي:

"سندن وڏا روهڙيءَ ۾ ٽسرائڻ جو ڪم ڪندا هئا، جو ان وقت ڪمالِ عروج تي هو. هُو عام طرح پاڻولي سڏبا هئا."[3]

(ب) خليفي ميان سبحان بخش جي روايت:

خليفو ميان سبحان بخش، حضرت عبدالقادر "بيدل"رحمة الله عليه جي خاندان مان "خانقاه بيدل و بيڪس" جو گادي نشين هو. خليفي صاحب، "بيدل" سائينءَ جي ڪتاب "پنج گنج" جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو، جنهن جي شروع ۾ سائينءَ وڏي جي سوانح حيات لکي اٿائين. پاڻ اُن ۾ ڄاڻائي ٿو:

"بيدل صاحب جي پڙ ڏاڏي جو نالو ميان عبدالقادر قريشي هو جيڪو اصل ملتان شهر جو رهاڪو هو.... آخرڪار صوفي سيد جان الله شاهه روهڙائي، جيڪو ملتان روانو ٿي چڪو هو ان جي خدمت ۾ رهڻ لڳو...."[4]

خليفو صاحب، اڳتي هلي وڌيڪ هن ريت لکي ٿو:

"جڏهن ٻيو دفعو ۱۱۳۰هه (1718ع) ۾ صوفي شاهه عنايت الله ميران پور واري جي شهادت بعد صوفي جان الله شاهه ملتان روانو ٿي ويو، ته پوءِ ڪجهه ڏينهن بعد جڏهن روهڙيءَ واپس آيو ته ميان عبدالقادر به پوري خاندان سميت پنهنجي وطن کي هميشه لاءِ الوداع چئي، پنهنجي مرشد سان گڏجي روهڙي آيو ۽ پاڻ ريشم باف محلي ۾ هڪ جاءِ خريد ڪري رهڻ لڳو."[5]

خليفي ميان سبحان بخش جي روايت مان جيڪو اقتباس اسان مٿي ڏئي آيا آهيون، ان مان سرڪار "بيدل" رحمة الله عليه جي بزرگن جي وطن متعلق هيٺيون ڳالهيون سامهون اچن ٿيون:

1. "بيدل" سائينءَ جو پڙ ڏاڏو ميان عبدالقادر ملتان جو رهواسي هو.
2. مير جان الله شاهه (جان محمد شاهه) رضويءَ جو ملتان ۾ مريد ٿيو.
3. مير صاحب جي ملتان ڏانهن ٻئي سفر جي واپسيءَ وقت مرشد سان گڏ روهڙيءَ ۾ لڏي آيو.

هن روايت جو دارومدار مير جان محمد شاهہ جي ملتان ڏانهن سفر تي آهي. تنهن ڪري، اسان هتي تذڪرن جي روشنيءَ ۾ ان جو جائزو وٺنداسين.

سيد جان محمد شاهہ رضوي متخلص بہ "مير" جو پهريون تذڪره نگار مير علي شير "قانع" ٺٽوي آهي، جنهن پنهنجن ٽن ڪتابن - هر هڪ "مقالات الشعراءِ" (تصنيف: ١١٧۴ھ/ 1761ع)، "تحفة الڪرام" (تاليف: ١١٨١ھ/ 1767ع) ۽ "معيارِ سالڪانِ طريقت" (تاليف: ١٢٠٢ھ/ 1790ع) ۾ سندس ذڪر آندو آهي. مذڪور ڪتابن مان اول الذڪر مير صاحب جي وفات (١١٦٧ھ/ 1754ع) کان ست سال پوءِ لکيو ويو.

مير "قانع" ٺٽويءَ پنهنجن انهن ٽنهي ڪتابن مان ڪنهن بہ هڪ ۾ سندس ملتان وڃڻ جو ذڪر ڪونہ ڪيو آهي. البت، مير صاحب جو پنهنجي شهر (روهڙي) موٽي اچڻ ۽ اتي رشد و هدايت جاري ڪرڻ جي ڳالهہ واضح طور تي لکي اٿائين:

مقالات الشعراءِ: در مسکن مالوف عالمی بارشاد بر جاده سداد دارد [6]

تحفة الڪرام: معرفت جو جهنڊو کڻي، پنهنجي اصلي شهر ڏانهن موٽي آيو. [7]

معيارِ سالڪانِ طريقت: وبعد تحصیل سلوک صاحب اجازۂ ارشاد شده، بوطن رفتہ. [8]

قاضي ميان غلام مهدي ٻيو تذڪره نگار آهي، جنهن سيد جان محمد شاهہ جو احوال وڌيڪ تفصيل سان لکيو آهي. پاڻ حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمۃ اللہ علیہ جو فاضل شاگرد هو ۽ صوفي شاهہ عنايت شهيد جي سلسلي جي بزرگن جي وڏي چاهہ رکندڙ هو. قاضي ميان غلام مهديءَ نہ صرف پنهنجي استاد حضرت "بيدل" جي سوانح عمري لکي، بلڪ شاهہ عنايت شهيد تي پڻ سنڌي زبان ۾ هڪ ڪتاب "انيس المساڪين" نالي لکيائين. اُن ڪتاب جو ٽيون بابُ حضرت شاهہ شهيد جي خليفن جي بيان ۾ آهي، جنهن ۾ مير جان محمد شاهہ ۽ سندس اولاد جو تفصيلي احوالُ ص 76 کان 121 تائين قلمبند ڪيو ويو آهي. مذڪور احوال ۾ مير جان محمد شاهہ کي صوفي شاهہ شهيد کان فيض ملڻ ۽ سندس مريدن ۽ خليفن جو تفصيل سان بيان آندو ويو آهي. قاضي ميان غلام مهديءَ اُن سڄي احوال ۾ ڪٿي بہ مير صاحب جي ملتان وڃڻ جو ڪو بہ ذڪر نہ ڏنو آهي. ازان سواءِ مير صاحب جي فيض يافتن ۾ ڪنهن بہ عبدالقادر نالي بزرگ جو ذڪر ڪونہ ٿو ملي.

جيڪڏهن "بيدل" سائينءَ جو پڙ ڏاڏو سيد جان محمد شاهه جو مريد هجي ها، تہ قاضي ميان غلام مهدي اهڙي ڳالهہ ضرور لکي ها!

پروفيسر لطف الله بدويءَ جي وقيع تذڪري- "تذڪره لطفي" جي جلد 2 ۾ جان محمد شاهه جو ذڪرص 55 کان ص 62 تائين ملي ٿو. ازان سواءِ بدوي صاحب هڪ علحده مضمون بعنوان: "مير جان الله شاهه رضوي" پڻ لکيو هو جيڪو مشهور ادبي رسالي "نئين زندگي" ڪراچي، فيبروري 1957ع ۾ شايع ٿيو. هُن صاحب پڻ پنهنجي انهن ٻنهي تحريرن ۾ جان محمد شاهه جو "ملتان طرف سفر" جو ڪوبہ ذڪر نہ ڪيو آهي. بلڪ اهو واضح نموني ۾ لکيو اٿائين تہ:

> "هن هولناڪ واقعي (شاهه عنايت جي شهادت) کان پوءِ، مير صاحب روهڙيءَ ۾ اچي رهيو، جتي سندس فيض کان هر خاص و عام مستفيد ٿيندو....."(9)

مٿين تذڪرن کان علاوه، خود جانشاهي خاندان ۾ سيد صاحب جي ملتان وڃڻ ۽ اتان "بيدل" سائين جي پڙ ڏاڏي جو ساڻس روهڙي گڏجي اچڻ واري روايت موجود ناهي. انهيءَ لحاظ کان اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ "بيدل" جي گهراڻي جو ڇئن پشتن کان مريديءَ ۽ اخلاص منديءَ واري تعلق کان خود جانشاهي اڻ واقف هجن! حالانڪ جانشاهي خاندان ۾ فقير محمد محسن (وڏي) ۽ "بيدل" سائينءَ متعلق ڪافي روايتون موجود آهن. جيڪڏهن مذڪوره ڇهن پشتن کان مٿي ڪو تعلق هجي ها، تہ ان بنسبت وٽن ڪا نہ ڪا روايت ضرور موجود هجي ها!

دراصل، خليفي سبحان بخش، "بيدل" سائينءَ جي ڏاڏي ۽ پڙ ڏاڏي جا جيڪي نالا ڄاڻايا آهن، نئين تحقيق مطابق اُهي غلط ثابت ٿي چڪا آهن. اهڙيءَ طرح، سندس ملتان مان اچڻ واري روايت تہ ازخود بي بنياد ثابت ٿي وڃي ٿي.

## (ج) فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ" جي روايت:

فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ"، حضرت "بيدل" رحمة الله عليه جو غالباً پهريون تذڪره نگار آهي، جنهن "بيدل" سائينءَ جي وڏڙن جي وطن متعلق لب ڪُشائي ڪئي آهي. جيتوڻيڪ علامہ "نجفي"/ "تارڪ" پنهنجي بيان کي مُستند بڻائڻ لاءِ ڪنهن بہ حوالي جي نشاندهي ڪانہ ڪئي آهي. اُن

هوندي ۽ جيئن تہ علامہ "نجفي"/ "تارڪ" جو حضرت "بيدل" ﷫ جي شاگردن - نبي بخش "سڪايل" ۽ علي بخش "ڪمتر" سان گهرو دوستيءَ وارو ناتو هو ۽ ان تعلق سببان سندس روهڙيءَ ۾ تمام گهڻو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. خاص ڪري، نبي بخش جي درزڪي دوڪان، واقع ڏڪَ بازار ۾ گهڻو ايندو هو. اُن ساڳئي بازار ۾ "بيدل" سائينءَ جي صحبتي، فقير منش پڳت دوارڪي جو دوڪان ۽ حڪيم هاسانند ڀاٽيي ● جو پسارڪو دوڪان هئا، جتي "بيدل" سائين اڪثر اچي ويهندو هو.(9) بهرحال، ممڪن آهي تہ علامہ "نجفي"/"تارڪ" کي "بيدل" سائينءَ جي بزرگن جي اصل وطن واري روايت اتان ئي معلوم ٿي هجي!

فقير هدايت علي "نجفي"/"تارڪ" جي روايت مطابق - "بيدل" سائينءَ جا بزرگ، شاهجهان بادشاهہ جي دؤر حڪومت ۾ دهليءَ کان روهڙيءَ ۾ آيا.(10)

مغل شهنشاهہ شهاب الدين شاهجهان سن ١٠٣٧ھہ / 1628ع ۾ سرير آراءِ تختِ سلطنت ٿيو ۽ سندس دؤر جي پڇاڙي سن ١٠٦٨ھہ/1656ع ۾ ٿي. جيئن تہ علامہ "نجفي"/ "تارڪ" ڪنهن سال جي تعين ڪرڻ کان سواءِ اها روايت نقل ڪئي آهي، ان ڪري اهو قطعي طور تي چئي نہ ٿو سگهجي تہ هن خاندان کي ڪهڙي سال هتان جي داڻي پاڻيءَ ڇڪي هتي آندو!

شاهجهان جي زندگيءَ جو آخري سال قيد ۾ ۽ سندس پٽن جو اقتدار لاءِ رساڪشيءَ ۽ برادرڪُشيءَ ۾ گذريو. جنهن ڪري ڪجهہ عرصي لاءِ سموري هندستان ۾ بي يقينيءَ ۽ بيچينيءَ جو دؤر رهيو. ممڪن آهي، تہ ان دوران حضرت "بيدل" ﷫ جا وڏڙا تجارتي سامان سميت سنڌ ۾ موجود هجن ۽ حالات جي سنگينيءَ سبب ڪجهہ عرصي لاءِ روهڙيءَ ۾ ترسي پيا هجن! ان بعد، هتان جي مناسب آبهوا ۽ هن مبارڪ ۽ ولايت واريءَ سرزمين جي ڪشش کين هميشہ لاءِ هتي رهڻ تي مجبور ۽ مائل ڪيو هجي!!

---

● حڪيم هاسانند ڀاٽيہ عربيءَ ۽ پارسيءَ جو وڏو فاضل هو. ملا سعد الله جي خاندان جو خاص پساري هو. هاسانند ان خاندان جي ذريعي حڪمت جي ڄاڻ حاصل ڪئي. (بروايت آخوند عبدالله)

## حوالا:


1. بولچند راجپال، ديوان: "درويش بيدل جي سوانح عمري" (مضمون)، ماهوار "سنڌو" شڪارپور سنڌ، جنوري 1942ع، ص 21.
2. وفائي، دين محمد، مولانا: "تذڪره مشاهير سنڌ" - ج 3، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو سنڌ، 1986ع، ص 230.
3. "دلسوز"، رجب علي: "فقير قادر بخش بيدل" (مضمون)، ماهوار "نئين زندگي" ڪراچي سنڌ، مئي 1955ع.
4. "بيدل"، عبدالقادر عرف قادر بخش: "پنج گنج" - مهاڳ، سوانح ۽ ترجمو: صوفي سبحان بخش، شاه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه/ حيدرآباد سنڌ، 1976ع، ص 3.
5. ايضاً، ص 4.
6. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "مقالات الشعراءَ" (فارسي)، با مقدمه و تصحيح وحواشي: سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي سنڌ، 1957ع، ص 786.
7. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام" (سنڌي)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو سنڌ، 2004ع، ص 273.
8. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "معيارِ سالڪانِ طريقت" (فارسي)، بتصحيح و مقدمه و تحشيه و تعليقات: دڪتر خضر نوشاهي، مرڪز تحقيقات فارسي ايران و پاڪستان، 2001ع، ص 656.
9. بدوي، لطف الله: "تذڪره لطفي" - ج 2، آر. ايچ. احمد ائنڊ برادرس، حيدرآباد سنڌ، 1967_68ع، ص 57.
10. بروايت آخوند عبدالله.
11. "نجفي"، هدايت علي، فقير: "سندھی زبان اُس کے اشعار و شعراء کی تاریخ"، مترجم اردو: محمّد حفيظ الرحمان "حفيظ"، عزيز المطابع بهاولپور، ۱۳۶۵ھ/ 1946ع، ص 31.

(2)

# حسب

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي تذڪره نگارن مان ٻن مُستند ۽ معتبر محققن - سيد حسام الدين راشديءَ ۽ سيد عبدالحسين شاهه موسويءَ پنهنجي پنهنجي لکڻين ۾ حضرت "بيدل" رحمة الله عليه جي "اصل" متعلق صرف ايترو لکڻ تي اڪتفا ڪئي آهي:

"فقير صاحب جا وڏا..... ڏنڌي ڪري پاٽولي سڏبا هئا."[1]

محققِ سنڌ، سيد حسام الدين راشديءَ 1933ع ۾ پنهنجي هڪ مضمون "عشق جو اوتار، حضرت بيدل پوتار" ۾ حضرت "بيدل" رحمة الله عليه جي خاندان جي حوالي سان نهايت اهم ڳالهه لکي آهي، جنهن ڏانهن تمام ٿورن ماڻهن جو ڌيان ويو آهي. راشدي صاحب لکي ٿو:

"سندس والد بزرگوار پاٽولپ جو ڪم ڪندو هو جنهن ڪري خواجه به سڏبو هو."[2]

سيد حسام الدين راشديءَ جڏهن حضرت "بيدل" رحمة الله عليه تي لکيو پئي، ته پاڻ ان وقت نه صرف روهڙيءَ ۾ "بيدل" سائينءَ جي گادي نشينن سان ملاقات ڪئي هئائين، پر پاڻ انهن خاندانن سان به رابطي ۾ آيو هو جيڪي حضرت "بيدل" رحمة الله عليه جي معتقدين ۽ متوسلين مان هئا. پاڻ حضرت "بيدل" رحمة الله عليه جي انهن سيني متعلقين وٽ موجود تصنيفاتِ بيدل جو معائنو ۽ مطالعو ڪيائين ۽ ان وقت هلندڙ صدري روايتون ۽ حقيقتون پڻ هٿ ڪيائين. راشدي صاحب جو اهو رقم ڪرڻ ته "خواجه" سڏبا هئا، تنهن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته سن 33_1930ع ڌاري روهڙيءَ ۾ ڪجهه اهڙا بزرگ هئا، جن کي اها خبر هئي ته "خاندانِ بيدل" حسبي لحاظ کان "خواجه" هو.

سيد حسام الدين راشديءَ جي حضرت "بيدل" رحمة الله عليه جي خاندان متعلق حاصل ڪيل اها صدري روايت، تازو محترم عبدالوهاب چاچڙ جي دريافت ڪيل دستاويز جي روشنيءَ ۾ صحيح ثابت ٿئي ٿي. ان دستاويز مان حضرت "بيدل" رحمة الله عليه جو "خواجه" قوم مان هجڻ پڻ ثابت ٿئي ٿو.

هتي ان ڳالھ جو بہ ذڪر ڪندا هلون، تہ روھڙيءَ ۾ "خواجہ" قوم وڏي تعداد ۾ رهندڙ هئي، جن جا شهر ۾ هڪ ڪان وڌيڪ محلا موجود هئا ۽ اُنهن مان ڪجھ واپار ۽ تجارت سان پڻ وابستہ هئا. ازان سواءِ، خواجہ قوم جي نيڪ افراد جا اڪيچار آثار جن ۾ مسجدون ۽ ٻيون اڏاوتون شامل آهن، اڄ بہ روهڙيءَ ۾ موجود آهن. اهڙن بزرگن ۽ انهن جي آثارن مان خواجہ محمد حسين واري مسجد، خواجہ محمد باداني جي مسجد، خواجہ محمد صالح جي ٻنڌ واري مسجد وغيره اهم آهن. اهي سڀئي مذڪور بزرگ پنهنجي وقت جا نامور تاجر هئا. روهڙيءَ ۽ بکر جي خواجہ قوم مان ڪيترائي عالم اديب، شاعر پڻ ٿي گذريا آهن. اسان هتي صرف ٻن بزرگن جي ذڪر تي اڪتفا ڪريون ٿا:

(الف) عبدالرئوف بن فتح علي خواجہ جي فارسي زبان ۾ تاريخي مثنوي - "جنگ نامه"، ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ جي تحقيق سان شايع ٿي چڪي آهي.[3]

(ب) حبيب الله بن ابراهيم خواجہ قادري هڪ صوفي بزرگ ۽ برک حڪيم ٿي گذريو آهي، جنهن تصوف، طب ۽ حڪمت ۾ اڪيچار منظوم ۽ منثور رسالا ۽ ڪتاب تصنيف ڪيا. سندس ڪجھ تصنيفات اسان جي نظر مان گذريون آهن.

سنڌ جي تاريخ جي ورق گرداني ڪرڻ سان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ ٺٽي ۾ پڻ "خواجن جو محلو" موجود هو، جتي "خواجہ" قوم ڪثرت سان رهندي هئي. بقول مير "قانع" ٺٽويءَ - رسول آباد جي درس للي نالي هڪ بزرگ، غوث الثقلين جي اشاري تي اچي هنن کي مسلمان ڪيو هو.[4]

دراصل، "خواجہ" هڪ عزت جو لقب آهي. ازان سواءِ لغت ۾ "خواجہ" جي معنيٰ مالڪ، سردار ۽ آقا بہ آهي.[5] ان دؤر ۾، نؤ مسلم کي مانُ ڏيندي کين ان لفظ سان سڏيو ويو. جيڪو اڳتي هلي اُنهن لاءِ ذات ۽ قبيلائي سڃاڻپ طور استعمال ٿيڻ لڳو. اهو ئي سبب آهي، جو سنڌ (ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات) جي "لوهاڻا" قوم جڏهن مسلمان ٿي، تہ "ميمڻ" ۽ "خواجہ" سڏيا ويا. اُهي سمورا صنعت و حرفت ۽ وڻج واپار ۾ مشغول رهيا. ڪپڙي جي صنعت اهم صنعتن مان هڪ آهي، جنهن سان مٿئين قوم جا ماڻهو وابستہ رهيا.[6]

رضوي سادات جي نسب نامن مان پڻ روهڙيءَ جي ريشم بافن (پاٽولين) جو "خواجہ قوم" مان هجڻ ثابت ٿئي ٿو. دراصل، روهڙيءَ جي رضوي سادات

توڙي سکر ۽ روهڙيءَ جي ميرڪي/ موسوي سادات جي اها خاص خوبي رهي آهي، تہ هُنن جتي بہ سڱابندي ڪئي آهي، پوءِ ڪٿي اُهي سادات قبيلا هجن يا غير سادات. ڪيل مٽاچاري بابت مختصر سهي، مگر شجرن ۾ ضروري معلومات لازمي طور قلمبند ڪندا رهيا آهن. اسان هتي رضوي سادات جي نسب نامي مان ڪجهہ اهڙا حوالا ڏيون ٿا، جنهن ۾ پاٽولين ڪي واضح طور تي "خواجہ" قوم لکيو ويو آهي:

- سيد محمد شاهہ قوم خواجہ ريشم باف مان بيوه زال مسمات خير خاتون سان پرڻيو.(7)
- سيد حيدر علي، قوم خواجہ ريشم باف مان مسمات واحد ڏنيءَ سان پرڻيو.(8)
- سيد پيرل شاهہ قوم خواجہ مان مسمات بچل سان پرڻيو.(9)
- قوم خواجہ ريشم باف مان مسمات..... بنت غلام حسين(10)

مٿين مذڪور حوالن مان اها ڳالهہ قطعي طور ثابت ٿئي ٿي، تہ روهڙيءَ ۾ پاٽولڪي ڪرت سان وابستہ گهراڻا دراصل "خواجہ" حسب جا هئا.

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه بہ "خواجہ" قوم مان هو. سندس فاضل شاگرد ـ غلام حيدر "بسمل" بن قاضي ميان پير محمد، "بيدل"سائينءَ جي وصال جي جيڪا تاريخ لکي آهي، ان جي ڇهين مصرع هن ريت آهي:

خواجہء خواجگان قادر بخش،

پاس بوده ز شب کہ آن رفتہ. (11)

مٿئين مذڪور مصرع ۾ شاعر "خواجہ خواجگان" لفظ ذو معنيٰ ۾ استعمال ڪري، جتي "بيدل" سائينءَ سان پنهنجي انتهائي ۽ والهانہ جذبي جي اظهار طور کيس "خواجہ خواجگان" (يعني: عارفن جو سردار) سڏي ٿو تہ اتي کيس ساڳين لفظن ۾ "خواجہ خواجگان" يعني: "خواجہ قوم جو سردار" بہ سمجهي ٿو.

## حوالا:


1. سيد عبدالحسين شاهه موسوي: "ديوان بيدل"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو سنڌ، 1991ع ص 1.
2. سيد حسام الدين راشدي: "عشق جو اوتار عرف بيدل پوتار" (مضمون)، ڏسو: "ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون"، انجمن تاريخ سنڌ، ڪراچي سنڌ، 1981ع، ص 442.
3. اها مثنوي ٽماهي "مهراڻ" حيدرآباد سنڌ جي جولاءِ-سيپٽمبر 1995ع واريءَ اشاعت ۾ شايع ٿي.
4. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو سنڌ، 2004ع ص 450.
5. وارث سرهندي: "علمي اردو لغت" (جامع)، علمي ڪتاب خانه لاهور، 2000ع، ص 684.
6. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "ميمڻ برادري"، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ادبي اڪيڊمي، لاڙڪاڻو سنڌ، 2001ع، ص 60_76.
7. سيد امام علي شاهه رضوي: "نسب نامه ساداتان رفيع الدرجات"، (قلمي) 1942ع ص 44 ۽ 132.
8. ايضاً
9. ايضاً
10. ايضاً
11. "بيدل" عبدالقادر: "تاريخي قطعات،" مرتب: ميرزا فتح علي بيگ "شاهد"، بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙي سنڌ، 2008ع، ص 60.

(3)

# نسب

حضرت عبدالقادر "بيدل" ﷫ جي تذڪري نگارن سندس نسب متعلق خاموشي اختيار ڪئي آهي. قاضي ميان غلام مهدي، نارايڻ ڏيپ گرناڻي، فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ"، سيد حسام الدين راشدي، ڏيپ ڪي منشاراماڻي، پروفيسر لطف الله بدوي، مولانا دين محمد وفائي، ديوان بولچند راجپال، سيد عبدالحسين شاهہ موسوي ۽ رجب علي "دلسوز" درازائيءَ مان هر هڪ حضرت "بيدل" ﷫ جي والد، محمد محسن کان مٿي ڪابہ پيڙهي نہ ڄاڻائي آهي.

"خانقاهہ بيدل و بيڪس" جي گادي نشين، خليفي سبحان بخش جو ترجمو ڪيل "پنج گنج بيدل" سن 1976ع ۾ پيٽ شاهہ ثقافتي مرڪز پاران پڌرو ٿيو. خليفي سبحان بخش، انهيءَ مذڪور ترجمي جي منڍ ۾ جيڪا "بيدل" سائينءَ جي سوانح لکي آهي، تنهن ۾ فقير محمد محسن ("بيدل" جي والد) جي ٻن پيڙهين جو اضافو ڪري، سڀ کان پهريائين ان ماڻار ۾ هلچل آندي. مرحيات خليفي صاحب اهو ڪونہ ڄاڻايو آهي، تہ هُن "بيدل" سائينءَ جي ڏاڏي ۽ پڙڏاڏي جو نالو ڪٿان آندو؟ ڇا وٽس ڪو اهڙو شجرو يا لکت موجود هئي يا نہ! جيڪڏهن هئي، تہ پوءِ 1930ع کان 1976ع تائين "بيدل" سائينءَ جا جيڪي بہ تذڪري نگار ساڻس مليا، انهن کي ڇو ڪونہ ٻڌايائين؟ ٻيو تہ فقير محمد محسن ۽ سندس فرزند، حضرت عبدالقادر "بيدل" پنهنجي دؤر ۾ ٿي علم ۽ درويشيءَ ۾ ناميارا هئا. روهڙيءَ جو شهر ڪو ايترو وسيع ۽ وڏو ڪونہ هو جو هڪ خاندان ٻئي خاندانِ جي اصل نسل کان واقف نہ هجي. اهو بہ صدين کان گڏ رهندڙ خاندان هڪ ٻئي کان ڪيئن ناواقف هوندا! جيڪڏهن واقعي "بيدل" سائينءَ جو خاندان "صديقي" نسب جو هجي ها، تہ اها ڳالهہ ڪنهن کان ڳجهي ڪانہ رهي ها.

جيتوڻيڪ خانداني روايتن کي وڏو وزن هوندو آهي، تڏهن به روايت بهرحال روايت ئي هوندي آهي ۽ جيئن ته تحقيق جو ڪو ڇيهه نه هوندو آهي، ان ڪري ان سفر ۾ جڏهن به متعلقه موضوع بنسبت ڪو مُستند دستاويز دستياب ٿيندو آهي، ته ان وقت اڳ مليل روايت کي مُستند تحرير سان ڀيٽائي، دُرايت جي ڪسوٽيءَ تي پرکي، نتيجا نروار ڪيا ويندا آهن.

## (الف) خليفي ميان سبحان بخش جي شجري واري روايت:

خليفي ميان سبحان بخش واري شجري جي انهيءَ روايت مطابق:

1. خاندانِ بيدل جو پهريون معلوم بزرگ، ميان عبدالقادر آهي.
2. ميان عبدالقادر کي ٻه فرزند، هر هڪ: ميان محمد فريد ۽ ميان غلام لطيف ٿيا.

خليفي سبحان بخش انهن مٿين ٻنهي بزرگن جي احوال ۾ ڄاڻايو آهي ته اُهي ٻئي پڻ صوفي جان الله شاهه جي فرزند، صوفي قلندر علي شاهه جي صحبت ۾ گذاريندا هئا. اتان فيضياب ٿي، معرفت جي منزل ماڻيائون. پاڻ ظاهري ڏنڏو واپار ڪندا هئا."[1]

قاضي ميان غلام مهدي جي ڪتاب "انيس المساڪين" جو اسان اڳ ۾ ذڪر ڪري آيا آهيون. قاضي صاحب پنهنجي انهيءَ مذڪور ڪتاب جي باب ٽئين ۾ ص 94 کان 107 تائين مير قلندر علي جي بيان سان گڏ، سندس مريدن ۽ فيض يافتن - جمن پنجابي، ميان باقر علي شاهه بارگاهه وارو، عبدالنبي شاهه گندا واهه وارو، ميان نور محمد شاهه صالح پٽ وارو ۽ احمد لغاري جو ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ احوال ۾ خليفي سبحان بخش واريءَ روايت ۾ ڄاڻايل انهن ٻنهي بزرگن جو ڪو به ذڪر ٿيل نه آهي.

قاضي ميان غلام مهديءَ پنهنجيءَ تصنيف ۾ پنهنجي استاد ۽ سرپرست جي ڏاڏن جو ڪوبه ذڪر نه ڪيو آهي، جنهن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته خليفي سبحان بخش جي روايت بي بنياد آهي.

3. ميان محمد فريد جو فرزند، محمد محسن ڪلان ۽ ميان غلام لطيف جو فرزند، بيگ محمد پاڻ ۾ سڳا سوٽ هئا، جن لاءِ چيو ويو آهي ته ٻنهي ڄڻن سيد عبدالوهاب شاهه کان فيض پرايو.

اسان جڏهن "انيس المساڪين" جا ورق اٿلايا، ته اُنهن ۾ بيگ محمد نالي ڪنهن به بزرگ جو ذڪر ڪونه ٿو ملي. مذڪور ڪتاب ۾ سيد

عبدالوهاب شاهہ پاڳ ناڙيءَ واري بزرگ جو احوالُ، سندس ڪرامتن ۽ فيض يافتن جو ذڪر ص 108 کان ص 114 تائين ڏنو ويو آهي. اُن احوال ۾ فقير محمد محسن (وڏي) جو شاهہ صاحب جي مريديءَ ۾ اچڻ ۽ فيضياب ٿيڻ جو بيان ص 113 کان 114 تائين ڏنو ويو آهي. ليڪن، اُنهيءَ بيان ۾ ميان بيگ محمد (فقير محمد محسن جو چاچائيل سوٽ) جو ڪو بہ ذڪر نہ ڪيو ويو آهي.

اهو ضروري نہ آهي تہ ڪتاب ۾ هر هڪ بزرگ جو احوال هجي يا ڪنهن گهراڻي جي هر فرد جو ذڪر ڪيو وڃي، پر خليفي سبحان بخش جي مٿئين مذڪور روايت مطابق، ميان بيگ محمّد کي "بيدل" سائينءَ جو چاچو ڄاڻايو ويو آهي.

(ب) "ڪتابِ حڪم" ۾ سن ۱۲۶۲ھ جي دستاويز مطابق نسب جي روايت:

ان کان اڳ جو اسان عنوان ۾ ڄاڻايل تحرير جي متن جو ضروري حصو ۽ ان جو حاصل مطلب پيش ڪريون، اهو ضروري آهي تہ تحرير جي ماخذ ۽ ان جي پس منظر کان قارئين کي آگاهہ ڪندا هلون.

سلطنتِ مغليہ جي نظامِ عدل جي مطالعي مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ ڪنهن بہ شهر، قصبي ۽ پرڳڻي جي قاضيءَ جي منصبي فرائض ۾ اها ڳالهہ شامل هئي، تہ ڪيس هڪ "فيصلن جو رجسٽر" رکڻو پوندو هو جنهن ۾ هر مقدمي جو تفصيل/ جانبين جا بيان وغيره يا تہ خود قلمبند ڪري يا وٽس موجود ڪاتب کان درج ڪرائي. فيصلن واري انهيءَ رجسٽر کي "ڪتابِ حڪم" چيو ويندو هو.[2] قاضين لاءِ لازمي هو تہ "ڪتابِ حڪم" حفاظت سان رکن ۽ تبادلي يا موقوفيءَ جي صورت ۾ اُهو نئين قاضيءَ جي حوالي ڪن. "روهڙي" قصبي ۽ "لڏي ڳاڳن" پرڳڻي جي قاضي، شريعت وَ شرافت پناهہ قاضي محمد افضل (ثالث) جي دؤرِ قضا جو هڪ "ڪتابِ حڪم" محفوظ رهجي ويو آهي، جنهن ۾ سن ۱۲۵۲ھ/1836ع کان ۱۲۶۸ھ/ 1851ع تائين جا دستاويز نقل ٿيل آهن. اسان جي موضوع سان لاڳاپيل دستاويز "ڪتابِ حڪم" جي ص 146 کان ص 147 تي نقل ٿيل آهي. هن قيمتي دستاويز جي دستياب ٿيڻ کان پوءِ، خاندانِ بيدل جي حسب ۽ نسب متعلق، حقيقي ۽ مستند ڄاڻ مهيا ٿي سگهي آهي.

اسان هتي انهيءَ مذڪوره دستاويز مان "بيدل" سائينءَ جي نسب سان تعلق رکندڙ ضروري اقتباس پيش ڪريون ٿا:

"اين ذکریست در بیان آنکه اقرار کرد و اعتراف مقر صحیح شرعی خود فضایل و شرافت پناه فقیر قادر بخش خلف مرحوم محمد محسن ابن مغفور ملا بیگ محمد خواجه که اصیل است به نفس خود و وکیل شرعی ثابت الوکاله است از قبل دو خواهران خود هریک عصمت پناه مساة اسلام خاتون بنت محمد محسن مذکور زوجه متوفی بیگ محمد ولد عبدالله بن بیگ محمد مذکور و مسمات حمید خاتون بنت محمد محسن مذکور زوجه ملا محمد زمان ولد محمد عطا خواجه و از قبل بنت ابن العم خود مسمات لعل خاتون بنت بیگ محمد مذکور بگواهی هریک ملا محمد زمان مذکور و ملا محمد سلیم ولد مرحوم ملا شیر محمد خواجه و حکم قاضی مولی مرافع الیه به ثبوة هر سه وکالت مذکوره... شرعی است به نصب و تعیین قاضی مولی من له لامر ولایته از قبل ابن العم خود مسمّی عبدالله صغیر عرف کور ولد بیگ محمد بن عبدالله بن بیگ محمد مذکور... صغیر مذکور درین بیع بود براین معنی که فروخت بیع نمود، بیع صحیح شرعی احانه دوکان بدست حافظ اسمٰعیل ولد مرحوم ملا ابوالفتح بن حافظ نعمت الله خواجه از آنچه نمود... و ملک موروثی اصالة و وکالة وصایت او بود و در تحت و تصرف مالکانه خود داشت تا زمان این مبایع شرعیه خالیها عن حق الغیر جواز البیع... تمامی یکانه سکنی مشتمل دو حجره خورد و کلان و دالان مسقف سفلی و ایوان خالی معموره بعمارت خام واقع قصبه لوہری محدودات بحدود اربعه."

***

انهيءَ مٿئين نئون دريافت دستاويز جي روشنيءَ ۾، هن خاندان جو نسب ۽ مٽاچاريون هن ريت سامهون اچن ٿيون:

1. خاندان جو پهريون معلوم بزرگ مُلا بيگ محمد خواجه.
2. مُلا بيگ محمد خواجه کي ٻه فرزند هر هڪ: محمد محسن ۽ عبدالله ٿيا.
3. محمد محسن کي ٽي ٻار ٿيا: جن مان هڪ فرزند، فقير قادر بخش ۽ ٻه نياڻيون، هر هڪ حميد خاتون زوجه مُلا محمد زمان خواجه ۽ اسلام خاتون زوجه بيگ محمد بن عبدالله بن مُلا بيگ محمد خواجه.

4. عبدالله بن مُلا بيگ محمد (اول) کي هڪ فرزند بيگ محمد ٿيو. يعني: مذڪور بيگ محمد، فقير محمد محسن (وڏي) جو پاڻٽيو ۽ "بيدل" سائينءَ جو سڳو سؤٽ ۽ پيٽيويو هو.
دستاويز ۾ مذڪوره بيگ محمد بن عبدالله کي متوفي لکيو ويو آهي، جنهن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته هيءَ ١٢٦٢هه/ 1846ع کان اڳ وفات ڪري ويو هو.

5. بيگ محمد بن عبدالله جي اولاد مان هڪ فرزند، عبدالله (ثاني) ۽ هڪ نياڻيءَ مسمات لعل خاتون جو ذڪر ڪيو ويو آهي.
دستاويز مطابق ١٢٦٢هه/ 1846ع ۾ عبدالله بن بيگ محمد صغير هو.

## حوالا:


1. "بيدل"، عبدالقادر: "پنج گنج"، مقدمو سوانح، ترجمو: صوفي سبحان بخش شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه/ حيدرآباد سنڌ، 1976ع ص 5.
2. ابن حسن: "دولتِ مغلیہ کی ہیئتِ مرکزی"، مترجم: عبدالغني نيازي، مجلس ترقي ادب، لاهور 1958ع، ص 463.

(4)

# خاندانِ بيدل جي نُک: حاصلاڻي

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي نسب تي تحقيق ڪندي ڪن قرينن جي موجودگيءَ ۾ ان پاسي ڌيان ويو تہ "بيدل" سائينءَ ۾ سندس سڄڻ سؤٽن جي گهراڻي مان ڪو سؤٽي سؤٽاڻي گهراڻو/ گهراڻا بہ هن ئي محلي ۾ رهائش پذير هجن ۽ اڳتي هلي خانداني روين جي ڪري، اُهي نسبي رشتا ڇڊا ٿي ويا هجن ۽ خاص ڪري نئين ٽهي اُن کان اڻ واقف رهجي وئي هجي! ان ڏس ۾ روايتون هٿ ڪندي اها ڳالهہ معلوم ٿي، تہ "پاٽولڪي سمٽيءَ" ۾ چند ڪٽنبن کان علاوه، هڪ ئي آکهہ جون هيٺيون نکون رهن ٿيون:

1. فاضلاڻي: محمد فاضل جو اولاد
2. شريفاڻي: محمد شريف جو اولاد
3. حاصلاڻي: محمد حاصل جو اولاد

"پاٽولڪي سمٽيءَ" ۾ اول الذڪر ٻنهي نکن يعني: "فاضلاڻي" ۽ "شريفاڻي" جي چند بزرگن سان اسان جون ڪچهريون ٿيون. اُنهن مان پروفيسر محترم عبدالرحيم (فاضلاڻي)، محترم محمد بخش (فاضلاڻي)، چاچي حاجي (شريفاڻي) ۽ چاچي مرحوم محمد آچر (شريفاڻي) کان اسان کي مختلف روايتون دستياب ٿيون.

محترم عبدالرحيم صاحب ٻڌايو تہ آڳاٽو ٽي ڀائر ـ محمد فاضل، محمد شريف ۽ محمد حاصل روهڙيءَ جي "پاٽولڪي سمٽيءَ" ۾ اچي رهيا، جتي سندن اولاد وڌيو ۽ ويجهيو. اڳتي هلي، هر هڪ پنهنجي وڏي ڏاڏي جي نالي سان نُک قائم ڪئي. وڌيڪ ٻڌايائين تہ محمد حاصل، دراصل "بيدل" سائينءَ جو وڏو ڏاڏو هو اهڙيءَ طرح، "بيدل" سائينءَ وارن جي نک "حاصلاڻي" آهي.

اسان مٿي فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ" جي روايت ڏئي آيا آهيون: جيڪڏهن اها روايت صحيح آهي، تہ پوءِ چئبو تہ اُهي ٽئي ڀائر، هر هڪ: محمد فاضل، محمد شريف ۽ محمد حاصل ـ مغل شهنشاهہ شاهجهان جي ڏينهن ۾ اندازاً سن ١٠٦٨هہ/ 1658ع ڌاري روهڙيءَ ۾ آيا هوندا ۽ هميشہ لاءِ

هتان جا ٿي رهيا. انهيءَ مٿئين ڳالھ کي نظر ۾ رکندي اهو چئي سگھجي ٿو تہ ان دؤر کان وٺي هن ويجھڙائيءَ واري زماني تائين، اُنهن ٽنهي وڏن بزرگن جا نالا سندن اولاد ۾ گھڻ ۾ گھڻ ٻہ پيرا ضرور رکيا ويا هوندا! هتي اهو بہ ذڪر ڪندا هلون، تہ "بيدل" سائينءَ جي دؤر جي دستاويزن، خاص ڪري بيع نامن ۾ محمد فاضل ۽ محمد شريف جا نالا ملن ٿا. بهرحال، هن وقت غالباً سواءِ هڪ گھراڻي جي، باقي گھراڻن مان ڪنهن وٽ بہ پنهنجي جد امجد - محمد فاضل ۽ محمد شريف تائين، نسب جو سلسلو محفوظ نہ رهيو آهي. اسان جي راويءَ محترم عبدالرحيم جي پڙ ڏاڏي جو نالو بہ محمد فاضل هو جيڪو "بيدل" سائينءَ جي دؤر جو بزرگ هو. مذڪور بزرگ بہ انهيءَ گھراڻي ۾ يقيناً محمد فاضل (ثاني يا ثالث) هوندو! محترم عبدالرحيم صاحب اها بہ روايت ڪئي تہ اسان حسب جي لحاظ کان "قريشي" آهيون. ليڪن، خانداني طرح وٽس ڪا بہ اهڙي قديم لکت يا شجرو موجود نہ آهي.

"فاضلاڻي" نُک مان ڊاڪٽر خالد جي جاکوڙ جو دائرو روهڙي شهر جي ميونسپالٽيءَ ۾ موجود ڄم ۽ موت جي رجسٽرن (1896ع کان وٺي 1947ع تائين) جي گرد گھمي ٿو. سندس کوجنا مطابق، 1896ع کان پوءِ "پاٽولڪي سمٽيءَ" جي رهواسين جي ڄم ۽ فوتيءَ جي اندراج ۾ فردن جي نالن سان اڪثر "قريشي" لکيل ملي ٿو. البت، تمام ٿورڙن فردن جي نالي سان "پاٽولي" تحرير ٿيل آهي.

انهيءَ مٿئين سموري معلومات کي يڪجاءِ ڪرڻ کان پوءِ، اسان هتي ان جو تجزيو ڪريون ٿا:

1. "پاٽولڪي سمٽيءَ" ۾ رهندڙ موجوده نسل جي فردن جا وڏڙا بہ اتي ئي رهندا هئا.
2. مختلف گھراڻن جي فردن جا موجوده نالا اڻويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري وارن دستاويزن ۾ بہ ملن ٿا. ظاهر آهي تہ اُهي نالا سندن وڏڙن جا ئي هوندا، جي پوءِ دهرائبا آيا آهن.
3. اُن دؤر جي دستاويزن ۾ انهن نالن جي آخر ۾ "خواجہ" جو لاحقو ملي ٿو.
4. "خواجہ" لفظ جو آخر ۾ لاحق ٿيڻ مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ مذڪور لفظ تڪريم ۽ تعظيم طور ڪتب نہ آندو ويو آهي.

آخر ۾ اسان ايترو چونداسين، تہ ڪا بہ تحقيق حرفِ آخر نہ هوندي آهي. هن ڪان پوءِ بہ جيڪڏهن ڪو اهڙو مُستند دستاويز/ لکت دستياب ٿئي، جنهن جي روشنيءَ ۾ خاندانِ بيدل، ان جا سؤٽ ۽ سؤٽاٽي سؤٽ گهراڻا "قريشي/ صديقي" حسب جا ثابت ٿين، تہ اسان کي پنهنجي راءِ تبديل ڪرڻ ۾ ڪا بہ هبڪ ۽ ججهڪ نہ ٿيندي!

(5)
# نامِ نامي اسم گرامي

تذڪرن ۾ "بيدل" سائينءَ جا اڪثر ٻه نالا ملن ٿا: هڪ "عبدالقادر"، جنهن لاءِ جملي تذڪره نگارن واضح طرح سان لکيو آهي ته اهو مذڪور اسم، سندس والد فقير محمد محسن ڇٺيءَ جي موقعي تي مٿس رکيو هو. ٻيو نالو "قادربخش"، جنهن لاءِ متقدم سڄاڻ تذڪره نگارن لکيو آهي ته ڪيس قادر بخش به ڪري سڏيندا هئا. انهيءَ مٿئين جملي مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته انهيءَ موخرالذڪر نالي متعلق، محققن ڪي اهو معلوم ٿي نه سگهيو آهي ته "قادربخش" نالو ڪنهن رکيو ۽ ان نالي جو ڪو پس منظر به هئو؟

سن 1940_41ع ڌاري هڪ روايت آندي وئي ته:

> "فقير عبدالقادر جڏهن بلوغت کي رسيا، تڏهن پنهنجو نالو فقير قادر بخش سان مشهور ڪرائڻ لڳا، ڇاڪاڻ ته سندن نالو حضرت غوث الثقلين قطب الدارين مولانا حضرت محبوب سبحاني عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جي اسم مبارڪ جهڙو هو."[1]

"بيدل" سائينءَ جي مستند تذڪره نگارن مان ديوان ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي، سيد حسام الدين راشدي، ديوان بولچند راجپال ۽ ٻين ڪي، منشارامائيءَ پنهنجي تحريرن ۾ اهڙي ڪا به روايت ڪو نه لکي آهي.

سيد عبدالحسين شاهه موسويءَ جي ڪلامِ بيدل تي تمام گهري نظر هئي. موسوي صاحب، تصنيفاتِ بيدل جو نه صرف ڀرپور اڀياس ڪيو هو، بلڪ حضرت بيدل رحمة الله عليه جا هٿ اکرين / دستخط نسخا پڻ سندس مشاهدي ۽ مطالعي هيٺ رهيا. پاڻ پنهنجي ان اڀياس جي بنياد تي ان نئين وارد روايت کي هڻ ثابتيءَ سان رد ڪري ٿو:

> "فقير پاڻ کي پڇاڙيءَ تائين ٻنهين نالن سان سڏائيندو آيو، جيئن سندس اکرن جي ڏنل نمونن مان به معلوم ٿيندو."[2]

سالن پڇاڻان، "بيدل" سائينءَ جي ڪتاب "پنج گنج" جو خليفي ميان سبحان بخش سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هيءُ ڪتاب پٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران 1976ع ۾ شايع ٿيو. خليفي صاحب، "بيدل" سائينءَ جي نالي متعلق انهيءَ مٿئين بيان ڪيل روايت جو هن طرح اعادو ڪيو آهي:

"خليفي محمد محسن پنهنجي نينگر جو نالو عبدالقادر رکيو پر پاڻ جڏهن وڏا ٿيا ته محبوب سبحاني رضي الله عنه جي اسمِ گراميءَ سبب پاڻ کي 'قادر بخش' به سڏائڻ لڳا."(3)

خليفي سبحان بخش جي انهيءَ مٿئين بيان ۾ ڪجهه ڳالهيون غور طلب آهن، جن جو اسان هتي تجزيو ڪريون ٿا:

* حضرت "بيدل" رحمة الله عليه جو والد، فقير محمد محسن پاڻ قادري طريقي ۾ سيد عبدالوهاب شاهه ياڳ ناڙيءَ واري جو دست بيعت هو. ڇا هُو ("بيدل" سائينءَ جو والد) پاڻ حضرت محبوب سبحانيءَ رضي الله عنه جي عقيدت کان بي خبر هو!

حضرت عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه جيڪو قادري طريقي جو باني مباني آهي، ان جي سلڪ سان سلهاڙيل صوفي بزرگ، سندس عظمت ۽ تقدس کان اڻ واقف هجن، اها ڳالهه سمجهه کان ٻاهر آهي!

* سيد عبدالوهاب شاهه ياڳ ناڙيءَ واري روهڙيءَ پهچي، فرض جي ادائگي ڪرڻ کان پوءِ فقير محمد محسن جي ٻانهن صوفي جان الله شاهه جي حوالي ڪئي، جنهن پڻ فقير کي پنهنجو خليفو مقرر ڪيو. مير صاحب جو پنهنجي ان خليفي تي وڏو راض هو. "بيدل" سائينءَ جي ولادت واري زماني ۾ مير جان الله شاهه حيات هو. مير صاحب پاڻ پنهنجي وقت جو مرشد ۽ قادري سلسلي جو پيرِ طريقت هو جنهن لاءِ "بيدل" سائينءَ لکيو آهي:

"ولی تاجور اقلیم وحدت"

"بيدل" سائينءَ جو نالو "عبدالقادر" هن جي سامهون رکيو ويو. جيڪڏهن "عبدالقادر" نالو رکڻ طريقت جي باني مبانيءَ جي عزت ۽ عظمت جي خلاف هجي ها، ته خود مير جان الله شاهه پنهنجي خليفي محمد محسن کي مذڪور نالي رکڻ کان ضرور منع ڪري ها! ازان سواءِ، خليفو سبحان بخش هڪ پاسي عقيدت ۽ احترام جي ڳالهه ٿو ڪري، ته وري ٻئي پاسي لکي ٿو ته: "محبوب سبحاني جي اسم گراميءَ سبب پاڻ کي قادر

بخش به سڏائڻ لڳا." حالانڪ خليفي صاحب جي مادري زبان سنڌي هئي. ڪيس جملي ۾ "به" جي استعمال جي پلي ۾ پت ڄاڻ هوندي اها ڳالهه مسلم ۽ مڃيل آهي، ته تصوف ۾ پيرِ مغان ڪان وڌيڪ ٻي ڪا به مقدس ذات ناهي. بقول حافظ شيرازي:

به مي سجاده رنگين کن گرت پير مغان گويد،
که سالک بيخبر نبود ز راه و رسم منزلها.

جيڪڏهن واقعي "بيدل" سائين ۽ پنهنجو نالو "عبدالقادر"، حضرت غوث پاڪ رحمة الله عليه جي نالي جي هڪجهڙائي ۽ ڪري تبديل ڪيو هو ته پوءِ آخر تائين ڇو ان نالي کي برقرار رکيائين؟ "بيدل" سائين ۽ جو پنهنجي نالي "عبدالقادر" کي برقرار رکڻ ۽ ان کي پنهنجي اشعار ۾ آڻڻ، ان ڳالهه جي ثابتي آهي ته مٿئين مذڪور روايت جُڙتو آهي.

"پنج گنج" جي اشاعت کان لڳ ڀڳ چوٿائي صدي پوءِ، "بيدل يادگار ڪاميٽي ۽" جو قيام عمل ۾ آيو ته "بيدل" سائين ۽ جي درگاهه تي منعقد ٿيندڙ ساليانې ميلي جي موقعي تي باقاعدگي ۽ سان ادبي ميڙاڪن جو انعقاد به ٿيڻ لڳو. انهن علمي ۽ ادبي محفلن جو روح روان، سموري تڙ جي ساهت جو سينگار اسان جو محترم دوست اختر درگاهي آهي. هن نفسانفسي ۽ جي دؤر ۾ ڪتاب ڇپرائڻ ڪا مذاق ناهي. جناب اختر درگاهي ۽ جي همت ۽ حوصلي کي داد ڏيو ڏجي، جو موصوف ڪانفرنسن دوران پڙهيل مقالن کي هر سال ڪتابي صورت ۾ محفوظ ڪري، منظرِ عام تي آڻيندو رهي ٿو.

پاڻ سن 2002ع کان 2009ع تائين "بيدل" ڪتابي سلسلي جا 10 شمارا شايع ڪري، "بيدل" سائين ۽ جي سوانح، اعليٰ فهم ۽ فڪر کي سنڌ ۽ سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر پنجاب تائين پهچائڻ ۾ ڪامياب ويو آهي، جنهن لاءِ هُو بيشڪ جَسُ لهڻي.

اسان هتي پهريائين مٿي ڄاڻايل "بيدل" ڪتابي سلسلي طرف ڌيان ڇڪرائيندا سين. "بيدل - 1" کان "بيدل - 10" تائين شايع ٿيل هر شماري جي اندرئين ٽائيٽل پيج تي "بيدل" سائين ۽ کي صرف "فقير قادر بخش بيدل" جي نالي سان لکيو ۽ ياد ڪيو ويو آهي. ان کان علاوه، "بيدل يادگار ڪاميٽي ۽" طرفان جيڪي ڪتاب شايع ٿيا آهن، انهن مان —

- "مثنوي دلڪشا" (فارسي/ سنڌي)، مطبوعہ 2005ع جي ٽائيٽل پيج تي "فقير قادر بخش بيدل" ڇاپايو ويو آهي.
- "ديوان سلوڪ الطالبين" (فارسي)، مطبوعہ 2006ع جي ٽائيٽل پيج تي "فقير قادر بخش بيدل" ڇاپيو ويو آهي.
- "ديوان منهاج الحقيقت" (فارسي) مطبوعہ 2007ع جي ٽائيٽل پيج تي "فقير قادر بخش بيدل" لکيو ويو آهي.

انساني حواسن، نون سالن تائين لاڳيتو اشاعت هيٺ آيل هر ڪتاب جي ٽائيٽل پيج تي "فقير قادربخش بيدل" ڏٺو ۽ زبان اُچاريو تہ سماعتن ذريعي ذهن ۾ "بيدل" سائين، "فقير قادر بخش" جي نالي سان نقش ٿي ويو ۽ سندس اصل نالو "عبدالقادر" اوپرو ٿي پيو.[1] اسان جي راءِ مطابق، فاضل دوست اختر درگاهيءَ جو پنهنجي گوناگون مصروفيات جي ڪري، ان طرف ڌيان نہ ويو هوندو! ان ڪان پوءِ، جڏهن سن 2008ع ۾ "بيدل" سائينءَ جي رسالي "رحلت هائي رجال الله" ۾ متفرق تاريخي ڪلام جو مجموعو "تاريخي قطعات" (فارسي)، از: "فقير عبدالقادر المتخلص بہ بيدل" جي نالي سان راقم الحروف جي نگرانيءَ ۾ نروار ٿيو تہ علمي حلقا توڙي عام عجب ۾ اچي، اڻ ڄاڻائيءَ جو اظهار ڪندي حقيقت معلوم ڪرڻ لڳا. ان صورتحال کي سامهون رکندي، راقم فيصلو ڪيو تہ "بيدل" سائينءَ جي ڪلام، تصنيفات تي لکيل ترقيمن، مُهرن ۽ سندس ڪيل دستخطن جي روشنيءَ ۾ نئين سر جائزو وٺي، ڪنهن حتمي نتيجي تي پهچجي.

راقم السطور جي ڪتب خاني ۾ فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ" جي تيار ڪيل "ڪليات نثر بيدل" ۾ سندس ئي ڪتابت ڪيل "بيدل" سائينءَ جون چند شعري تصنيفات موجود آهن. مذڪور ڪليات ۾، جن ڪتابن جي ترقيمي ۾ "بيدل" سائينءَ پنهنجو نالو "عبدالقادر" ڄاڻايو آهي، انهن ڪتابن جا ترقيما هتي ملاحظي لاءِ ڏجن ٿا:

---

[1] ان جو هڪ نتيجو اهو بہ نڪتو تہ سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر، جن فاضل محققن "بيدل" رحہ متعلق لکيو تہ "قادر بخش" جي نالي سان ئي لکيو. تفصيل لاءِ ڏسو: ڊاڪٽر شفقت جهان خٽڪ: "آثار عارفانہ فارسي در سند در دوره انگليسا (1843ع الي 1947ع)" - مقالو: "دانش"، مرڪز تحقيقات فارسي ايران پاڪستان، اسلام آباد.

علیه وآله وسلم بوده و ترجمه این بیت مسطور شده بیت این که ابا امید می دارند استفهام به سبیل تعجب
یعنی چگونه امید می دارند گروهی که حسین را شهید کردند شفاعت جد او را روز شمار اغرب انفیت
که سلی لظلم و جنایه قتل ساند و خواهد که پیغمبر آن مظلوم و مقتول او را شفاعت کند نظم تعجب است مرا این
لعین که از سر جهل نداشت حرمت اولاد پاک مصطفوی بریخت خون حسین و شوخی دارد به طمع لطف
خدا و شفاعت نبوی امید بعنایت الهی و حمایت حضرت رسالت پناهی آنست که از مومنان فضل احمدی
و میامن شفاعت احمدی قسمی اتم و اکمل و سهمی اعم و اشمل به بروزگار محنت زدگان آخر زمان که در ماتم مثنی شامل تر
شاه شهیدان با دیده گریان با سینه بریان حاضر می شوند و کدهستان حکایت جگر سوز و نکایت
غم اندوز شهدای کربلا می شنوند و صل مستوصل دارد و فرماینده کتاب و خواننده و شنونده و نویسنده
از مشوبات آن نوشندگان شربت شهادت و کرامات آن پوشندگان خلعت سعادت محروم
و بی بهره نگذارد نظم ای جهان آفرین بجان حسین به غم و درد بیکسی حسین که رسانی ثواب آن شهدا
بمصیبت رسیدگان حسین فضل کن بر مصنف و کاتب و هر بخواننده هم لشان این آمین یا مجیز
خاتمه یا نیر اطموان هذه الاوراق تسود لیهیجان للاشتیاق متبدئ باحادیث النبویة و منتهی بعض
مقالات التی تخرج من روضة الشهدا فی حب السبطین کمن تالیفها من عبدالقادر الفقیر و تحریرها
من ذریته میر محمد زمان المتخیر تاریخ اتمامها ثامن عشر من شهر رجب فی سنة الف ماتین
ثمانین اللهم ادخلنا فی زمرة خدام قرة العینین رسول رب العلمین و حشرنا معهم و تحت لوای دولته آمین
الهی بحرمت شاه شهیدان به دل ما حب اولادش ده آمین نولایتی خان انجمن بجانم که باشند ولا هوادار محشر

عڪس ڪتاب "قرة العينين في مناقب السبطين"، بخط "نجفي" ۾ "بيدل" سائينءَ
جو نالو "عبدالقادر" آندو ويو آهي.

صدقون کرين يقينا ٻه ذات صفات کي گهر جاڻين جهونجهان کمن
جي صدقون سر صدق کيجي تا ملدا دوست سڄڻا من کلام مهدي تا الزمان
هادي الي الرحمان پير محمد راشد قدس سره وحدت مون کثرت ٿي آهي
کثرت وحدت کل ٿي اندر پرين ٻاهر پرين ٻيون ٻي ڳالهه ٻاهر ٿي هي هنگام تو حاصل
مرتبي محبوب جو من کلام وحدت نژاد موسس اساس اتحاد مولانا عبدالحق
درازي قدس سره هر چه بيني ز فوق عرش علا ٻه هستي او ست تا به تحت ثري
غير حق نيست در جهان موجود ٻه همه هستي از و شده برپا من کلام ساقي ميخانه
وحدت وجود عارف رموز غيب و شهود مولانا قبول محمد درازي قدس سره
جا من تي جانان ٻه پرين پهري آئيو ٻه کهاڻا ڍي کهاڻ ٻه ته کيڏو لکي کيو
من کلام عارف بالله باز عاشق محرم راز خليفه سچيڏنه قدس سره
هڪ پيسا روسو ٿيو وحدت کثرت کل ٿي الف کان ٿيو آدم ٿيو کري هنگام تو حاصل
خلق الاشيا فهو عينها هي تا مبده اهل ٿي مون کافر ٿيو ٻي ٻهوان ڳالهه ٻهل
ٻيهج گلائي کل ٿي مرپاري منصور جان ٻه خاتمه بر ضمير منير وحدت تخمير معني
شناسان و محققان اساس و وحدانيت اساس معني شناس مي برد هوشمند ابلا
که چون احقر خاکپاي اهل نظر فقير عبدالقادر ذهنست عقيده تام و اضافت

عڪس ڪتاب "سند الموحدين" بخط "نجفي" ۾ "بيدل" سائينءَ جو نالو "عبدالقادر" استعمال ٿيل آهي.

قال مولانا الحسین الکاشفی قدس سره فی تفسیر آیة کریمه یحبهم و یحبونه سه

یحبهم و یحبونه چه اسرار است      جز بزیر پرده مگو خویش را فرو میاد دست

گفت آن شارح کلام کردگار      نکته توحید او را یاد دار

کین عجب گنج نهانی هست ژرف      کاندرو معنی شگرف و رازی شگرف

سر زده از پرده های ذات او است      عاشقی و معشوقی از آیات او است

زیر پرده خود خریدار خود است      خود کلیم و مست گفتار خود است

رنگ هر گونه بست و اصحاب گیان      حق تجلی کرد پنهان و عیان

هستی کن گر تو طالب حق      تا ن بیرون آئی ز شبهه [illegible]

چند روز این فکر را بر پای دار      تا به بینی گلشن بر جای خار

[illegible] استغراق [illegible]      دست بردار از سر و ستر حجاب

معزّ و در بحر [illegible] تمام

عاقبت [illegible] والسلام

تمت الخیر دیوان مصباح الطریقة تصنیف جناب رشد مآب دستگیر
دانش گستان حضرت فقیر صاحب فقیر عبد القادر صاحب قدس الله سره العزیز
تحریر یافتم بیست و هفتم ماه ذی الحج سنه ۱۳۱۰ هجری مطابق یازدهم [illegible]
از دست خادم الفقراء قاضی غلام مهدی خلف مرحوم قاضی [illegible] برای مطالعه [illegible]

عڪس ترقيمه "ديوان مصباح الطريقة" ۾ ڪاتب قاضي غلام مهديءَ "بيدل" سائين جو نالو "عبدالقادر" لکيو آهي.

دیباچه نثر سلوک الطالبین

بهترین معانی مضمون ثنای غیر متناهی سلطانی است که قلم ارادتش بر ورقهٔ قاف و
نون فقرهٔ یمحو الله ما یشاء و یثبت رقم کرده مصرع روست سلطان که بر خط چو خواهد او کند و خوشترین
نغماتی فحوای تحیات بلانهایات صاحب برهانی که خامهٔ رفعتش بر صفحهٔ ان دردو دیوان
عبارت کنت نبیاً و آدم بین الماء و الطین متبحر و آورده فرد محمد بعثت عرب آمده
بمعنی نگر صورت عرب آمده وصلوات صبح سیرت ذی عترت غلام که حجاب هز زواهر مناقب آنهارا
اشعه و لمعات الکم علیه اجراً الا المودة فی القربی باعث رنگ و آب است و مشتاق آفتاب
جمال محمدی شیماست و محمد و آل محمد هم نورند وه مرآت شناسان صحابه کرام که دردر
فر منقبت آنها انوار اصحابی کالنجوم بایهم اقتدیتم اهتدیتم مرحب ضیاء ثابت
خوگر چه دوریم از طیب قربت و دوریت که بنده ثنا شماییم و ثنا خوان شما
اما میگوید خادم العاشقین طالب العارفین ذره اصغر فقیر عبدالقادر که اگر چه این چند ابیات
تشوق است اکراز جاذبه قلبی از زاویه غیب بعرصه ظهور رسید و شیوه و از علمی
معانی در محفل منطق رسید و غیر ترکیبی است که عقول از ادراک فهم آن رموز ممدود آنی را اشکال
مطالعه معموره نقش مخطوطها ندو نه چندین الحاقی است که مقلوب می کشان منضبط بر غلط
بتمرع مبادی ملاحظه معانیش توجه فرمایند لیکن مطالعه ایشان اعتقاد فقیر کامل عمله

عکس ديباچہ "ديوان سلوڪ الطالبين" بخط "نجفي" ۾, "بيدل" سائينءَ جو نالو "عبدالقادر" ڪتب آندل آهي.

1. قرة العينين في مناقب السبطين:

"كان تاليفها من عبدالقادر الفقير و تحريرها من رفيقہ پير محمد ن المستخر تاريخ اتمامها ثامن عشره من رجب المرجب في سنتہ الف ماتين ثمانين."(4)

2. سند الموحدين:

"چون احقر خاکپای اہل نظر فقیر عبدالقادر نسبت عقیده تام واضافت اراده تمام بدین سلسلہ علیہ و طریقہ.... بتاریخ دوم شہر رجب سن یکہزار و دو صد شست و شش با تمام رسانید وبہ سندالموحدین مسمّٰی گردانید "(5)

حضرت عبدالقادر "بيدل" ﷫ پنهنجي شعري تصنيف "ديوان سلوڪ الطالبين" جو ديباچو نثر ۾ لکيو آهي. هيءُ ديباچو پڻ "ڪليات نثر بيدل" جي مرتب/ ڪتابت ڪندڙ فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ" مسودي جي حصي طور ڇاپايو آهي. "بيدل" سائينءَ هن ديباچي ۾ پڻ پنهنجو نالو "عبدالقادر" آندو آهي. ڊاڪٽر خضر نوشاهيءَ، "بيدل" سائينءَ جي هڪ ٻي شعري تصنيف "ديوان منهاج الحقيقت" ايڊٽ ڪرڻ وقت اهو مذڪور ديباچو پنهنجي "پيش گفتار" ۾ آڻي، محفوظ ڪري ڇڏيو آهي.❶

حضرت عبدالقادر "بيدل" جي آخري ديوان ۽ ضخيم شعري تصنيف "مصباح الطريقة" آهي. انهيءَ مذڪور ديوان جو ڪاتب، خود "بيدل" سائينءَ جو شاگرد، قاضي ميان غلام مهدي بن ميان پير محمد آهي. ديوان جي اختتام تي قاضي ميان غلام مهدي هن ريت رقم طراز آهي:

"تمت بالخیر دیوان مصباح الطریقہ تصنیف جناب رشد مآب و دستگیر دامن گرفتگان حضرت فقیر صاحب فقیر عبدالقادر صاحب قدس اللہ سرہ.....
تحریر تاریخ بیست و ہفتم ماہ ذی حج سنہ ۱۳۱۰ھ مطابق یازدہم جولائ 1893ء
از ید خادم الفقراء قاضی غلام مہدی خلف مرحوم قاضی پیر محمد...."(6)

---

❶ راقم الحروف، ڊاڪٽر خضر نوشاهيءَ کي مذڪور ديباچي جي فوٽو ڪاپي ڏيڻ وقت ڪيس "بيدل" سائينءَ جي نالي بنسبت ڏيان ڇڪرايو هو جنهن جو اظهار ڊاڪٽر صاحب هن ريت ڪيو آهي: "اور اس دیباچہ سے جو اہم بات سامنے آئی ہے وہ یہ کہ اس نے اس میں اپنا نام عبدالقادر ہی لکھا ہے، نہ کہ قادر بخش. جو زیادہ متداول ہے" (بحوالہ: ڊاڪٽر خضر نوشاهي: "ديوان منهاج الحقيقت"- پيش گفتار 2007ع. ليڪن، معلوم نہ آهي تہ جڏهن مذڪور ديوان ڇپجي پڌرو ٿيو تہ ان جي سرورق تي ڪهڙي سبب "قادربخش بيدل" لکيو ويو.

هتي ان ڳالهه ڏانهن به ڌيان ڇڪرائڻ ضروري سمجهان ٿو ته خوش قسمتيءَ سان ان ساڳئي "ديوان مصباح الطريقة"، بخط: مصنف (يعني: حضرت عبدالقادر "بيدل") جي آخري صفحي جو عڪس "ديوان بيدل" مؤلف: سيد عبدالحسين شاهه موسويءَ ۾ شايع ٿيل آهي، جنهن مان اهو صاف طرح سان معلوم ٿئي ٿو ته مصنف خود پنهنجي انهيءَ شعري تصنيف ۾ پنهنجو نالو "عبدالقادر" ئي لکيو آهي، نه "قادر بخش."

فقير محمد محسن "بيڪس"، حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جو فرزند نه صرف سندس علمي وارث هو پر ڪائنس پوءِ سندس "امانت" جو به حامل هو. "بيڪس" سائينءَ پنهنجي والد، حضرت عبدالقادر "بيدل" جون جيڪي به تصنيفون پنهنجي هٿ اکرين نقل ڪيون آهن، انهن ۾ ادب ۽ احترام وچان پنهنجو والد ۽ مرشد جو نالو شاذ و نادر ئي وٺي ٿو. ايتري قدر جو ولادت ۽ وفات جي قطعه تاريخن ۾ پڻ سندس نالو ڪو نه ٿو آڻي، جيڪو نهايت ضروري هوندو آهي. جيڪڏهن اهي "بيڪس" جي هٿ اکرين ۽ "ديوان بيدل" (مرتب: "بيڪس") ۾ لکيل نه هجن ها ۽ ڪنهن ٻئي ذريعي سان ڪنهن ڪيءَ هٿ اچن ها، ته ڪيس خبر ئي ڪانه پوي ها ته اِهي مذڪور تاريخون حضرت "بيدل" رحمة الله عليه لاءِ چيون ويون آهن. بهرحال، پاڻ ڪمالِ عقيدت وچان کيس مختلف لقبِ القابن سان پڪاري ٿو. سائين ننڍي جي ڪتابت ڪيل نسخن ۾، اسان صرف هڪ هنڌ صاحبِ موصوف ڪي پنهنجي والد جو نالو لکندي ڏسون ٿا. سائين ننڍي، سائين وڏي جي وفات جون پنج تاريخون فارسيءَ ۾ لکيون آهن، جن مان ٽي راقم وٽ سندس ئي هٿ اکرين موجود آهن. جڏهن ته مصنف جي هٿ اکرين به تاريخون ڊي، ڪي. منشاراماڻيءَ صاحب وٽ موجود هيون. منشاراماڻيءَ صاحب اهي به تاريخون پنهنجي مضمون: "محمد محسن 'بيڪس' (1859ع - 1882ع) جو اڻ ڇپيل ڪلام" ۾ ڏنيون آهن. انهن مان هڪ وصال جي تاريخ تيرهن بيتن تي مشتمل آهي، جنهن جي بيت نمبر پنجين جي ٻئي سٽ ۾ فقير محمد محسن پنهنجي والد ۽ مرشد جو نالو "عبدالقادر" آندو آهي. اها سٽ هن ريت آهي:

"ليس عبدالقادر الاهو الحق المبين."(7)

ازان سواءِ "بيڪس" پنهنجي هڪ سرائڪي ڪافيءَ ۾ پڻ "بيدل" سائينءَ جو نالو "عبدالقادر" آندو آهي:

"ناهي عبدالقادر الا! آهي عين الله."(8)






عڪسِ دستخط و مهر فقير عبدالقادر "بيدل"

مٿي ڏنل جُملي نهايت ثقه ۽ مُستنبد حوالن مان اها ڳالهه پايه ثبوت کي پهچي ٿي، ته "بيدل" سائينءَ پنهنجي تصنيفات ۾ پنهنجو ڇٽيءَ وارو نالو "عبدالقادر"، جيڪو سندس والد رکيو هو ئي ڄاڻايو آهي. ازان سواءِ، پنهنجي علمي آثارن ۾ ڪثرت سان ان نالي کي آڻڻ مان به اهو ثابت ٿئي ٿو ته پنهنجي والد طرفان رکيل نالو "عبدالقادر" کين ڪيڏو نه عزيز هو.

"بيدل" سائينءَ جي انهن ٻنهي نالن، يعني: "عبدالقادر" ۽ "قادربخش" متعلق راقم انهيءَ راءِ جو آهي ته قديم وقت کان وٺي سنڌ ۾ نئين ڄاول ٻار جا ٻه نالا رکڻ جو رواج هلندو پيو اچي. والد يا والدين ٻار جو هڪ نالو رکندا آهن، ته گهر جا ڪي ٻيا ڀاتي نؤ مولود جو ڪو ٻيو نالو رکندا آهن. هتي به غالب امڪان اهو ئي آهي ته فقير محمد محسن گهڻو ڪري متوسلِ سلسله طريقت کي خيال ۾ رکي، قادري طريقت جي باني؛ حضرت شيخ عبدالقادر جيلانيءَ سان ڪمالِ عقيدت ۾ پنهنجي نؤ مولود فرزند جو نالو "عبدالقادر" رکيو هوندو. جڏهن ته غالباً گهر جي ڪن ٻين ڀاتين "قادربخش" نالو تجويز ڪيو هوندو! سنڌ جي عام رواج موجب، مذڪور فردُ عمر جي هر حصي ۾ گهڻو ڪري ٻنهي نالن سان پُڪاريو آهي ۽ پڪارجندڙ به اهي ٻئي نالا قبول ڪندو آهي. ليڪن، ڏسڻو اهو آهي ته "صاحب اسمين" پنهنجو ڪهڙو نالو ڪتي ڪتو آڻي. تحقيق جي اڻانگي سفر ۾ هڪ محتاط نويس محقق/ ليڪڪ تي اهو فرض عائد ٿو ٿئي، ته هُو هڪ امانتدار جي حيثيت ۾ ڪمالِ احتياط سان اصل شيءِ پڙهندڙن جي آڏو پيش ڪري. هتي اسان حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جو فارسيءَ ۾ هڪ معروف شعر پيش ڪريون ٿا:

فقير عبدالقادر که صوفی و حنفی است،
فگند طرح سکونت به قصبه لهری. (٩)

دراصل، انسان جي پهرئين سڃاڻپ سندس نالو هوندو آهي. ڪوبہ ماڻهو جڏهن پنهنجو يا پنهنجي ڪنهن ساٿي سنگتيءَ جو تعارف ڪرائيندو آهي تہ سڀ کان پهريائين پنهنجو نالو ٻڌائيندو آهي، ۽ ان کان پوءِ پنهنجيءَ ذات کي اجاگر ڪندڙ اهم ڳالهيون ڳڻائيندو آهي. غور ۽ فڪر جو مقام آهي، تہ فقير صاحب پنهنجو تعارف پنهنجي اسم "عبدالقادر" سان ڪرائي ٿو ۽ پنهنجي شاعريءَ واري ذات، پنهنجو مشرب، مسلڪ ۽ جاءِ سڪونت سڀ جو سڀ پنهنجي اسم "عبدالقادر" سان ئي منسوب ۽ وابستہ ڪري ٿو.

## حوالا:


1. هرجاڻي، گدومل: "ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ"، تلڪ پريس، سکرسنڌ، 1940ع ص 8 ۽ 9
2 سيد عبدالحسين شاهہ موسوي: "ديوان بيدل"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو ڇاپو ٻيون 1991ع ص 5
3 "بيدل" عبدالقادر: "پنج گنج"، مقدمو سوانح، ترجمو: صوفي سبحان بخش، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهہ/ حيدرآباد سنڌ، 1976ع ص 9
4. "نجفي" "/" تارڪ"، هدايت علي فقير: "ڪليات نثر بيدل" (قلمي)
5. "بيدل"، عبدالقادر : "ديوان مصباح الطريقت" (قلمي) ڪاتب: قاضي ميان غلام مهدي
6. ڏسو: "ديوان بيدل"، ص 3
7. منشاراماڻي ٻي. ڪي: "محمد محسن 'بيڪس' (1859ع-1882ع) جواڻ ڇپيل ڪلام" (مضمون) ٽماهي: "سنڌي ادب،" انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو سنڌ، آڪٽوبر 1980ع ص 52
8. سيد عبدالحسين شاهہ موسوي: "ديوان بيڪس"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو سنڌ، 1965ع ص 123، ڪاڻي نمبر 78، روپ ٻروو.
9. سيد عبدالحسين شاهہ موسوي: "ديوان بيدل"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو سنڌ، ڇاپو ٻيون 1991ع ص 28

(6)

# قادري طريقي ۾ مرشد

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمه الله کي روحاني فيضُ حضرت قلندر شهباز رحمه الله وٽان مليو. پر، ان جي باوجود پاڻ طريقت ۾ "قادري" سلڪ سان منسلڪ رهيو. جنهن پنهنجي اشعار ۾ متعدد ڀيرا اظهار ڪيو اٿائين. مثال طور هڪ هنڌ چوي ٿو:

چو شد سلسله قادریه نسبت،
بر آستان علی مرتضیٰ جبین نسبت. [1]

تصوف جي جُملي سلسلن مان ڪنهن سان به منسلڪ ٿيڻ لاءِ، زماني جي مرشدن مان ڪنهن هڪ جو دست بيعت ٿيڻ لازمي آهي. اهو هڪ عجيب اتفاق آهي، ته "بيدل" سائينءَ جي متقدم مُستند تذڪره نگارن مان ڪنهن به ان طرف ڌيان ڪونه ڏنو آهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪري ٿو ته اڄ اسان قادري طريقي ۾ "بيدل" سائينءَ جي مرشد کان اڻ واقف آهيون. گهڻو پوءِ، خليفي سبحان بخش "پنج گنج" جي مقدمي ۾ ڏنل سوانح بيدل ۾ ڄاڻايو ته :

"سندن والد صاحب سن ۱۲۴۳هه (1827ع) ۾ صوفي جان علي شاهه وٽ سندن بيعت ڪرائي، ذڪر فڪر جي تلقين ڪرائي."[2]

خليفي سبحان بخش جي انهيءَ مٿئين ڏنل اقتباس جو تجزيو ڪندي اسان پهريائين ته ان ڳالهه ڏانهن ڌيان ڇڪرائينداسين، ته خليفو صاحب جنهن بزرگ کي خليفي محمد محسن ۽ سندس فرزند عبدالقادر جو مرشد ٿو ڄاڻائي، ان جو نالو ئي غلط لکيو اٿائين. "رضوي سادات" جي جُملي نسب نامن ۾ انهيءَ بزرگ نالو "جان الله شاهه" ملي ٿو نه "جان علي شاهه". ازان سواءِ سنڌ جي مختلف تذڪره نگارن به مير صاحب کي "سيد جان الله شاهه رضوي" جي نالي سان ياد ڪيو آهي. خود "بيدل" سائينءَ به مير صاحب جي وفات جي قطع تاريخ ۾ سندس نالو "جان الله شاهه" ڄاڻايو آهي:

"جناب شاهہ جان الله صوفی،
مکمل مرشد و پیر طریقت". (3)

مير صاحب جون پنهنجون ٻہ تحريرون موجود آهن، جن جي آخر ۾ ڏنل دستخط ۾ ٻہ ڀاڱ کي "العبد مسکين جان الله" لکيو اٿائين. اسان هتي هڪ اهڙي تحرير جو عڪس ملاحظي لاءِ ڏيون ٿا:




دستخط و مهر مير جان الله شاهہ رضوي (ثاني)

خليفي سبحان بخش پنهنجي انهيءَ مٿئين بيان ۾ "بيدل" سائينءَ جي بيعت ڪرڻ جو باقاعدي سن ۱۲۴۳هہ/ 1827ع ڄاڻايو آهي. هُن اِهو سن ڪٿان آندو تنهن جو ڪوبہ حوالو ڪونہ ڏنو اٿائين. اسان کي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي، تہ آخر اهڙو ڪهڙو راوي هو جنهن کي "بيدل" جي جوانيءَ جي آغاز

(جڏهن سندن عمر 14 ورهيه هئي) ۾ بيعت ڪرڻ جو سن ياد هوا قاضي ميان غلام مهدي، "بيدل" سائينءَ جو شاگرد هو. سندس لکيل ٻن ڪتابن جي اسان کي خبر آهي. هڪ "سوانح حيات بيدل فقير"، جيڪو هن وقت ناپيد آهي. ليڪن، ان کي ڏٺي ڪي. منشاراماڻيءَ ورق ورق ٿيل صورت ۾ ڏٺو ۽ پڙهيو هو. جيڪڏهن اُن ۾ اهڙو احوال آيل هجي ها، ته موصوف ضرور لکي ها! قاضي ميان غلام مهديءَ جو ٻيو ڪتاب "انيس المساڪين" آهي. انهيءَ مذڪور ڪتاب جي اسان ڪافي ورق گرداني ڪئي آهي، پر اسان کي اُن مان ڪوبه اهڙو احوال ڪونه ٿو ملي. لڳي ٿو ته خليفي سبحان بخش هڪ اندازي تي اهو سن مقرر ڪري، ان کي اُنهيءَ مذڪور سوانح حيات ۾ درج ڪري ڇڏيو آهي. بهرحال، ڪنهن معتبر ۽ مُستند حوالي جي غير موجودگيءَ ۾ "بيدل" سائينءَ جو مير جان الله شاهه وٽ دست بيعت ٿيڻ ۽ چاٿايل سن تسليم ڪري نه ٿو سگهجي. ٻي اهم ڳالهه اها آهي، ته مير جان الله شاهه "بيدل" سائينءَ جي انهيءَ بيعت واري سن ۱۲۴۳ھ/ 1827ع کان پوءِ به 12 ورهيه حيات رهيو ۽ سن ۱۲۵۵ھ/ 1839ع ۾ وصال ڪيائين. ٻارهن سال هڪ طويل عرصو آهي. پر، ڪنهن به تذڪره نگار "بيدل" سائينءَ جي مير جان الله شاهه سان خلوت توڙي جلوت ۾ ڪنهن به ملاقات/ ڪچهريءَ جو ڪوبه تذڪرو نه ڪيو آهي. "بيدل" سائينءَ، مير جان الله شاهه جي وصال تي قطعه تاريخ لکي آهي، جا هتي سنڌي ترجمي سميت قارئين جي دلچسپيءَ لاءِ ڏيون ٿا:

جناب شاه جان الله صوفی، مکمل مرشد و پیر طریقت.
به هنگام تکلم طالبان را، خبر می داد ز اسرار حقیقت.
چو در وحدت وجودی لب کشودی، بدیدی سالک انوار انیت.
عیان می بوده در هر مستفیدش، از و آثار خدمات محبت.
بسلسله قادری می ساخت مسرور، دل دوران به تقریب معیت.
چو عزم سیر ملک لا مکان کرد، جلوس آورد بر تخت هویت.
پئ سال وصالش هاتفی گفت، ولی تاجور اقلیم وحدت.(4)

۱۲۵۵ھ

- جناب جان الله شاهه صوفي ڪامل مرشد ۽ طريقت جو پير آهي.
- پاڻ پنهنجيءَ گفتگوءَ دوران پنهنجي طالبن کي حقيقت جي ڳجهه کان آگاهه ڪن ٿا.

- ❖ جڏهن هُو وحدت الوجود جي حوالي سان ڳالهائي ها، تہ تون هن کي ڏسين ها تہ هُو انوارِ انيت جو سالڪ هو.
- ❖ قادري سلسلي جي حوالي سان زماني وارن جي دلين کي هُن ويجهو آڻيندي سُرور بخشيو.
- ❖ جڏهن لامڪان جي سير جي سفر جو ارادو ڪيائين تہ تخت هويت تي تشريف فرما ٿيو.
- ❖ سندس وصال جي سال جي حوالي سان غيب منجهان آواز آيو تہ اقليم وحدت جو تاجدار ولي آهي.

"بيدل" سائينءَ جي انهيءَ مٿئين قطع تاريخ مان ڪوبہ اهڙو اشارو ڪو نہ ٿو ملي، تہ مير جان الله شاهہ طريقت ۾ سندس مرشد هوا

هتي اها بہ وضاحت ڪندا هلون تہ هن وقت تائين اهڙي ڪابہ لکت سامهون ڪونہ آئي آهي، جنهن ۾ "بيدل" سائينءَ جو سلسلہ طريقت بيان ٿيل هجي. البتہ تذڪرن ۾ موجود روايتن جي بنياد تي هيٺينءَ ريت احتمال ڏيکاري سگهجي ٿو:

صوفي صديق فقير اهر واري جي روهڙيءَ ۾ آمد ۽ "بيدل" سائينءَ کي سندس قربت حاصل ٿيڻ ۽ صوفي فقير جو ڪيس "فنا في المعشوق" مان اُڪاري پار پهچائڻ مان گمان ڪيئي سگهجي ٿو تہ "بيدل" سائين قادري سلسلي ۾ صديق فقير جو دست بيعت ٿيو هوندوا

محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بہ "بيدل" سائينءَ تي صديق فقير جي گهري اثر جو ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ ڊاڪٽر صاحب جو قول آهي:

> "بيدل جهوڪ جي خليفي صوفي محمد صديق کان متاثر ٿيو هو ۽ پوءِ جهوڪ جي صوفين بزرگن بابت فارسيءَ ۾ هڪ جامع تاريخ لکيائين."(5)

"بيدل" سائينءَ جي تصنيف "ڪرسي نامہ قادريہ" مان بہ اهڙو گمان ملي ٿو. فقير صاحب بہ "ڪرسي نامہ" لکيا. هڪ ۾ سيد عبدالوهاب شاهہ تي اختتام ڪيو اٿائين ۽ ٻيءَ کي صديق فقير ۽ سندس فرزند صوفي بايزيد تي پهچائي، پوءِ پنهنجي لاءِ دعا گهري اٿائين. ليڪن، سيد جان الله شاهہ رضويءَ جو انهن ٻنهي "ڪرسي نامن" ۾ ڪو بہ ذڪر ڪونہ ڪيو اٿائين.

## حوالا:

1. "بيدل"، عبدالقادر: "ديوان مصباح الطريقت" (قلمي فارسي).
2. "بيدل"، عبدالقادر: "پنج گنج"، مهاڳ، سوانح ۽ مترجم: صوفي سبحان بخش شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه/ حيدرآباد سنڌ، 1976ع، ص 18.
3. "بيدل"، عبدالقادر: "تاريخي قطعات"، مرتب: ميرزا فتح علي بيگ "شاهد"، بيدل يادگار ڪاميٽي، روهڙي سنڌ، 2008ع، ص 32
4. ايضاً
5. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر: "رهاڻ هيرن ڪاڻ"- ج 6، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور سنڌ، 2005ع، ص 32

باب ٻيو

# ڀ تصنيفون

(1)

## ڪرسي نامہ قادريہ

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه قادري سلسلي جو صوفي بزرگ ۽ صوفي شاھہ عنايت شهيد جي سلسلي سان وابستہ هو. پاڻ ان سلسلي جي مشائخن جا نالا، ٻن منظوم فارسي "ڪرسي نامن" ۾ بيان ڪري محفوظ ڪيا اٿائين. خليفي سبحان بخش، اُن تصنيف جو سن ١٢٦٧ھہ/ 1850ع ڏنو آهي. طريق اول ۾ سيد عبدالوهاب شاهہ پاڳ نانڍي تائين مشائخن جا نالا قلمبند ڪيا ويا آهن، جڏهن تہ طريق ثاني ٻن حصن تي مشتمل آهي: پهريون حصو طريق اول مطابق آهي ۽ ٻئي حصي ۾ ڇڻ پنهنجو طريقت نامو صوفي شاهہ عنايت شهيد تائين بيان ڪيو اٿائين.

اسان هتي سڀ کان پهريائين "بيدل" سائينءَ جي چيل "ڪرسي نامہ قادريہ" جو فارسي متن، ان کان پوءِ "ڪرسي نامہ" جي معنيٰ ۽ مفهوم ۽ اوسر، ان بعد روهڙيءَ ۾ قادري سلسلي جو سرسري جائزو ۽ آخر ۾ "بيدل" سائينءَ جي رَچيل "ڪرسي نامہ قادريہ" ۾ ذڪر هيٺ آيل ٻن مشائخن جو احوال بيان ڪريون ٿا:

الف: ڪرسي نامہ قادريہ ـ متن:

طريق اول

يارب بحرمتِ شہ کونين مصطفیٰ صلى الله عليه وسلم

يا رب بحرمتِ شہ مردان مرتضیٰ

يا رب بحرمتِ شہ شهداءِ کربلا

يا رب بحقِ زين عبا صاحبِ علا

با حرمتِ محمد باقر امام دین
با حقِ جعفر و شہ کاظم علی رضا

با حق شیخ کرخی معروف پاک دل
با حق شیخ سری سقطی شہ ہدا

با حرمتِ جنید کہ بغداد جای اوست
با حق شیخ شبلی بوبکر مقتدا

با حق شیخ عبدالواحد شہ یمن
کو چون سہیل تافتہ برچرخ کبریا

با حق رہبر دین عبداللہ اکملی
کش بود تکیہ گاہ بطرطوس منجلا

با حق علی محمد یوسف کہ قریشی است
با حق ابی سعید کہ پیر است رہنما

با حرمتِ علو مرتب جناب غوث
با حق قطب عبدالرزاق مہتدا

با حق شاہ سید ابی نصر محی الدین
با حرمتِ محمد سید بصد غنا

باحرمتِ آنکہ سید موسیٰ است نام او
با حرمتِ امیر حسن شاہ مجتبیٰ

با حق سید احمد جلی و شافعی
با حق بہاؤالدین شہ ارض و سما

با حق شیخ شاہی ملتان مسکنش
با حق شاہ عبدالملک اعظم اولیا ●

---

● سيد عبدالملڪ، بيجاپور دکن (المتوفيٰ: ۱۰ محرم الحرام ۱۱۱۱هہ/ 8 جولاءِ 1699ع)

با حق عنایت اللهؒ صوفی شهید حق
با حق شاه جان محمد شه اصفیا

با حق شیخ پاک غلام رسول نام
با حرمتِ غلام محمد شه صفا

با حق شاه عبدالوهاب قادری
ما راز جمله جلو نگوشان شان نما

## طريق ثاني

احمد علی و حسن و شه زین عابدین
باقر و امام جعفر و کاظم و علی رضا

معروف کرخ و سری سقطی و جنید شیخ
بوبکر شبلی و عبدالواحد شه صفا

عبدالله و محمد یوسف و ابو سعید
غوثِ کریم و عبدالرزاق مهتدا

بونصر هم محمد موسیٰ و شه حسن
احمد بهاؤالدین شه ارض و سما

زان بعد شیخ شاهی عبدالملک بود
زان پس عنایت الله هادی سوی خدا

جان محمد است و غلامِ رسول پس
مقتولِ حق غلام محمد بصر علا

زان بعد کرد عبدالوهاب قادری
ارشاد طالبان بسوی مقصد بقا

● شهادت: ۱۱۳۰هه/ 1718ع

با حرمتِ وحيد شهيدِ فرنگِ عشق
و حضرتِ عنايت الله سلطان اصفيا

با حق فضل شيخ ابراهيم با کمال
کو خورد باده وجد ز ميخانهء صفا

با حرمتِ آن شه که سلام الله دوست
با حق عزت الله هادی و مهتدا

با حرمت محمد زاهد کمالِ فيض
با حق رتبهٔ شه فضل الله پيشوا

با حرمت محمد صديق و اصلی
با حق با يزيد گل باغ ـ کبريا

اين بنده که طالبِ ذوقے وصال تست
از جمله سالکان رهِ عشق خود نما •

### ب: ڪرسي نامو ـ تعارف ۽ تاريخ:

"ڪرسي نامو" هڪ مرڪب لفظ آهي، جيڪو ٻن ٻولين، هر هڪ: عربي (ڪِرس) ۽ فارسي (نامہ) جو مشترڪ روپ آهي. مولوي محمد حسين "برهانِ قاطع" ۾ عربي لفظ "ڪرس" (ڪ جي زير سان) اصل ۽ نسب جي معنيٰ ۾ ڏنو آهي. اصل عبارت هن ريت آهي:

> "ڪِرس: بہ ڪسر اول در عربي اصل و نسب ڪيزي و خانہ هائي درهم پيوستہ و متصل بهم"[1]

فارسي ۽ اردو فرهنگ نويسن مان "فرهنگ مخلص"، "ناظم الاطباء"، "فرهنگ نفيسي" ۽ "لغت نامہ دهخدا" ۾، ۽ اردوءَ مان "فرهنگ آصفيہ"، "فيروز الغات"، "فرهنگ عامره" ۽ "علمي اردو لغت" وغيره ۾ لفظ "ڪرسي نامي" جي معنيٰ "نسب نامو" ۽ "شجره نامو" ڏني وئي آهي.[2] "نسب" جي معنيٰ ۾ هيءَ اصطلاح آڳاٽو صرف هند جي ڪن

---

• "بياض فقير محمد محسن بيڪس": مملوڪ سيد عبدالحسين شاهہ موسوي،

علائقن، جهڙوڪ: دکن ۽ گجرات وارن وسيع خطن ۾ مروج رهيو آهي. هيءُ صنف، اردو ۽ فارسي ٻولين ۾ غالباً نظم جي صورت ۾ لکي وئي آهي ۽ نظم ۾ به اڪثر ڪري "مثنويءَ" جي صنف ڪتب آندي وئي آهي. البت، اهو سوال پنهنجي جاءِ تي باقي آهي، ته "ڪرسي نامہ" اصل ايراني صنف آهي يا هند جي پيداوار. يا ائين ڪٿي چئجي، ته "نسب" کي بيان ڪرڻ لاءِ هن اصطلاح کي فارسيءَ ۾ گهڙيو ويو يا اردوءَ وارن انهيءَ ايجاد ۾ اڳرائي ڪئي.

ان سوال جي جواب لاءِ اسان جڏهن "فارس" جي فارسي فرهنگ ۽ موسوعات ڏانهن رجوع ڪريون ٿا، ته اُهي خود انهيءَ مذڪور لفظ جي معنيٰ هند جي لغت نويسن کان وٺندي نظر اچن ٿا. ان لاءِ فارسيءَ جي مشهور ۽ مستند موسوعات "لغت نامہ دهخدا" جو مثال ئي ڪافي آهي، جنهن انهيءَ مذڪور لفظ جي معنيٰ برصغير جي نامور لغت نويس، آنندرام "مخلص" (۱۱۰۹ھ/ 1697ع - ۱۱۶۴ھ/ 1750ع) جي فرهنگ جي حوالي سان آندي آهي. انهيءَ مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته جيڪڏهن هيءُ مرڪب لفظ فارسي زبان ۾ مُستعمل هجي ها، ته علي اڪبر دهخدا ان متعلق معلومات جا انبار لڳائي ڇڏي ها. هونئن به فارسيءَ ۾ "شجري" يا "نسب نامي" لاءِ لفظ "تبار نامہ" مروج آهي.

هاڻي ڏسون ٿا ته "ڪرسي نامہ" جو اصطلاح هند جي ڪهڙي خطي ۾ سڀ کان پهريائين انهيءَ مذڪور معنيٰ ۾ مروج ٿيو. اردوءَ جي محقق، ڊاڪٽر ظفر اقبال جو چوڻ آهي ته ان جي ابتدا دکن مان ٿي، جتان پوءِ هيءُ صنف هند جي ٻين علائقن، يعني: گجرات ۽ دهلي طرف رائج ٿي. انهيءَ سان گڏ، سندس اهو به چوڻ آهي ته دکن ۾ اردوءَ جي روايت کان گجرات ۾ اردوءَ جي روايت ڪي قدر قديم آهي. تنهن ڪري، گجرات واري خطي ۾ سِرجيل قديم اردو ادب ۾ پڻ ان صنف کي ڳولي سگهجي ٿو.

"نسب ۽ شجري" جي معنيٰ ۾، اسان جي ڄاڻ ۾ جيڪي "ڪرسي نامہ" آيا آهن، اُهي هن ريت آهن:

1. "ڪرسي نامہ"، از: محمد قادر بخش، 1886ع.

راجا عطا حسين، رئيس پرڳڻي سوراج پور، ديناپور جو شجرو.[3]

2. "ڪرسي نامہ قوم بگهيل"، از: مولوي رحمان علي (۱۲۴۴ھ/ 1828ع - ۱۳۲۵ھ/ 1907ع)[4]

ازان سواءِ، ڪپتان جيمس ٽاڊ جي "تاريخ راجستان" حالات مارواڙ- (طبع اول: فيبروري 1818ع) جي اردو ترجمي ۾ شاهانِ راجپوت، اقوامِ راجپوت، اقوامِ موريہ بنسي ۽ چندربنسي جو اصل ۽ نسب وغيره "ڪرسي نامہ" جي عنوان سان ڏنو ويو آهي.[5]

صاحبانِ علم و فن، مذڪور صنف جي دائري کي وسعت ڏني ۽ هن اصطلاح تحت بيان ٽيندڙ خاندان جي پرين ۽ پيڙهين کان اڳتي وڌي تصوف ۽ طريقت جي سلسلن کي پڻ بيان ڪيو ويو. ان ڏس ۾ دکن جي مشهور صوفي، برهان الدين جانم جي فرزند ۽ ميران جي شمس العشاق جي پوٽي، امين الدين علي اعليٰ بيجاپوريءَ جو "ڪرسي نامہ" هڪ وڏو مثال آهي.[6] امين الدين علي (ولادت: ٢٣ رمضان المبارڪ ١٠٠٧ھ/ 19 اپريل1599ع - وفات: ١٠٨٥ھ/ 1674ع) يارهين صدي هجريءَ جو صوفي بزرگ هو. انهيءَ مان اها ڳالهہ واضح ٿئي ٿي تہ يارهين صدي هجريءَ ۾ غالباً ان کان بہ گهڻو اڳ ۾ "ڪرسي نامہ" جي صنف طريقت جي شجرن کي بيان ڪرڻ لاءِ استعمال ۾ ايندي هئي. "ڪرسي نامہ" ۾ خانداني شجرن ۽ طريقت نامن کي بيان ڪرڻ وقت صرف نالن تي ئي اڪتفا ڪئي وئي، بلڪ انهن شخصيتن متعلق ازين قسم ضروري ڄاڻ، ڄمر ۽ وفات وغيره کي بہ بيان ڪيو ويو. اردو مخطوطات جي فهرست نگارن ٻارهين صدي هجريءَ ۾ لکيل اهڙن چند "ڪرسي نامن" جو ذڪر ڪيو آهي:

1. "چهار ڪرسي" - تصنيف: ١١٩٦ھ/ 1781ع - مصنف: احمد خان شيراني (مصنف ڪولار ميسور جو باشندو).
2. "ڪرسي نامہ چهار پيرانِ طريقت" - مصنف: معصوم.
3. "ڪرسي نامہ چهار پيرانِ طريقت" - مصنف: مخدوم قادري مريد شاهہ بدر الدين. هن ڪرسي نامي ۾ شاهہ شمس الدين قادريءَ جي شجره طريقت ۽ سندس اخلاف جو بيان آهي.[7]

احمد خان شيرانيءَ تہ "ڪرسي نامہ" تحت فرائض، وضو، تيمم، فرائض احڪام و ارڪان، فرائض نماز وغيره بابت هڪ سو ويهہ مسائل بيان ڪيا آهن.

## فارسيءَ ۾ "ڪرسي نامہ":

فارسيءَ ۾ لکيل "ڪرسي نامن" جي فهرست تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ اهي هيٺين عنوانن جو احاطو ڪن ٿا:

- چهارده معصومين عليهم السلام جي تاريخ ۽ شجرو
- خانداني شجرا.
- طريقت ناما.
- مغل ۽ افغان بادشاهن جا سلسليوار نالا.
- دانشمنديءَ علم ڪلام واصول جي اساتذه جو شجرو
- مهاوت گري/فيل بانيءَ جي مختصر تاريخ.

مٿين موضوعن تي ملندڙ "ڪرسي نامن" جي فهرست هن هيٺ پيش ڪجي ٿي:

1. "ڪرسي نامہ آل رسول" - از: شاهہ عبدالعزيز دهلوي, ڪاتب: محمد هادي بن محمد علي, ڪتابت: ٢٣ رجب المرجب ١٢٨٢هہ/ 12 ڊسمبر 1865ع, مملوڪ: ڪتبخانہ مجاهد اسلام فيصل آباد.
2. "ڪرسي نامہ گوجران" - مصنف: رتن چند, 1900ع ڌاري حيات هو. گجران بجران جي احوال ۾ پنجابي زبان ۾ منظوم ديباچي سميت آهي. مملوڪ: لاهور دانشگاهہ.
3. "ڪرسي نامہ اصفهاني" - صفي علي شاهہ مرزا حسن (١٢٥١هہ/ 1835ع - ١٣١٦هہ/ 1898ع) - در طريقت شاهہ نعمت الله.
4. "ڪرسي نامہ" - محمد شريف قادري تا عبدالباقيءَ جو شجرو.
5. "ڪرسي نامہ" - ذهبي شيرازي ابو القاسم بابا جو شجرو ۽ ذهبيہ طريقت جو سلسلو شيخ ڪرخي ۽ امام موسيٰ رضا عليه السلام تائين.
6. "ڪرسي نامہ سادات همداني" - مصنف: محمد شهاب الدين همداني. هن بزرگ خلافت جو خرقو پنهنجي والد شاهہ بلاول همدانيءَ کان حاصل ڪيو. سندس والد خواه والده, بيبي سلطان خاتون "همدان" جاوا هئا, ليڪن ڪيس پنجاب جي خاڪ نصيب ٿي. موصوف هن "ڪرسي نامي" ۾ پنهنجي خاندان جون پاڙيهہ پُشتون, خود پاڻ کان وٺي سيد اسحاق وقفي همداني, فرزندِ امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام تائين ڏنيون آهن. ازان سواءِ, پيغمبر صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم ۽ آئمه عليهم السلام جي زندگيءَ جو مختصر احوال پڻ لکيو آهي.
7. "ڪرسي نامہ" - مظفر علي شاهہ ڪرماني: محمد تقي بن محمد ڪاظم جو طريقت نامو مثنويءَ جي قالب ۽ بحر هزج ۾ 75 بيتن تي مشتمل آهي.
8. "ڪرسي نامہ سلطان سرور" - سلطان سخي سرور جي طريقت نامي جو بيان.

9. "ڪرسي نامہ شاهہ نعمت الله ولي ڪرماني."
10. "ڪرسي نامہ شيخ عبدالقادر جيلاني" - شيخ رحمة الله عليه جي مشائخن جو شجرو.
11. "ڪرسي نامہ تيمور" - صاحبقران امير تيمور گورگان جو شجرو ۽ مغل و افغان بادشاهن جا نالا.
12. "ڪرسي نامہ" - محمد شريف جو شجرو.
13. "ڪرسي نامہ دانشمندي" - از: شاهہ ولي الله دهلوي، هن بزرگ پنهنجي والد کان شيخ ابوالحسن اشعريءَ تائين دانشمنديءَ، علم ڪلام و اصول جي استاذه جو شجرو بيان ڪيو آهي. هيءَ "ڪرسي نامو" نولڪشور ڪانپور مان 1884ع ۾ شايع ٿيو.
14. "ڪرسي نامہ مهاوت گري" - از: سيد احمد ڪبير بن محمود فيلبانيءَ جي مختصر تاريخ، مملوڪ: نيشنل ميوزيم ڪراچي.[9]

## سنڌ ۾ "ڪرسي نامہ":

سنڌ ۾ لکيل "ڪرسي نامن" متعلق، اسان جي معلومات نهايت محدود آهي ۽ اسان کي هن وقت تائين صرف ڇهن "ڪرسي نامن" جي ڄاڻ حاصل ٿي سگهي آهي، جن جو احوال هيٺ ڏجي ٿو:

1. "ڪرسي نامہ" - از: مهر علي شاهہ. هيءَ فارسي نظم ۾ ٺٽي جي مهدوي رضوي سادات جو شجرو آهي. مصنف، مهر علي شاهہ بن غلام علي شاهہ رضوي سادات مان نواب مير ڪمال الدين (المتوفيٰ: ۱۱۲۵هہ/ 1713ع) جو پوٽو ۽ مير مرتضيٰ الهام (المتوفيٰ: ۱۱۲۶هہ/ 1715ع) جو پاٽئيو هو. بحيثيت علمي شخصيت ۽ هڪ شاعر جي، سندس احوال ڪنهن بہ تذڪري ۾ ڪونہ ٿو ملي. "بياض صابر" ۾ مذڪور "ڪرسي نامي" کان علاوه، مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي وفات جي قطعہ تاريخ پڻ محفوظ آهي.[10]
2. "ڪرسي نامہ قادريہ" - از: حضرت عبدالقادر "بيدل" - بہ عدد، جن جو احوال اسان منڍ ۾ ڏئي آيا آهيون.
3. "ڪرسي نامہ" - از: مخدوم حبيب الله سيوهاڻي (ولادت: ۱۲۶۴هہ/ 1847ع). مخدوم سليم الله، ڪتاب "المڪتوب الحبيب" جي مقدمي ۾ "ڪرسي نامي" مان هڪ اقتباس آندو آهي، جنهن مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ هيءَ

فارسي نثر ۾ هڪ نسب نامو آهي. هن ۾ خاندان جي بزرگن جا ڄمڻ، وفات ۽ مدفن وغيره پڻ ڄاڻايل آهن.(11)

4. "ڪرسي نامه صابريه" - از: حڪيم قاضي محمد يعقوب قريشي متخلص به "صابر" (المتوفي: 22 ڊسمبر 1974ع). هيءُ پروفيسر ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ جو والد بزرگوار هو. هُن پنهنجي سلسلہ طريقت بنسبت بہ "ڪرسي نامہ" هڪ فارسي نظم ۾ ۽ ٻيو سنڌي نظم ۾ يادگار ڇڏيا آهن.(12)

ان کان علاوه، مخدوم حسن الله پاٽائيءَ (المتوفي: ۱۳۳۹ھ/ 1920ع) پنهنجي ڪتاب "انساب مشائخ سيوستان" ۾ لفظ "نسب نامي" جي جاءِ تي بہ ٻيرا لفظ "ڪرسي نامو" استعمال ڪيو آهي.(13)

## ج: روهڙيءَ ۾ قادري سلسلي جو سرسري جائزو:

روهڙي ۾ "قادري" طريقي کي متعارف ڪرائڻ ۽ ان کي فروغ ڏيارڻ ۾ ڪهڙي بزرگ جون بنيادي ڪوششون ۽ محنتون هيون؟ ان لاءِ سنجيده تحقيق جي ضرورت آهي. اُن حوالي سان اسان روهڙيءَ ۾ قادري طريقي جي فروغ جي حوالي سان هڪ سرسري جائزو ورتو آهي، جيڪو هتي قارئين جي خدمت ۾ پيش ڪيون ٿا:

(الف): "في بناءِ امصار سنڌ" جي مصنف مطابق سن ۴۹۸ھ (1106ع) ۾ محبوب سبحاني شيخ عبدالقادر جيلاني ﷺ بنفس نفيس خود روهڙي ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ "لهر" نالي هڪ شخصُ سندن خدمت ۾ اسلام کان مشرف ٿيو. هُن غوث پاڪ جي رهڻ واري هنڌ تي مسجد تعمير ڪرائي ۽ اتي ڳوٺ ٻڌائين، وغيره. مٿئين مصنف، ڪتاب "جمع الجوامع" جي حوالي سان اهو بہ لکيو آهي تہ گهڻو پوءِ، ستين صدي هجريءَ جي ابتدا ڌاري "مبارڪ" نالي هڪ شخص غوث الاعظم جي نسبت سبب روهڙيءَ جو نالو "غوث آباد" رکيو.(14)

شيخ عبدالقادر جيلانيءَ ﷺ متعلق لکيل مستند تذڪرن مان ڪنهن ۾ بہ سندن سنڌ ۾ آمد جو ڪوبہ ذڪر ڪونہ ٿو ملي. ازان سواءِ، مٿئين مذڪور سن (۴۹۸ھ) کان گهڻو اڳ ۾ "لهري" قصبي جو وجود تاريخ ۽ آثارن مان ثابت آهي. البت، "لهر" جي قبر ۽ قبو ويهين صديءَ جي ابتدا تائين موجود هو ۽ اَسيءَ واري ڏهاڪي ۾ بہ روهڙيءَ جي معمر بزرگن کي معلوم هئو.(15) هن وقت، ان مقبري جون ڏيون ديوارون موجود آهن.

(ب): مغل شهنشاهه شاهجهان جي دؤر حڪومت ۾ سن ١٠٤٠هه/ 1630ع ۾ شيخ عبدالقادر جيلاني ﷫ جي اولاد مان هڪ بزرگ، سيد محمود "روهتاس ڳڙهه" مان "روهڙيءَ" ۾ وارد ٿيو ۽ "نقادي محلي" ۾ جايون خريد ڪري سڪونت پذير ٿيو. ڪيس مسجد مبارڪ "جامع فتح خان" جو امام مقرر ڪيو ويو. هن بزرگ، سلسله قادريه مطابق عوام جي روحاني زندگيءَ جي اصطلاح ۽ تربيت جو ڪم ڪيو يا نه؟ اُن بابت تحريري ثبوتن جي عدم دستيابيءَ جي ڪري، ڪجهه به يقين سان چئي نه ٿو سگهجي. البت، سندس اولاد مان افضل شاهه عرف علي بخش شاهه جيلاني ﷫ هڪ ارفع روحاني شخصيت ۽ صاحبِ ولايت بزرگ هو. ان دؤر جي ديواني دستاويزن ۾ ڪيس نهايت تڪريم سان ياد ڪيو ويو آهي. هيءُ بزرگ "بيدل" سائينءَ جو وڏو معاصر هو.[16]

(ج): ميان بيگ محمد "نامي" بن زنده علي بيگ ارغون پنهنجي ڪتاب "تواريخ حڪام و متصديان بکر" (قلمي) ۾ ڄاڻايو آهي:

"٢٥ ذي القعد سن ١٠٨١هه/ (5 اپريل 1671ع) ۾ هادي دين، مهدي راهه يقين حاجي عبدالرزاق - اولاد حضرت قطب الاقطاب، غوث الاعظم، سرور پيرانِ عالم حضرت شاهه عبدالقادر جيلاني قدس الله سره العزيز حاجي محمد ذوالفقار - اولاد حضرت امام الامم اعظم نور مضجعه و حاجي عبدالله - از اولاد مرحوم شيخ حسن بصري ﷫ جن روهڙي قصبي جي نزديڪ درياهه تي منزل ڪئي. ٻنهي شهرن (سکر، بکر ۽ روهڙي) ۽ انهن جي پرپاسي جي ڳوٺن جا جملي اڪابر، اشراف ۽ خلق خدا حضرت حاجي عبدالرزاق جي پابوسي لاءِ حاضر ٿيا ۽ پاڻ به انهن جو صدق ڏسي، هر هڪ کي امر و نهي، طاعت ۽ عبادت، پند و نصيحت سان نوازيائين ۽ مڪروهات ۽ منهيات کان منع ڪيائين ۽ هر جمعي تي مسجد جامع ڪلان (جامع فتح خان) ۾ نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ منبر تان وعظ فرمائيندا هئا."

ڄاڻايل بزرگن مان حاجي محمد ذوالفقار جنهن جي عمر 103 سال هئي، روهڙيءَ ۾ وصال ڪيو. ڪيس جامع مسجد لڳ دفن ڪيائون. جڏهن ته باقي به بزرگ ذوالحج مهيني ۾ هندستان روانا ٿي ويا.[17]



Scanned by CamScanner

(د): هڪ بزرگ، حاجي محمد هاشم يارهين صدي هجريءَ جي ٻئي اڌ جي پوئين چوٿائيءَ ۾ بغداد جي مشائخن کان قادري طريقي ۾ خلافت جو خرقو ڏيکيو ۽ ارشاد ۽ تلقين جو اجازو هٿ ڪيو.

❖ شيخ ابراهيم بن شيخ احمد قادري پنهنجي "اجازي" ۾ تحرير ڪيو آهي:

"....اما بعد اني وقفت علي هذه الاجازة المبارکہ و رايت حاملها رجل صالح الراغب في الدار الاخرة....." (جماد الاول ۱۰۸۲ھ)

❖ سيد شيخ علي ابن سيد شيخ احمد القادري الحموي، حاجي محمد هاشم کي ڏنل "اجازي" ۾ تقريباً مٿئين عبارت لکي آهي. هن اجازي جو سن ربيع الثاني ۱۰۹۲ھ/ 1681ع چٽاڻيل آهي.

❖ شيخ ابراهيم بن السيد الشيخ الشريف الشيخ شرف الدين جو "اجازو".

بزرگ حاجي محمد هاشم پنهنجي والد ماجد، ميان محمد الياس سان گڏ، مغل شهنشاهه اورنگ زيب عالمگير جي دؤر حڪومت ۾ روهڙيءَ ۾ وارد ٿيو ۽ "پالڪي نشين شيخن جي محلي" جي اوپر ۾ ڏک بازار لڳ جايون وٺي، سڪونت پذير ٿيو.[18] هن بزرگ پاڻ سان گڏ اکيچار متبرڪ تبرڪات پڻ آندا هئا، جن لاءِ موصوف پنهنجي حويليءَ لڳ هڪ "زيارت گاهه" پڻ قائم ڪئي، جتي اهي تبرڪات محفوظ ڪري رکيا ويا. انهن تبرڪات ۾ محبوب سبحاني ﷺ جي دستار مبارڪ پڻ آهي. فقير علي بخش "ڪمتر" پنهنجي ڪن ڪافين ۾ درگاهه ۾ دستار مبارڪ جو ذڪر هن ريت آندو آهي:

شاهه بغدادي سندي دستار جي درگاهه اُت،
رهندڙن کي جنهن ڪيو بغداد يا جيلان ۾.

✻

منجهس دستار حضرت پير شه بغداد جي آهي.
ڪيو جنهن شهر روهڙيءَ جو مراتب شان بهتر تي.
انهيءَ دستار واري پير پيران جو مريد آهيان.
ڪندو باطن جي بينائي سندو الطاف "ڪمتر" تي[19]

قال الله تعالى وتزودوا فان خير الزاد التقوى

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله وكفى وسلام على عباده الذين اصطفى وشرفهم بوفاء
العهود والمواثيق وجعلهم من الخلفاء والائمة الخلفاء اقامهم في
ارضه داعين الى قدسه على نهج الكتاب والسنة مشائخ ربانيين
وعلماء مرشدين قامعين البدعة مظهرين للدين وناصرين الكتاب العزيز وسنة
جدهم سيد المرسلين والصلوة والسلام على سيدنا محمد نبيه وعبده ورسوله
جاءنا بالهدى ودين الحق ليظهره على الدين كله وجعله شفيعا لمن اتبع اثره و
اقتفى وبعد فيقول الاذن بكتابة هذه الاجازة الشريفة
القادرية المنسوب اليه فيه صحيح من البابس الخرقة الشريفة القادرية والخلافة على عادة
اهل الصفا باذنا اهل الوفا وافتتاح الذكر واختتامه بشرطه المعتبر عند اهله
قال ذلك بفمه خويدم فقراء الفقراء الشيخ ابراهيم بن السيد الشيخ الشريف
الشيخ شرف الدين بن السيد الشريف احمد بن السيد الشريف على بن السيد الشريف احمد
بن القطب الرباني سيدي محي الدين عبد القادر الجيلاني [illegible]

عکس اجازه شیخ ابراهیم بن شیخ شرف الدین براء خلیفه محمد هاشم

ولم نتهم الشيخ هاشم المذكور باهمال ما نشرطه من سلوك طرائق الحميدة والمناهج السديدة لما علمنا من صحيح رغبته فيما نرومه من سريرته
فيجب على كل من يقف على كتابي هذا من السادات والاخوان اسعدهم الله تعالى احترامهم على مصالح الشيخ المذكور في هذه الاجازة المباركة واحترامه وبما عنى به
على ذمته ومراده قال النبي صلى الله عليه وآله وسلم امتي كالبنيان وقيل كالبنيان يشد بعضه بعضا فيجب على الفقراء من فرقتنا جدنا ومريديه وخلفائه ومحبيه مراعات
المنار اليه من الاكرام والاحترام وتقديم العلم بين يديه والسجادة ويحمل الماسد المنبول مع الفقراء ويأخذ العهد على من يشاء ويقيم من يشاء ويقعد
من يشاء ويجلس من يشاء على السجادة اذنا عاما وجعله خليفة عنه في اقواله وافعاله في سائر البلاد ويختار من النساء الديانات الطاهرات المحجبات لسيدي
محي الدين عبد القادر رضي الله عنه ويأخذ عليهن العهود ويأذن من يشاء منهن واذن للشيخ المذكور اذنا عاما في العض بالمقراض في الشعور
والحمد لله [illegible]

عڪس اجازه شيخ ابراهيم بن شيخ شرف الدين براءِ خليفه محمد هاشم

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله رب العالمين والصلوة
والتسليم على جدنا محمد صلى الله عليه
وعلى آله واصحابه وعترته اجمعين
واما بعد اني وقفت على هذه الاجازة
المباركة ورايت حاملها رجل صالح
الراغب في الدار الآخرة فلاجل
ذلك وضعت خطي وختمي واجزته
كما اجاز شيخه حرر بتاريخ آخر
عشر شهر ربيع الثاني سنة ١٠٩٢

الفقير الحقير سيد شيخ علي
ابن سيد شيخ احمد القادري
الحموي غفر الله له ولوالديه



عڪس اجازه سيد شيخ علي ابن
سيد شيخ احمد القادري براءِ
خليفه محمد هاشم

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله رب العالمين والصلوة
والتسليم على جدنا محمد صلى الله
عليه وعلى آله واصحابه وعترته
اجمعين واما بعد اني وقفت على
هذه الاجازة المباركة ورايت حامله
رجل صالح الراغب في الدار الآخرة
فلاجل ذلك وضعت خطي وختمي
واجزته كما اجازني شيخي حرر بتاريخ
في يوم الثاني والعشرين من شهر جمادى
الاول سنة ١٠٩٢

الفقير الحقير كثير
الذنب والتقصير
الشيخ ابراهيم ابن
شيخ احمد القادري
الحموي
غفر الله له ولوالديه



عڪس اجازه شيخ ابراهيم ابن
شيخ احمد القادري براءِ
خليفه محمد هاشم

حاجي محمد هاشم سن ١١١٠ھ/ 1698ع ۾ وصال ڪيو. سندس فرزند، حافظ مير محمد قادري (١٠٩١ھ/ 1680ع _١١٥٩ھ/ 1746ع) جو مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ پنهنجي ڪتاب "تحفة الڪرام" ۾ هن ريت احوال قلمبند ڪيو آهي:

"حافظ مير خليفه قادری بزرگی مفرط در گذشته"[20]

يعني: "حافظ مير خليفو قادري نهايت بزرگيءَ جي حالت وارو ٿي گذريو آهي."[21]

حافظ مير محمّد قادريءَ جو فرزند، حافظ محمد هاشم (١١٢٢ھ/ 1710ع - ١٢٢٠ھ/ 1805ع) مير "قانع" ٺٽويءَ جو همعصر هو. "تحفة الڪرام" ۾ سندس ذڪر هن ريت موجود آهي:

".... پسرش محمد هاشم اکنون در زمره احيا است"

هن ڪٽنب مان عصمت الله قادري (١١٨٩ھ/ 1775ع - ١٢٦٨ھ/ 1852ع) بن محمد هاشم، حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جو وڏو معاصر هو. انهيءَ بزرگ جا فرزند: حفظ الله (المتوفيٰ: ١٢٩٦ھ/1879ع) ۽ حليم الله (١٢٢٣ھ/1808ع - ١٣٢٠ھ/ 1902ع) "بيدل" سائينءَ جا همعصر هئا.

(ھ): رضوي سادات جي مکيه ڳوٺ "علاو الدين پوٽا" مان سيد جان محمد رضويءَ روهڙيءَ ۽ ان جي آس پاس ۾ قادري طريقي کي وڏو فروغ ڏنو. پاڻ شهيد شاهه عنايت الله صوفي قادريءَ جو وڏو خليفو هو. شاهه جي حڪم موجب، سندس شهادت (١١٣٠ھ/ 1718ع) کان ٿورو اڳ ۾، معرفت جو جهنڊو کڻي، روهڙيءَ موٽي آيو. مير صاحب جي وجود مسعود جي ڪري، روهڙيءَ جو شهر قادري طريقي جو مرڪز ٿي پيو. سندس علمي ۽ عرفاني شخصيت جي ڪري، رضوي سادات جي ٻين ڳوٺن جا بزرگ پڻ قادري طريقي ۾ داخل ٿي، عقيدت ۽ ارادت جا مرڪز بڻيا.

- رضوي سادات جي ڳوٺ "عبدالله پوٽا" مان سيد دوست محمد رضوي قادري ۽ سندس اولاد پڻ جهوڪ جي درگاهه سان منسلڪ رهي. غالباً سيد اميد علي شاهه بن حمايت علي شاهه تائين اهو سلسلو هلندو آيو.[22]
- رضوي سادات جي هڪ ٻي ڳوٺ "ناصراڻيءَ" جي نڪ "شاهه پوٽا" ۾ سيد جان محمد شاهه جي اثر هيٺ قادري طريقو اختيار ڪيو. هنن مان پهريون صوفي قادري، سيد سوائل شاهه اول

(المتوفي: ١٢٣٢ھ/ 1817ع) هو. ان کان پوءِ سندس فرزند سيد فقير علي شاهہ صوفي قادري ٿيو. هن گهراڻي جو آخري صوفي قادري سيد غلام علي شاهہ (المتوفي: ١٢٧٧ھ/ 1860ع) هو. پاڻ مير رستم خان ٽالپر جو مرشد هو ۽ "بيدل" سائينءَ جو همعصر هو. صوفي صديق فقير اهڙ وارو هن بزرگ جي اوطاق تي آيو هو ۽ اتي ئي "بيدل" سائينءَ "فنا في المعشوق" واري منزل پار ڪئي.

## سيد جان محمد شاهہ صوفي قادري جي اولاد مان:

شاهہ قلندر علي قادري (المتوفي: ١١٨٧ھ/ 1773ع)، جنهن لاءِ مير "قانع" ٺٽويءَ پنهنجي ڪتاب "معيارِ سالڪانِ طريقت" ۾ لکيو آهي:

"صاحب فقر و فنا مکی صدر ارشاد فقرا گردیده. زیاده بر والد بزرگوار رشد کرد." (23)

"بيدل" سائينءَ پڻ سندس مافوق ڪمالات کي هن ريت بيان ڪيو آهي:

نیست حصری تصرفاتش را،
وصفش از حد شرح بیرون ہی.

- صاحبِ رموز سر سبحاني - سيد جمن شاهہ صوفي قادري (24)
- عارف بالله، ڪاشف اسرار الله، فرد الاحباب، يگانہ حضرت صمديت، مقرب بساط احديت، مقبول رب العالمين - جناب مير جان الله شاهہ (المتوفي: ١٢٧٥ھ/ 1859ع)، جنهن لاءِ "بيدل" سائين فرمائي ٿو:

جناب شاه جان الله صوفی،
مکمل مرشد و پیر طریقت.
بہ هنگام تکلم طالبان را،
خبر می داد ز اسرار حقیقت.
بسلسلہ قادری می ساخت مسرور،
دل دوران بہ تقریب معیت.

"بيدل" سائينءَ جي والد، فقير محمد محسن قادريءَ تي مير صاحب جو وڏو راض هو. مير صاحب، فقير محمد محسن کي قادري طريقت ۾ خلافت جو خرقو ڏڪايو هو.

- عاشق سبحاني، صاحبِ تلقين و ارشاد - مير جمن شاهہ صوفي قادري (25)
- زبدة السالڪين - مير محمد حسن صوفي قادري (26)

- فريدة السالڪين ـ مير علي اڪبر شاهہ صوفي قادري (المتوفي: ١٢٧٠هہ/ 1854ع).

مٿين بزرگن جو شمارُ سلسلي جي مشاهيرن ۾ ٿئي ٿو. هنن بزرگن، ڪلهوڙن جي دؤر اقتدار، ٽالپر اميرن جي ايامن ۽ انگريزن جي غاصباڻي تسلط واري عرصي ۾، قادري سلسلي کي ڪافي فروغ ڏنو ۽ خلقِ خدا جي روحاني تربيت سان گڏ، علمي جدوجهد بہ جاري رکي.

(و): "بياض مير يعقوب علي خان (ثاني) مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪشمير جو فقير وحد قادري سن ١١٧٨هہ/ 1764ع ۾ روهڙيءَ ۾ موجود هو. پاڻ فارسي زبان جو شاعر هو. مولا محب شاهہ چغتي جي وفات جي تاريخ لکي اٿس.[27] ممڪن آهي تہ خود محب شاهہ بہ قادري طريقي جو بزرگ هجي! ليڪن، تذڪرن ۾ اهڙي ڪابہ تصريح ڪا نہ ٿي ملي.

(ز): بغداد جو پير، سيد عبدالقادر ثاني (المتوفي: ١١٩٠هہ/ 1776ع) سنڌ جو سفر ڪندو روهڙي شريف ۾ موءِ مبارڪ جي زيارت لاءِ آيو هو. پير محمد بقا لڪياريءَ انهيءَ مذڪور بزرگ کان قادري طريقي ۾ بيعت ڪري فيض ۽ هدايت حاصل ڪئي.[28]

(ح): طريقهء قادريہ جي "جانشاهي" سلسلي جي هڪ مشائخ، سيد عبدالوهاب شاهہ جيلاني پاڳ ناڙيءَ واري سن ١٢١٤_١٥هہ/ 1800_1799ع ڌاري روهڙيءَ ۾ رشد و هدايت جي مسند سينگاري. سندس اثر انگيز وعظ جي ڪري، "پاٽولڪي سمٽيءَ" جي مسجد جو نالو ئي "واعظ واري مسجد" مشهور ٿي ويو. مير جان الله شاهہ (ثاني) ۽ فقير محمد محسن وغيره سندس فيض يافتن مان اهم بزرگ آهن.

(ط): عالم ۽ عارف، حضرت عبدالقادر متخلص بہ "بيدل" بن محمد محسن صوفي قادري بن بيگ محمد، روهڙيءَ جي "پاٽولڪي سمٽيءَ" ۾ سن ١٢٣٠هہ/ 1815ع ۾ جنم ورتو. ولادت وقت، سندس والد، محمد محسن پنهنجي مرشد، مير سيد جان الله شاهہ رضويءَ جي ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو جتي کيس اطلاع مليو. سيد صاحب، هن نؤ مولود جي آئيندي کي ٿي ڏٺو. جنهن کي اڳتي هلي، نج نينهن ۾ نسنگ نروار ٿي ويهڻو هو. مير صاحب، ولي خدا هو. سندس زبان بلاغت بيان کيس "روهڙيءَ جي جهنڊي" سان تعبير ڪيو آهي. راقم، مير صاحب جي بيان کي بنياد بڻائي، مولود جي ولادت جو سال "سرمست عشق" مان برآمد ڪيو.

١٢٣٠هہ

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه کي سنڌ جي تصوف جي تاريخ ۾ هڪ خاص اهميت ۽ عظمت حاصل آهي. پاڻ نه صرف تصوف جي خيالات کي نهايت عالماڻي ۽ پُرزور انداز ۾ بيان ڪيو اٿائين، پر اصلاح ۽ تربيت جو ڪم به وڏي پيماني تي سرانجام ڏنائين. سنڌس رهڻي، ڪرڻي ۽ ڪهڻي عام توڙي خواص لاءِ، تصوف جو هڪ مڪمل درس هئي. فقير صاحب ١٢ ذي القعد ١٢٨٩ھ / 15 جنوري 1873ع تي چولو مٽايو. راقم السطور سنڌس وصال جو سن "مالڪ منصب شاهه سخن" مان برآمد ڪيو آهي.

١٢٨٩ھ

منبعِ شش حضرت قلندر رقت ساقی عشقین

تاریخ وصال پیر طریقت قدس الله روحه وافاض علینا فتوحه

پیر طریقت رهبر ما سرگروه سالکین — سرور افواج رندان شاه خیال عارفین

شاهباز لامکان جام شهود توحید بود — حضرت هادی قلندر رقت عشاقی ...

گرد ز روشن محفل ... شمع در ... — کس ندیده نا شنیده مثال او در دو جهان

قایل وحدت وجود ... — پیشوای کاملان و رهنمای راسخین

شد او کامل ... سالکان را ... — گوی برد از اولیا حافظ و قبلهٔ ...

ناگهان الهام کرده هاتف از ... — گشت واصل در شب پنجشنبه ...

تاريخ وصال فقير عبدالقادر "بيدل"، مصنف و ڪاتب:
محمد محسن "بيڪس"

(ي): سيد محب الله شاهه بن احمد شاهه واعظ بن سيد محمد شاهه سيار حموي قادري، فضائل ۽ ڪمالات جو مجموعو جامع العلوم ۽ صاحبِ تصنيف و تاليف بزرگ هو. پاڻ حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جو همعصر هو. "محله خارڪشان" جي پرياڻ ڊوري ۾ سندس جاءِ ۽ "باگ پٽي" نزد "سانگيءَ" ۾ زمينون هيون. قادري سلسلي ۾ ميان محمد زمان (المتوفي: ۱۲۹۲هه/ 1895ع) بن ابراهيم شاهه چوٽين (المتوفي: ۱۲۶۹هه/ 1852ع) جو دست بيعت مريد هو ۽ اڪثر ميران پور ڏانهن پيرو ڪندو رهندو هو.[29]

(ڪ): "وڏن قاضين" مان ميان فيض محمد بن عبدالقادر قاضي صوفي قادريءَ کي بغداد ۾ سيد محمد صالح قادري طريقي ۾ اجازو عطا ڪيو جنهن ۾ لکيو ويو آهي:

"اما بعد فان الرجل الصالح الكامل المقبل علي مولاه المعرض عمن سواه الراغب في دار الاخرت. الدرويش قاضي فيض محمد ابن قاضي عبدالقادر....."

معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ روهڙيءَ جو آخري صوفي قادري طريقي جو بزرگ هو.

ابن آدم علمه الله العلام الى المشرق على نبينا افضل
الصلوة والسلام وآدم من التراب والتراب
من الارض والارض من الزبد والزبد من
الموج والموج من الماء والماء من الدرة والدرة
من القدرة والقدرة من الارادة والارادة
من علم الله تعالى اما بعد فان الرجل الصالح
الكامل المقبل على مولاه المعرض عمن سواه
الراغب في دار الآخرة الدرويش قاضي
فيض محمد ابن قاضي عبد القادر

عڪس اجازه سيد محمد صالح قادري براءِ قاضي فيض محمد روهڙي

## د: ڪرسي نامي جا ٻه مشائخ:

### ① فقير غلام محمد روهڙائي

فقير غلام محمد "جانشاهي" سلسلي جو هڪ مشائخ هو. "جانشاهي" سلسلي جي طريقت نامن ۽ سنڌ جي تذڪرن ۾ سندس اسم گرامي ءَ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ احوال بيان ٿيل ڪونہ ٿو ملي. سندس متعلق، ڄاڻ جي اٽاٽ جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ سندس والد جي نالي ۽ خانوادي جي بہ ڪا خبر ڪانہ ٿي پوي! ان جو اصل سبب، سندس سنڌ کان ٻاهر قادري سلسلي جي احياءَ لاءِ بلوچستان ۽ اجا بہ اڳتي افغانستان ۾ اقامت گزين ٿيڻ آهي. "بلوچستان گزيٽيئر" ۾ ڪيس "روهڙيءَ" جو باشندو ڪري ڄاڻايو ويو آهي.[30] جيستائين سندس خانوادي جو ڪو سراغ ڪونہ ٿو ملي، تيستائين ڪيس روهڙيءَ ۾ تلاش ڪرڻ محال آهي.

ميان غلام محمد، صاحبِ ڪمال فقير - غلام رسول وٽجاري جو مريد ٿيو. ميان غلام محمد، تذڪرن ۾ موجود مشهور روايتن مطابق، "خراسان" ۾ مريدي اختيار ڪئي.[31] ان مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ فقير غلام محمد روهڙائي "خراسان" ۾ موجود هو. البت، اهو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي تہ فقيري اختيار ڪرڻ کان اڳ ۾ پاڻ ان طرف ڪهڙي سبب ويل هو؟ ڇا پاڻ ڪو سرڪاري منصبدار هو يا تجارت جي غرض سان اتي مقيم هو؟ مريدي اختيار ڪرڻ کان پوءِ، ڪيترو عرصو اُتي مرشد جي حضور ۾ حاضر رهيو ۽ ان کان پوءِ، پنهنجي وطن جا وڻ ڏٺائين يا ماڳهين روهڙي وريو ئي ڪين؟ هن وقت تائين، اِهي سموريون ڳالهيون اخفا ۾ آهن. اُن هوندي بہ اسان ڪجھ تحريري تاڻن ۽ اُهڃاڻن ڪي ويچار هيٺ آڻي، سندس حياتيءَ جي چند سالن جو احوال مرتب ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا.

ميان غلام محمد جي "خانقاھ"، هن وقت تائين "پاڳ" بلوچستان ۾ موجود آهي. سيد عبدالوهاب شاھ بہ ڪائنس اتي ئي مريدي اختيار ڪري، قادري سلسلي ۾ ارشاد ۽ تلقين جو اجازو حاصل ڪيو. هڪ اندازي مطابق، سن ١١٧٥هه/ 62-1761ع کان ١١٨٥هه/ 72-1771ع واري عرصي دوران ميان غلام محمد سلوڪ جي پانڌيئڙن جي باطني اصلاح لاءِ، انهيءَ مذڪور خطي ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ ڪوشان رهيو.

مير غلام محمد "غبار" پنهنجي ڪتاب "افغانستان در ميسر تاريخ" ۾ سال ١٢١٤هه/ 1799ع جي واقعات ۾ ميان غلام محمد لاءِ لکي ٿو:

"از مدتي به اين طرف در شهر قندهار مرکز گرفته....."(32)

انهيءَ مٿئين بيان مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته ميان غلام محمد هڪ چڱي عرصي کان قنڌار ۾ مقيم هو. ڪنهن سن جي عدم دستيابيءَ جي ڪري، قطعي طور تي ڪو سال متعين ڪري نه ٿو سگهجي. بهرحال، قرائن جي بنياد تي اسان ١١٨٥هه/ 1771ع يا ان جي آس پاس وارن سالن ۾ سندس قنڌار ۾ آمد کي تسليم ڪريون ٿا.

ميان غلام محمد، زهد ۽ تقويٰ، حلم ۽ تواضع جو پيڪر هو. هو پنهنجي علم ۽ عرفان جي ڪري نه صرف عوام بلڪ خواص جي به ارادت جو مرڪز بڻيو. هن قنڌار ۾ سلسلي جي ترويج ۽ اشاعت جو ڪم نهايت محنت ۽ خلوص سان سرانجام ڏنو. ايستائين جو بااثر قبيلائي سردار ۽ دُراني دربار سان وابسته منصبدار ۽ وڏا اُمراءَ پڻ سائس عقيدت ۽ ارادت رکندا هئا. حسين برزگر ڪشتلي لکي ٿو:

"..... و بيشتر امرا به او ارادت داشتند"

اهڙن چند مکيه اميرن جا نالا مير "غبار" پنهنجي ڪتاب ۾ ڏنا آهن.

فقير صاحب جي قنڌار ۾ آمد، احمد شاهه ابداليءَ (المتوفيٰ: ٢٠ رجب ١١٨٦هه/ 17 آڪٽوبر 1772ع) جي حياتيءَ جي آخر ۾ ٿي. ڪانئس پوءِ، سندس فرزند، تيمور شاهه (جلوس: ١١٨٦هه/ 1773ع تا وفات: ١٢٠٥هه/ 1793ع) احمد شاهي سلطنت جو وارث بڻيو. تيمور شاهه وفات وقت پنهنجي پوٽتان 33 پٽ ۽ 13 ڌيئر ڇڏيون، جن مان—

- همايون، سندس وڏو پٽ قنڌار جو والي هو.
- محمود، ٻيو نمبر پٽ هرات جو حاڪم هو.
- عباس، هڪ ٻيو فرزند، پشاور جو والي هو.
- شهزادو زمان، ڪابل جو حاڪم هو.
- شجاع الملڪ، غزنه ۽ زابلستان جو والي هو.(34)

اُنهن مان هر هڪ، پيءُ پڄاڻان تخت ۽ تاج جو دعويدار هو. اولاد جي ڪثرت، هر هڪ جو مُلڪ داريءَ ۾ دخل ۽ ولي عهد جو تعين نه ڪرڻ سبب دُراني سلطنت جو شيرازو ٽٽڻ لڳو ۽ بادشاهه گرديءَ جو باب کلي ويو.

شهزادو زمان، جيڪو ترتيب جي لحاظ کان تيمور شاهه جو پنجون نمبر پٽ هو پر سياسي لياقت ۾ ٻين ڀائرن کان سرس هو. پيءُ جي تدفين کان پوءِ هُن نئين بادشاهه جي انتخاب لاءِ جرڳو ڪوٺرايو. جنهن ۾ شاهي خاندان جا جملي شهزادا، سواءِ همايون ۽ محمود جي، بااثر قبيلائي سردار ۽ دُراني درٻار جا اُمراءَ شامل ٿيا. جيتوڻيڪ قبيلائي سردارن مان اڪثريت جو لاڙو شهزادي عباس کي منتخب ڪرڻ ڏانهن هو پر زمان شاهه ڏيڍ ڏڪونس ۽ ڪجهه رشوت ۽ لالچ جي سياست ڪري، هڪدم پنهنجي ڀاءُ شهزادي عباس - والي پشاور ٻين شهزادن ۽ شاهي خاندان جي فردن کي گرفتار ڪرائي، بالا حصار ڪابل ۾ ڪڙي نگرانيءَ هيٺ رکيو ۽ 30 مئي 1793ع تي پنهنجي بادشاهيءَ جو اعلان ڪيائين.[35]

اُن موقعي تي مرزا محمد فروغيءَ تيمور شاهه جي وفات ۽ زمان شاهه جي تخت نشينيءَ جي تاريخ هن ريت چئي آهي:

دو نقش چه دلخراش و دلخواه نشست،

خورشید برآمد از افق ماه نشست،

از گردش مهر و ماه تیمور ز تخت،

۶۴۴ = ۱۴۰۰ - ۷۵۶

برخاست (نواب زمان شاه) نشست.[36]

۶۴۴+۶۶۳ = ۱۲۰۶ھ.

اقتدار هٿ ڪرڻ وقت سندس عمر 24 ورهيه هئي. زمان شاهه جي تخت نشين ٿيڻ وقت، دُراني حڪومت ڪشمير کان هرات ۽ بهاولپور کان بلخ تائين هئي. پشاور، ديره جات، ملتان، بهاولپور ۽ سنڌ جا علائقا پڻ سدوزئي حڪمرانن جي ماتحت هئا.[37] زمان شاهه جنهن سال تخت نشين ٿيو انهيءَ سال ڀکر (سنڌ) جي ضرب خاني مان سندس نالي جا سڪا جاري ڪيا ويا.

قرار یافت بحکم خدائی ہر دو جهان،

رواج سکه دولت بنام شاه زمان.

سون جو هيءُ سڪو 168 گرين ۽ مُني انچ جي سائيز ۾ جاري ٿيو.[37]

زمان شاهه جيئن ئي اقتدار جون واڳون هٿ ۾ ورتيون، تيئن ئي مختلف علائقن ۾ بغاوتون شروع ٿي ويون. ڪابل ۾ سندس ڀاءُ، همايون

بغاوت ڪري، بادشاهيءَ جو اعلان ڪيو. هُن پوءِ شڪست کاڌي ۽ نيٺ سندس اکين ۾ گرم سَرائي ڦيرائي، کيس انڌو ڪيو ويو. شهزادي محمود، جيڪو تيمور شاهه پاران هرات جو والي هو تنهن پڻ زمان شاهه جي بادشاهيءَ کي تسليم ڪونه ڪيو. هيءُ ٿي اهو شهزادو هو جنهن کي تخت تي ويهارڻ لاءِ درباري اُمراءَ کي اُتساهڻ ۽ ورغلائڻ جو الزامُ "جانشاهي" مشائخ، ميان غلام محمد تي عائد ڪيو ويو. [39]

زمان شاهه جي مختلف سياسي مهمن ۽ ڪشت و خون جي احوال سان ان دؤر جي تاريخن جا سوين ورق سياهه آهن، جن جي بيان جي هتي گنجائش نه آهي.

سن ۱۲۱۴هه/ 1799ع تائين اُفغانستان ۾ سياسي بيچيني عروج تي پهچي وئي ۽ حالات اهڙي نازڪ موڙ تي پهتا، جو زمان شاهه ۽ سدوزئي خاندان جو زوال ٿيڻ لڳو. شاهه جي وزير، رحمت الله خان مُلقب به وفادار خان معتمد الدوله جي تڪبر، خود سري ۽ نخوت جي ڪري، افغان سردار ڪائنس خائف ٿي ويا. حالات جي سنگيني ان حد تائين پهتي، جو شديد رد عمل طور بالاحصار ڪابل جي شاهي مسجد جي محراب تي وزير خلاف چاڪنگ ڪئي وئي. [40] نيٺ، افغان سردارن وزير کي قتل ڪرڻ ۽ شاهه کي تخت تان لاهڻ جو منصوبو سٽيو. اهڙيءَ طرح، يازهن سرڪزده سردار، ميان غلام محمد جي خانقاهه ۾ ڪٺا ٿيا:

"...... در عبادتگاه درویشی به نام میان غلام محمد... که در قندهار رحل اقامت افگنده بود.... گرد آمدند و بر آن شدند تا رحمت الله خان را به قتل آورند...." [41]

تاريخن ۽ تذڪرن ۾ انهن مذڪور سردارن جا نالا، هيٺينءَ ريت ڄاڻايا ويا آهن:

- پاينده محمد خان بن حاجي جمال بارڪزايي، هن لاءِ بزرگر لکيو آهي:

"رئيس نيرومند و پر نفوذ قبيلهء بارکزائي."

- محمد عظيم خان الڪزايي
- محمد رحيم خان علي زايي
- اسلام خان نورنلزائي ضبط بيگي
- رحمت خان سرڪاني

- سلطان خان نورازايي
- امير اصلان خان جوانشير
- جعفر خان جوانشير
- زمان خان نوفلزائي رڪاب باشي
- خضر خان علي زائي
- نور اله خان بابري
- منشي محمد شريف خان قزلباش.(42)

منصوبي تي عمل درآمد ٿيڻ کان اڳ ۾ قزلباش منشيءَ اهو راز فاش ڪري وڌو جنهن جي نتيجي ۾ شاهه جملي سردارن کي قنڌار جي ارڪ (شاهي قلعي) ۾ مارائي ڇڏيو. اهو مذڪور واقعو ۱۳ رمضان المبارڪ ۱۲۱۴ھ / 8 فيبروري 1800ع تي ٿيو. سردار مهر دل خان مشرقيءَ ان حادثي جي تاريخ هن ريت چئي آهي:

ز پا فتاد چو برخاک سرفراز جهان،
بلند ناله و افغان شد از همه افغان،
ز عقل سال وفاتش چو باز پرسیدم،
جواب داد که قتل هم شهادت الرحمان.(43)

۱۲۱۴ھ

مياں غلام محمد، ان نازڪ صورتحال ۾ قنڌار ۾ ترسڻ مناسب نه سمجهي، پنهنجي چند خاص مريدن، جن ۾ حافظ عبدالرحيم به شامل هو، سان گڏ، اُتان هڪدم نڪري، "پاڳ" جي راهه ورتي. وزير رحمت الله خان هڪ فوجي دستو سندن تعاقب ۾ موڪليو جنهن "پاڳ" جي نزديڪ فقير غلام محمد ۽ سندس ساٿين، جن ۾ حافظ عبدالرحيم به هو کي شهيد ڪري وڌو ۽ ميان غلام محمد جو سِرُ پاڻ سان گڏ قنڌار کڻي ويا.(44) مريدن، فقير صاحب جي جسدِ خاڪيءَ کي "پاڳ" ۾ دفنايو جتي اڄ به سندس مزار "خانقاهِ شهيدان" جي نالي سان زيارت گاهه طور مشهور آهي.

مير "غبار" لکيو آهي ته فقير صاحب جي قنڌاري مريدن سندس سِرُ حاصل ڪري، قنڌار شهر جي هرات دروازي جي ٻاهران دفن ڪيو.

"البته همکاران سري او ميخواستند که گور او را در بيرون دروازه هرات شهر قندهار، بانصب بيرق و اشتهار شهادت، مايه تشويق هم مسلکان او نمايند..."(45)

**تصنيفات:**

مياں غلام محمد صاحبِ تصنيف بزرگ هو. سندس لکيل ڪتابن مان محفوظ رهجي ويل هڪ ڪتابُ "مياں غلام محمد جي خانقاهه" واقع پاڳ ناڙيءَ ۾ ڊاڪٽر داد شاهه بلوچ ڏٺو، چڱيءَ طرح مطالعو ڪيو ۽ پنهنجي ڊائريءَ تي نوٽس ورتا. افسوس، جو هِن ڪتاب جي ڪمپوزنگ واري مرحلي تائين به ڊاڪٽر صاحب کي اها مذڪور ڊائري دستياب ٿي نه سگهي، جنهن ڪري اُن ڪتاب جي مُتعلقات ڏيڻ کان قاصر آهيون.

② سيد عبدالوهاب شاهه پاڳ ناڙيءَ وارو

سيد عبدالوهاب شاهه ڪامل عارف، وڏو محدث، مُتبحر عالم، فاضل اديب، مؤلف ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. شاهه صاحب، شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جي اولاد مان هو. پاڻ پنهنجي هڪ غزل ۾ پنهنجي سيادت ۽ جيلاني حسب تي فخر ڪندي، حق جي رمز ۾ جُنگ جذبي جو اظهار هن ريت ڪري ٿو:

مَن زَ نسل سيدی جيلانيم،
زين جهت در رمز حق جولانيم. (46)

ليڪن، گڏوگڏ شيخ عبدالقادر رحمة الله عليه جي عظمت ۽ جلالت جو به کيس پورو پورو احساس آهي. تنهن ڪري، عاجزي اختيار ڪندي، پاڻ کي سندس سچو "غلام" سڏرائڻ پسند ڪندي، هن طرح ٿو چوي:

پدري پسري دي مينوں ڪُجهه نهين،
مين غلام سچا تيڏا ياد رهاں. (47)

سيد غلام مرتضيٰ شاهه رضوي "نسب نامه ساداتانِ عظام ڪرام" ۾ سيد عبدالوهاب شاهه جي نسب جو سلسلو هن ريت قلمبند ڪيو آهي:

"سيد صوفی عبدالوہاب کہ غريق احديت و فانی بقلزم صمديت بن سيد عيسیٰ فقير بن سيد محمد فقير بن شاہ نيک دين بن شاہ اسحاق بن ناصر الدين بن شاہ ياسين بن عبدالرزاق بن احمد بن شريف الدين بن علی الہاشمی بن شہاب الدين قاسم بن المحی الدين يحیٰ بن شيخ نور الدين حسين بن علاؤالدين علی بن شمس الدين محمد بن سيف الدين يحیٰ بن ظہير الدين احمد بن ابی نصر محمد بن نصر محمد بن حضرت عبدالرزاق بن حضرت سيدنا و مرشدنا غوثِ اعظم محبوب سبحانی محی الدين عبدالقادر جيلانی قدس اللہ سرہ العزيز." (48)

سيد عبدالوهاب شاهه ڪڇي خطي جي "پاڳ" شهر جو باشندو هو. سندس ولادت بہ هتي ٿي ٿي، جيئن پاڻ لکيو اٿائين: "متوطن بلده پاک واقع کچھی مولدا". (49) البت، سندس جنم جي ڪابہ پڪي ۽ پختي تاريخ ڪانہ ٿي ملي. بهرحال، هڪ اندازي موجب، سندس ولادت ١٦٥-١١٦٠هه/ 51-1747ع جي درميان تسليم ڪري سگهجي ٿي.

سيد عبدالوهاب شاهه جي ٻالپڻي، جوانيءَ، تعليم ۽ تربيت جو احوال جيتوڻيڪ ناپيد آهي، پر سندس تصنيفات جي آثار تي اهو خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو تہ سندس پرورش ۽ تعليم اعليٰ علمي ماحول ۾ ٿي هوندي.

سيد عبدالوهاب شاهه قادري سلسلي ۾ فقير غلام محمد کان فيضياب ٿي، معرفت جا مدارج طئي ڪيا. اهو فيض ڪيس ڪٿي مليو؟ ان جو ڪو تاريخي ثبوت ڪونہ ٿو ملي. البت، سندس غزل جي هيٺينءَ سٽ مان اهو اندازو ٿئي ٿو تہ پاڻ "پاڳ ناڙيءَ" ۾ ئي عشق جو جامُ نوش ڪري، پاڻ کنئُون بيخود ٿيو ۽ حجاب جا پردا هٽائي، هِردي ۾ حقيقت وارو سِرُ سمجهي، صدقئون سبحان پڙهيائين:

"مَی کہ خوردم بہ بلدہ بھاگ بلوچ." (50)

سيد عبدالوهاب شاهه ٻارهين صدي هجريءَ جي ٻئي اڌ ڌاري هن دنيا ۾ پير پاتو ۽ ان دؤر جون ملڪي حالتون هن سموري خطي لاءِ ڪنهن قيامت کان گهٽ ڪونہ هيون. خاص ڪري، سنڌ ملڪ تہ نهايت نازڪ دؤر مان گذري رهيو هو. هتان جي باشندن، هن کان اڳ ۾ اهڙا ڏينهن ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺا هئا. نادر شاهه افشار سن ١١٥٢هه/ 1739ع جي آخر ڌاري هتي ڪاهي آيو ۽ سنڌ کي لُٽي ڦُري پڙ پانگ ڪرڻ کان علاوه، اُن جا ٻخرا بہ ڪري ويو. ان کان پوءِ، سندس جاءِ نشين سدوزئي افغانن لڳ ڀڳ اڌ صديءَ تائين سنڌ لاءِ رڻ ٻاري ڏنو. افشار کان پوءِ، احمد شاهه ابداليءَ (١١٦٠هه/ 1747ع - ١١٨٦هه/ 1773ع) اقتدار جون واڳون سنڀاليون. افغانستان، خراسان، پنجاب ۽ مهراڻ جي اولهندي وارا علائقا سندس زيرِ فرمان هئا. نادر شاهه سبي ۽ ڪڇيءَ جا علائقا، قلات جي احمد زئي خان مير محبت خان (امارت، از: ١١٤٣هه/ 1730ع تا ١١٦٤هه/ 1750ع) بن مير عبدالله خان جي حوالي ڪيا هئا. احمد شاهه جي دؤر ۾ سندس ئي فرمان تحت، اُهي مذڪور علائقا واليِ قلات، مير نصير خان (جلوس ١١٦٤هه/1750ع تا وفات: ١٢٠٨هه/ 1793ع) بن مير عبدالله احمد زئي وٽ

رهيا. البت، سکر، بکر ۽ شڪارپور وغيره سنڌون سدو دُراني حڪمرانن جي قبضي هيٺ رهيا. (51)

سيد عبدالوهاب شاهہ جو مرشد - فقير غلام محمد، سدوزئي حڪمرانن - تيمور شاهہ دُراني (جلوس: ۱۱۸۷ھ/ 1773ع - تا وفات: ۱۲۰۸ھ/ 1793ع) ۽ ڪانئس پوءِ زمان شاهہ دُراني (جلوس: ۱۲۰۸ھ/ 1793ع - معزولي: ۱۲۱۶ھ/ 1801ع) جي اقتدار وارن ايامن ۾ قنڌار ۾ مقيم هو. سيد عبدالوهاب شاهہ ان عرصي دوران مرشد سان گڏ هو يا پنهنجي وطن پاڳ ۾، اُن احوال لاءِ سرِدست اهڙي ڪنهن بہ تذڪري تائين دسترس ٿي نہ سگهي آهي. پر، لڳي ٿو تہ تاريخ هڪ دفعو وري پاڻ ورجايو ۽ جهڙيءَ طرح صوفي شاهہ عنايت پنهنجي شهادت کان ٿورو اڳ پنهنجي وڏي خليفي، مير جان محمد شاهہ کي روهڙيءَ موٽي وڃڻ جو امر ڪيو. اهڙيءَ طرح فقير غلام محمد بہ زمان شاهہ دُرانيءَ جي ايامڪاريءَ دوران حالات جي انتهائي سنگينيءَ جو مشاهدو ڪندي ۽ ڪيس نصيب ٿيندڙ شهادت کان اڳ پنهنجي خليفي، سيد عبدالوهاب شاهہ کي قنڌار ڇڏي، موٽي وڃڻ جو امر ڪيو. سيد عبدالوهاب شاهہ حڪم پٽاندڙ پهريائين پاڳ ناڙيءَ ۽ اتان پوءِ روهڙي آيو. جيڪڏهن ائين صحيح آهي، تہ پوءِ شاهہ صاحب ۱۲۱۴ھ/ 1799ع ۾ روهڙيءَ ۾ وارد ٿيو هوندو! افغانستان ۽ بلوچستان تائين، هن روحاني سلسلي جي بزرگن لاءِ حالات ايترا تہ ابتر ٿي ويا هئا، جو شاهہ صاحب تنها ديس ڪونہ ڇڏيو بلڪ اهل عيال سوڌو وطن کي وداع ڪيو ۽ روهڙيءَ ۾ وارد ٿيو. سنڌ جي تذڪرن ۾ هڪ مشهور عام روايت درج ٿيل آهي، جنهن مطابق سيد عبدالوهاب شاهہ مير جان الله شاهہ وڏي جي وصيت جي آڌار تي سندس پوٽي، مير جان الله شاهہ کي سلوڪ جون منزلون طئي ڪرائڻ لاءِ روهڙيءَ آيو هو. اُن سمي، مير فتح علي شاهہ (بن مير منور علي شاهہ بن مير جان محمد شاهہ) مسند نشين هو. مير صاحب، درويشانہ صفتن کان عاري هجڻ سبب امانت وٺڻ کان عار ٿي محسوس ڪيو. ناچار سيد عبدالوهاب شاهہ واپسيءَ جا سانباها ڪيا. جڏهن اها خبر مير جان الله شاهہ کي ملي، تہ پاڻ هڪدم اچي حاضر ٿيو. فقيري خصلتن ڪري سندس ٿانءُ اڳي ئي تيار هو فقط اُن کي سيجڻ جي دير هئي. اهڙيءَ طرح، شاهہ صاحب جي توجهہ سان حال حاصل ڪيائين. تذڪرن ۾ ڄاڻايو ويو آهي، تہ سيد عبدالوهاب شاهہ

روهڙيءَ ۾ ڇهه مهينا ٽڪيو. ليڪن، خطي جي انتهائي خراب حالتن جي تقاضا تحت، شاهه صاحب ٻن سالن کان به وڌيڪ عرصو جيڪو سندس مرشد فقير غلام محمد جي شهادت (رمضان المبارڪ) کان ڪم از ڪم اٺَ مهينا اڳ محرم الحرام ۱۲۱۴هه/ جون 1799ع کان ويندي افغانستان جي فرمانروا زمان شاهه جي معزوليءَ ۱۲۱۶هه/ 1801ع تائين محيط آهي، روهڙيءَ ۾ مقيم رهيو. هتي اهو به ٻڌائيندا هلون، ته روهڙيءَ ۾ سيد عبدالوهاب شاهه جي طويل اقامت جي ڳالهه اسان ان دؤر جي معروضي حالات کي نظر ۾ رکي صرف اندازي تي ڪونه ڪئي آهي، بلڪ سندس تحرير ۽ ڪلام اُن تي گواهه آهي. سيد عبدالوهاب شاهه پنهنجي مرشد جي شهادت وقت ڪانئس ڪوهين ڏور روهڙيءَ ۾ موجود هو. اُن ٺهري قضيي تي جيڪا ڪيس روحاني تڪليف پهتي هوندي ۽ ان بعد هِن سلسلي جي بزرگن لاءِ جيڪو ابتلا ۽ آزمائش جو دؤر گذريو هوندو اُن جو اظهار مختلف هنڌن تي ڪنديءَ پنهنجي موجودگي روهڙيءَ ۾ ٻڌائي ٿو:

*...... اگرچه این مسکین در لجۂ مظالم فتاده..... (52)

*...... وَبلده لهری ابتلاءَ..... (53)

شاهه صاحب پنهنجي سرائڪي سي حرفيءَ ۾ اباڻن ڪکن کان پري، غريب الوطنيءَ جي پيڙا، بدترين دؤر جي اذيتن ۽ زماني جي ڏولاون جو اظهارُ نهايت ئي پُرسوز انداز ۾ ڪري ٿو:

هي ڀاڳ بلوچي دي جسم ميڏا،
روهڙي وچ زمانڙي جائي ڏتي.
ڏيوو گنج چٽان جاني رنج ڪنون،
هو وي جان ميڏي ڪنون غم ڇٽي،
تيوين مهر ڪرو اهين دور وڃي،
هو وان بام خوشي تي مدام رُتي. (54)

اُن نازڪ دؤر ۾ روهڙي ئي سندس لاءِ هڪ محفوظ مقام هو جنهن لاءِ خاص طور چيائين:

"روهڙي وچ زمانڙي جائي ڏتي."

انهيءَ سٽ مان هڪ خاص ڪربُ ظاهر ٿئي ٿو.

مير جان الله شاهه پنهنجي مرشد، سيد عبدالوهاب شاهه کي "ننڍي ڪوٽ" ۾ ئي هڪ جاءِ ڏني، (55) جتي شاهه صاحب پنهنجي اهل و عيال

سميت سڪونت پذير ٿيو. سيد عبدالوهاب شاهه روهڙيءَ ۾ رهڻ واري عرصي دوران ارشاد ۽ تلقين جو سجادو سينگاريو ۽ سوين سلوڪ جي طالبن کي طريقت جي واٽ ڏسيائين. هر جمعي ڏينهن "پاٽولڪي سمٽيءَ" جي مسجد ۾ بعد از نماز وعظ ڪندو هو. سندن اثر انگيز ۽ پُر تاثير وعظ جي ڪري، مسجد تي نالو ئي "واعظ واري مسجد" پئجي ويو.

سيد عبدالوهاب شاهه ڪڏهن ۽ ڪٿي وصال ڪيو ان لاءِ ٻه متضاد روايتون ملن ٿيون. هڪ روايت ڊاڪٽر داد شاهه بلوچ بيان ڪئي آهي، جيڪا کيس سيد عبدالوهاب شاهه جي خاندان جي هڪ پيرسن خاتون وٽان ملي. مذڪور خاتون جي چمار 1990ع ۾ سؤ ورهين کان وڌيڪ هئي ۽ اها خاتون شاهه صاحب جي خاندان جو آخرين يادگار هئي، جنهن وٽ سيد صاحب جا ڪلاهه ۽ ٻيا تبرڪات محفوظ هئا. مذڪور بيبي صاحبه جي روايت مطابق، سيد عبدالوهاب شاهه کي افغانستان جي بادشاهه شهيد ڪرايو هو. شاهه صاحب سان گڏ، سندس مرشد فقير غلام محمد به دفن ٿيل آهي، جنهن کي افغانستان جي بادشاهه زمان شاهه شهيد ڪرايو هو. شروع کان وٺي، اهو مدفن گاهه "شهيدن جو مقام" ڪري سڏبو آهي. اسان جي راءِ مطابق، گهڻو پوءِ اشتباهاً ائين سمجهيو ويو ته سيد عبدالوهاب شاهه کي شهيد ڪيو ويو هو جيڪو درست نه آهي.

ٻي روايت "جانشاهي" خاندان جي آهي، جنهن مطابق سيد عبدالوهاب شاهه روهڙيءَ ۾ ئي وفات ڪئي ۽ سندس وصيت پٽاندڙ سندس ميت ڀاڳ ناڙي نيئي وئي، جتي کيس مرشد جي پير ۾ دفنايو ويو.[56] والله اعلم بالصواب.

## مدفن گاهه:

ڀاڳ ناڙي شهر جي ٻاهران هڪ وڏو تاريخي قبرستان آهي، جنهن ۾ ڪافي ڊٺل مقبرا موجود آهن. اُنهن مان هڪ عظيم الشان مقبرو آهي، جيڪو گهڻي حد تائين سلامت آهي. اُهو مذڪور مقبروئي "جانشاهي" سلسلي جي ٻن مشائخن، فقير غلام محمد ۽ سيد عبدالوهاب شاهه جو مدفن گاهه آهي. هن قبي جو پيالو ڪري پيو آهي. البت، ٻنهي مشائخن جي مزارن جي تازي مرامت ڪرائي وئي. آهي ۽ قبرن کي سنگ مرمر پڻ هڻايو ويو آهي. ڀاڳ ۾ اها زيارت گاهه "خانقاهِ شهيدان" جي نالي سان مشهور آهي.[57]

**اولاد:**

"نسب نامہ ساداتانِ عظام کرام" ۾ سيد عبدالوهاب شاهہ جي ٻن ٻارن جو ذڪر ٿيل آهي. هڪ نياڻي، جنهن جي شادي سيد چمن شاهہ بن جان الله شاهہ (ثاني) سان ٿي ۽ هڪ فرزند محمد شاهہ جي نالي سان ملي ٿو.[58] اهو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي تہ محمد شاهہ جيلانيءَ جي پيڙهي قائم رهي يا پاڻ لاولد هن فاني جهان مان عالمِ بقا ڏانهن راهي ٿيو.

**شاعري:**

سيد عبدالوهاب شاهہ ٽن زبانن ۾ هڪ: عربي فارسي ۽ سرائڪيءَ ۾ شعر چيو آهي. پاڻ صاحبِ ديوان شاعر هو. اشعار ۾ پنهنجو پورو نالو "عبدالوهاب" آندو اٿائين. هتي سندس ميسر شعري سرمايي جو تعارف پيش ڪجي ٿو:

1. **قصيدة الهاهوتيہ:** هيءُ قصيدو عربي زبان ۾ آهي. نسخي جو ڪاتب، خليفو محمد عادل آهي. هن ڪتاب جو اصل نسخو سيد غلام رسول شاهہ جانشاهيءَ وٽ محفوظ آهي.
2. **مثنوي معراجي (فارسي):** هن مثنويءَ ۾ معرفت جي ڇهن منزلن، يعني: ناسوت، ملڪوت، جبروت، لاهوت، ياهوت ۽ هاهوت کي کولي سمجهايو ويو آهي. فقير محمد اڪرم روهڙائيءَ هن نسخي جي ڪتابت ٢١ ذي حج ١٢١٧ھ/ 14 اپريل 1803ع تي مڪمل ڪئي ۽ اُن جو اصل نسخو سيد غلام رسول شاهہ جانشاهيءَ وٽ محفوظ آهي. راقم الحروف وٽ انهن مٿين مذڪور ٻنهي قلمي نسخن جي فوٽو ڪاپي محفوظ آهي.
3. **نعتِ ڪريم (فارسي):** "جانشاهي" سلسلي جي سرواڻ، مير جان محمد شاهہ رضويءَ جي شان ۾ قصيدو آهي. آخر ۾ سندس وفات جي ماده تاريخ پڻ ڪڍي وئي آهي، جيڪا هتي ڏجي ٿي:

سال تاريخ آن شہ عالي مقر
والق عند المليک المقتدر

١١٦٧ھ

شاهہ جانان شان تو بي منتها است
انت عريف من السر القدر
سيد عبدالوهاب از جانِ مريد
راع لاتهمل في الان المضر.

4. **متفرق ڪلام:**
- فرموده مخدوم لعل شهباز (فارسي)
- ابيات در بيان توحيد (فارسي)
- ابيات فرموده شيخ فريد الدين "عطار"
- منتخب مثنوي

5. **ديوان وهاب (فارسي):** 53 غزلن جو مجموعو آهي.

6. **قصائد صوفيہ (فارسي):** هن ۾ 7 قصيدا ۽ 11 غزل شامل آهن. هن نسخي جو ڪاتب، فقير محمد اڪرم آهي ۽ ان جي تاريخ ڪتابت ١٩ ربيع الثاني ١٢١٥هہ/ 9 سيپٽمبر 1800ع ڄاڻايل آهي.

7. **ڪافيون:** سرائڪي زبان ۾ ڪافين جو هڪ ننڍڙو بياض آهي. هن بياض جو اصل نسخو سيد غلام رسول شاهہ جانشاهيءَ وٽ محفوظ آهي.

8. **سي حرفي (سرائڪي):** راقم الحروف وٽ هن سي حرفيءَ جا ٻہ نقل موجود آهن:

- خانصاحب محمد رمضان ولد شاهہ محمد قريشي، روهڙي جولاءِ 1918ع ڌاري پنهنجي بياض ۾ نقل ڪئي آهي. سرنامي ۾ لکيو اٿائين:

  *"سی حرفی تصنیف شدہ سائیں شاہ عبدالوہاب صوفی بھاگ ناڑی والہ در مسجد روہڑی شریف ریشم بافکان."*

  "ريشم بافگان واري مسجد" مان مراد "واعظ واري مسجد" آهي.

- ڪنهن نامعلوم بزرگ جو نقل ڪيل نهايت ئي خوبصورت خط ۾ نسخو. راقم الحروف کي هيءُ نسخو شڪارپور جي زيدي سيدن جي تباهہ حال ڪتابي ذخيري مان دستياب ٿيو.

**ٻيون تصنيفات:**

1. **انوار (فارسي):** چاليهن حديثن جو ترجمو ۽ توضيح. شاهہ صاحب مذڪور حديثون "از گنجينۀ صحيح بخاري و مسلم" مان "متصلة الاسناد از روات مشهوره" ڪان ورتيون آهن ۽ مضمون جي مناسبت سان نهايت مختصر قصا "تفسير مجمع البحرين" مان ڪنيا اٿس.

2. **معدن الغرائب (فارسي):** شاهہ صاحب، هن ڪتاب کي ڇهن بابن ۾ تقسيم ڪيو آهي.
- در ترڪيب قالب انساني

- در نفخ روح و ترتيب اين
- در معرفت و سبب خلقت نفس و تزکيہ اين
- در ترتيب و تربيت دل و سر و خفي.

58 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ڪاتب فقير محمد اڪرم ۽ تاريخ ڪتابت ۱۰ محرم الحرام ۱۲۱۴ھ/ 14 جون 1799ع درج ٿيل آهي.

1. عين اليقين (فارسي): "سورت اخلاص" جو تفسير لکيو اٿائين ۽ اُن سان گڏ لغات جو حل بہ ڏنو ويو آهي. سيد صاحب، محرم الحرام ۱۲۱۵ھ/ 1800ع ۾ هيءُ ڪتاب لکي پورو ڪيو.

2. شرح قصيده غوثيه (فارسي): حضرت عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جي قصيدي "سقاني الحب" جي شرح آهي. ابيات جي ترتيب ۾ قرئت شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي ڪتاب "معراج الاولياءِ" تان اخذ ڪئي وئي آهي. شاهہ صاحب، هيءُ ڪتاب پڻ محرم الحرام ۱۲۱۵ھ/ 1800ع ۾ تصنيف ڪيو. 25 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ڪاتب پڻ شيخ محمد اڪرم روهڙوي آهي.

3. خلاصة البيان شرح لغات مشڪواة المصابيح (عربي): حديث جي مشهور ۽ متداول ڪتاب "مشڪواة شريف" جي حديثن ۾ آيل ڏکين لفظن جي عربي زبان ۾ شرح ڪئي وئي آهي ۽ هڪ طرح جي لغت آهي. شاهہ صاحب هيءُ ڪتاب جمادي الثاني ۱۲۱۵ھ/ 1800ع ۾ لکي پورو ڪيو. اختتام واري عبارت هن ريت آهي:

"قد وقع الفراغ من تاليفه في الشهر الجمادي الثاني سنة خمسة عشر و اثنتي مائة و الف من الهجرة المصطوفية بحمد الله و توفيقه"[59]

هن ڪتاب جو هڪ نادر نسخو علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي ڪتب خاني ۾ محفوظ هو. ڊاڪٽر داد شاهہ بلوچ، علامہ قاسمي صاحب جي رهنمائيءَ ۾ انهيءَ مذڪور نسخي کي ايڊٽ ڪري، مقدمي سان سنواري، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي.

ڊاڪٽر صاحب پنهنجي انهيءَ مقالي جي ترتيب هن ريت رکي آهي:
مشڪواة: سيد عبدالوهاب جيلانيءَ جي تذڪري ۾ - 215 صفحا.

مقدمو: قرآن ۽ حديث جي لغت ۽ ان جو عربيءَ ۾ مقام، حيثيت ۽ اهميت - 225 صفحا.

باب اول: حديث جي بيان ۾ هيءَ باب ٽن فصلن تي مشتمل آهي. فصل اول علم حديث جي معرفت متعلق، فصل دوم علم حديث جي فضيلت جي بيان ۾ ۽ فصل ٽيون غريب الحديث جي ضمن ۾ - 59 صفحا.

باب دوم: علم اصول حديث، هن باب جا ٽي فصل آهن: فصل اول علم اصول حديث جي معرفت، فصل دوم جرح و تعديل جي بيان ۾ ۽ فصل ٽيون مجروحين و معدلين جي بيان ۾ - 76 صفحا.

باب سوم: مؤلفات علم حديث و اصول حديث متعلق: ٽن فصلن تي مشتمل آهي. فصل اول علم حديث ۾ مؤلفات ڪتب جا انواع، فصل دوم مؤلفات علم اصول حديث ۽ فصل ٽيون غريب الحديث جي سلسلي ۾ اهم تصنيفات - 102 صفحا.

زجاجه اول: امام بغوي، مؤلف: مصابيح السنة جو تذڪرو - 21 صفحا.

زجاجه دوم: خطيب تبريزي، مؤلف: مشڪواة المصابيح جو تذڪرو - 24 صفحا.

زجاجه سوم: مشڪواة المصابيح جي پهرئين شارح ۽ مؤلف، مشڪواة جي استاد شيخ امام طيبي جي تذڪري ۾ - 16 صفحا.

خلاصه: بلوچستان ۾ ٻارهين صدي هجريءَ تائين محدثين ۽ وڏن عالمن جو اجمالي تذڪرو، جنهن ۾ 62 محدثين جو تذڪرو آيل آهي - 175 صفحا.

مصباح اول: مصابيح السنة ۽ مشڪواة المصابيح جي وچ ۾ امتيازات جي بيان ۾ - 19 صفحا.

مصباح دوم: ڪتاب خلاصة البيان في شرح لغات مشڪواة جي تجزيي ۽ فضيلت ۾ - 27 صفحا.

مصباح سوم: مؤلف جي تحقيق جا جيڪي مراجع آهن، انهن جي تذڪري ۾ - 169 صفحا.

آخر ۾ خلاصو اختصار انگريزي زبان ۾،

اجمال و تفصيلي فهرست،

مراجع و مصادر

مقالي جي ابتدا ۾ خلاصو عربي ۽ اردوءَ ۾.[60]

ڊاڪٽر عبدالرحمان براهوئيءَ هيٺيان ٽي ڪتاب پڻ سندس تصنيفات مان ڄاڻايا آهن:

6. زبدة الاحڪام
7. ڪشف البرڪاة
8. مطلع الحڪم[61]

## تبرڪات:

ڊاڪٽر داد شاهه سيد عبدالوهاب شاهه جيلانيءَ جي خاندان جي هڪ مستور ساڪن پاڳ ناڙيءَ وٽ نوي واري ڏهاڪي ۾ هيٺيان تبرڪات ڏٺا هئا:

1. سيد عبدالوهاب شاهه جا ڪلاهه، ٽي عدد- انهن مان هڪ ڪلاهه تي 'نادِ عليٌ' پريل آهي. ٻئي تي چوڏهن معصومن عليهم السلام جا اسماءِ گرامي پريل آهن. جڏهن ته ٽئين تي خوبصورت گل، ٻوٽا ۽ نقش نگار پريل آهن.
2. وڏو گهنڊ، جنهن لاءِ ڪيس ٻڌايو ويو ته شاهه صاحب جڏهن قافلي جي صورت ۾ سفر تي اُسهندو هو ته گهنڊ گڏ کڻي نڪرندا هئا.
3. دست پناهه: هيءَ ڏيگهه ۾ لڳ ڀڳ اڍائي فوٽ ٿيندي، مٿس سندس نالو اُڪريل آهي.
4. ڪاٺيءَ جو ڪتبو: هن تي سيد عبدالوهاب شاهه جي تاريخ وفات ڪنده ٿيل آهي. پر افسوس جو گهڻو عرصو گذرڻ ۽ ماحولياتي اثرن سبب ڪاٺي ٽڙي ڦٽڙي وئي آهي. ازان سواءِ جتي سن اُڪريل آهي، اتان غالباً هڪ اپريل انگ ڀڄي ڪري پيو آهي، جنهن ڪري وفات جو صحيح سن معلوم ٿي نه ٿو سگهي. ڊاڪٽر داد شاهه انهيءَ مذڪور ڪاٺيءَ واري ڪتبي تان سيد عبدالوهاب شاهه جي وفات جو سن ١٢٥٧هه پڙهيو آهي. راقم الحروف، انهيءَ مذڪور پڙهڻيءَ سان متفق ناهي ۽ اها درست نه ٿي لڳي.



عڪس مهر عبدالوهاب شاهه پاڳ ناڙي

**هڪ روايت:**

ڊاڪٽر داد شاهه بلوچ کي سيد عبدالوهاب شاهه تي تحقيق ڪندي، روهڙيءَ ۾ جانشاهي سيدن وٽان هڪ روايت ملي ته پاڻ ڪاٺ جي صندل تي ويٺا هوندا هئا. جڏهن وجد ۾ ايندا هئا ته صندل تي اٿي بيهي نعرا هڻندا هئا: "مين وهاب"، "مين وهاب". ان وقت، صندل اڏام ڪائي، هوا ۾ مُعلق ٿي ويندو هو. انهيءَ تي اتي ويٺل سندس خليفا ۽ مريد صندل جي پاون کي پڪڙي، نعرا هڻندا هئا: "تون عبدالوهاب"، "تون عبدالوهاب".

**چند فيض يافته:**

1. مير جان الله شاهه (ثاني): قادري طريقي ۾ وقت جو وڏو مشائخ، مير جان محمد شاهه المعروف مير جان الله شاهه ڪلان جو پوٽو هو. غالباً مير جان الله شاهه (ثاني) جي ساماڻجڻ کان اڳ ۾ هن خاندان جا اهل الله، فيض وارا فقير ۽ صاحبانِ سلوڪ: مير قلندر علي شاهه ۽ مير منور علي شاهه وصال ڪري چڪا هئا ۽ کيس سلوڪ جي واٽ تي لائڻ ۽ امانت حوالي ڪرڻ وارو ڪوبه باقي نه رهيو. مشهور روايت مطابق، مير جان محمد شاهه وڏي پنهنجي خاص خليفي غلام رسول وڻجاري کي، ان فقير غلام محمد روهڙائيءَ کي ۽ ان سيد عبدالوهاب شاهه کي وصيت ڪئي ته ولايت واري امانت مير جان الله شاهه تائين پهچائي، ته جيئن فيض جو در کليل ۽ ولايت جو وڻ ورهائبو رهي. سيد عبدالوهاب شاهه وصيت مطابق، پاڳ کان هلي روهڙيءَ پهتو ۽ امانت مير جان الله شاهه جي حوالي ڪري، کيس فيضياب ڪيائين. مير صاحب ٦ ربيع الاول ١٢٥٥هه/ 25 مئي 1839ع تي وصال ڪيو.

2. فقير محمد محسن: محمد محسن بن ملا بيگ محمد، سيد عبدالوهاب شاهه کان قادري سلسلي ۾ دست بيعت ٿي فيضياب ٿيو. صوفي صاحب جو مٽس وڏو راض هو. شاهه صاحب جي دعا سان کيس علم ۽ عرفان جو گوهر فرزند، حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه پيدا ٿيو. بقول خليفي سبحان بخش جي، سندس وفات سن ١٢٥٩هه/ 1843ع ۾ ٿي.

3. گنج بخش جيلاني: اُچ جو هيءُ صوفي، پنهنجي طبع ۾ نهايت جلالي هجڻ ڪري، پاڻ کان ڪجهه گهٽ منزل وارن ٻين فقيرن وٽ امانت رهڻ نه ڏيندو هو جنهن ڪري ڪيترا درويش ڪانئس خائف رهندا هئا. نيٺ، پنهنجي چاچي جي صلاح سان جلالي طبيعت کي جمالي ۾ مٽائڻ لاءِ،

سيوهڻ جو سفر اختيار ڪيائين ۽ شهباز قلندر جي درگاهہ تي حاضري ڀريائين. پر، طبيعت ۾ جلالي پنهنجي جاءِ تي قائم رهي. پوءِ، سيد ثابت علي شاهہ ڪربلائيءَ سان مليو پر افاقو اوڏو رهيس. آخر، پاڳ ناڙيءَ ۾ سيد عبدالوهاب شاهہ وٽ مراد پوري ٿيڻ جو ڏس مليس ۽ شاهہ صاحب جي نظر فيض اثر سان اهڙي نهنائي نصيب ٿيس، جو هر اعليٰ ۽ ادنيٰ اڳيان هٿ ٻڌي بيٺو هوندو هو.(62)

4. فقير محمد اڪرم: شيخ غلام محمد جو فرزند ۽ روهڙيءَ جو رهاڪو هو. سيد عبدالوهاب شاهہ جي مُيسر تصنيفات جو ڪاتب هيءُ ئي بزرگ آهي.

5. فضيلت پناهہ حافظ احمد: حافظ احمد ذات جو ڦل، قصبي اروڙ جو رهواسي هو. سيد عبدالوهاب شاهہ جا جيڪي ڪتاب دستياب ٿيا آهن، اُهي دراصل حافظ احمد پنهنجي پوٽي ملا نوح لاءِ شيخ محمد اڪرم کان لکرايا هئا. اُن مان هڪ ڳالهہ اها بہ معلوم ٿئي ٿي تہ سيد عبدالوهاب شاهہ جي روهڙيءَ ۾ قيام دوران، حافظ احمد پيرسن هو.

6. ملا نوح: اروڙ واسي ملا نوح بن ملا اسحاق بن حافظ احمد جي دستخط ۾ سيد عبدالوهاب شاهہ جو "ديوان وهاب" موجود آهي، جيڪو هن بزرگ ۱۲۱۴هہ/ 1799ع ۾ ڪتابت ڪيو.

7. خليفو محمد عادل: سندس والد جو نالو محمد هاشم هو. هن بزرگ جي اَصُل ۽ مسڪن جي معلومات ملي نہ سگهي آهي. هيءُ غالباً سيد عبدالوهاب شاهہ جو خليفو هو. هيءُ بزرگ، شاهہ صاحب جي هڪ عربي قصيدي "هاهوتيہ" جو فارسي مترجم ۽ ڪاتب آهي.

هتي سيد عبدالوهاب شاهہ جي ڪلام جا نمونې طور مختلف عڪس ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| هر دل که بعشق آشنا شد | افتاده بلجهٔ بلا شد |
| دلداده خراب جلوهٔ یار | هردم بکمند مبتلا شد |
| حیرت زدهٔ وصال دلدار | در بحر تحیرش فنا شد |
| بس غرقه بحر آن دلارام | در ورطهٔ حیرتش صفا شد |
| آن خانه تنگ از وصالش | دیوار شکسته فضا شد |
| این خرقه کهنه از نگاهی | چست آمد بر تنش قبا شد |
| از خود چو برفت عاشق الحق | هر لحظه درون او لقا شد |
| این ظلمت تن بنور نهفت | تبدیل نموده بس ضیا شد |
| در بحر قدم چون قطره گم شد | رفته ز خودی هم بقا شد |
| چون عبد وهاب در حریمش | رو یافت ز شاه مرحبا شد |

عڪسِ ڪلام انتخاب از: ”قصائد صوفيه“ بخط: فقير محمد اڪرم

## عڪس سي حرفي (سرائڪي)

بسم الله الرحمن الرحيم

الف — آوهر ميڏي تون ته پير ميران هين قادر ڪل جهان اُتي
تيڏي لهر لڳي سڀهه جن ملڪ تون ته حاڪم ڪون مڪان آتي
تيڏا امت نهين ڪوئي پير ميان تيڏا اسايه زمين زمان اتي
اي عبدالوهاب منگي مهر تيڏي
هي لطف تيڏا انس جان اتي

ب — بحر غماندي جو موج ماري تبي ملاح لنگها تين امين بحر ڪنون
هڪ رات اندهيري بياجو قوا هين لڪ ڪنڙن لڏهين شتابي ڪنون
تارون مول نسي سر هول نيڏي اي لهر لڳي سيران شرم تيڏون
سيد عبدالوهاب وسيت دامن تيڏي
تريز شاه نهين ڪوئي دوست جنيون

ت — تو بهنيوان باجهوان، در تيڏي اهين ور اُتي هو سي ق رسيڏا
تيڏا راز و ڏسائين نال سدا غيث اغواث تو هين هين ثاني تيڏا
ڏيا غم وسيال عزيز سي تون مهر ڪنون تيڏين شاه جيندا
اي عبدالوهاب تيڏي ور ها
هين ور جيها نهين ور ڪيندا

ص ضبط آهين ميون هفت نون ميان تون ته والي سمايين مڪين داجي
ميڏي ٻيا نيڪي بدي تون تي پچ تنهن سندا اضامن توهين ديادين داجي
مين تي ڦذ ڪرو تون ته وڏ ووڏا توهان صاحب بحر لقين دا جي

سيد عبدالوهاب تيڏي دامن لڳا
تون ته مالڪ مڪين داجيا

ط طورت اندر ڏي سير داجي باهر فهم عجائب عقل ڪنون
تون ته بحر علم عليم داجي تئين فائق عقل سڀ لتاڪ ڪنون
ڪنون عرش اُتي تنهنڌا سير اجا تون ته فارغ تئين ابتشا نقل ڪنون

ظ ظاهر هتيا ساري ملڪ وچ تيڏا حڪم تي حڪمت پاڪ ميان
اُتي ملڪ اُتي فلڪ فلڪ تيئون ڏهياش بشاه واڳ ميان
هر دم ڏهيا شهباتيئون سير او جا تيڏا راه گذر افلاڪ ميان

اي عبدالوهاب تپرشاه تيئون
هي ته درلت ڏي دي خاڪ ميان

ع عين ڪيتو اهو عين ميڏا نڪتا ڏهوڪي عين ويکيا ڏ تو
عين عين هتيا هڪو رب رهيا ڪنهن ٻي غيردي پچ بنيا ڏيتو
هستي گم تهي وچ جبر گئي ڪنعته گم تهيا نيست نيست ڪيتو

اي عبدالوهاب آپون آپ لدا
[illegible]

ع غير گيا جڏان جام ڏنو تيڏي نام گوں سڀ جيڏا ڳرين
مدهوش کيتو شاه هوش نيتو هر دم ودت مهنڏي پيا گرين
وڏا شان نت لڌ نصيب تهان جيون ود تيڏي ڏين غلام ڳرن

اي عبدالوهاب وڏا شان تهين
غوث اعظم جهين نون ڪرام نين

ف فيض تيڏي شاه جيلان دا ميان عالمگير تهيا طالب فيض ڏوين
پاڇهون ست طريق اهين قادري دي فنا بقا گي وچ راه روين
ميڏي ست جيها کوئي شاه نهين اهين مدد ڪريم دا علام رهين

سيد عبدالوهاب هي بحر سمي
اهين بحر وچين ميڏڙا ڏوه ڏهين

ق قرب مڱان ميران مهر تيڏي تون ته والي ولايت تمام دا جي
جن انس تي يا ال ملڪ ميان سڀ طالب هوئي تيڏي نام دا جي
اهين خواب ڪنون سڀ فيض منگن تون ته صاحب فيض تمام دا جي

اي عبدالوهاب تيڏي در پيا
مهر و عزت ستين اهين پيام دا جي

ڪ ڪار نهين پاڇهون حب تيڏي تيڏي حب ميون ڪي شاه سما
تيڏي حب ڪنون بي حب ميون پاڇهون حب تيڏي سڀ ڪم ڪچا
اهين مهه ڪنون ميون حب ڏيون اهين رنگ وچ ميڏڙا رچا

اي عبدالوهاب ٻيڙي جب ربي

اهين گهيڙ ٻاهيون نهين ڪجهه بچيا

ل لعنت وسي تهين رافضي اوتي جيڙا دشمن تنهنجي خباب داجي

اُهنه تي لعنت وسي وچ نار هوسي جنهن علم نه تنهنجي ڪتاب داجي

جيڙا ابدالي تنهنجي پارسا تهنون ڀرا نه خير ثواب داجي

اي عبدالوهاب دوهوخوار ربي

هوسي ٻڌا ته مت عذاب داجي

م مهر ڪرو اهين گولي اتي نوان شاه دي گولي قبول هوان

دوني جگ شهاميدا انهن توتي مهر دل نظر ڪرو ته مين شاد هوا

مدري لسري دي ميون جُڳ سنجت مين غلام سيها تيدا ياد رنن

اي عبدالوهاب مٺيان خان تنهنجي

مهر دل نظر ڪرو ته آباد هو وان

ن نازڪي راز ڪمال دا ميان نهين صاحب زيب گفتار داجي

تونهنجي حيت بُهليا عاليشان داسيان تونه صاحب انبيا ستار داجي

تونه تخت نشين صاحب داميان نهي صاحب عز وقار داجي

اي عبدالوهاب تنهنجي دامن لگا

نيڪون ننگ ته اپني قرار داجي

و ورق ولائين تنهنجي ڏوه داميان اپني ڏوه دهوئين اپني بحر ڪنون

اپني سو صفت [illegible]

## حوالا:


.1 "برهان"، محمد حسين، مولوي: "برهان قاطع"- جلد 2، مطبوعہ نولڪشور ص 246

.2 (1) نفيسي، علي اڪبر، دڪتر: "فرهنگ نفيسي"، شرڪت سهامي چاپ رنگين، تهران، 1324، مجلد چهارم، ص 2784

(2) "دهخدا،" علي اڪبر: "لغت نامہ"، انتشارات مجلس شوراي ملي، تهران مهرماه 1336ش، شماره 34، ص 449

(3) فيروز الدين، مولوي: "فيروز اللغات"- حصہ دوم، فيروز سنز لاهور ص 206

(4) خويشگي محمد عبدالله: "فرهنگ عامره"، مقتدره قومي زبان اسلام آباد، 1989ع ص 491

(5) وارث سرهندي: "علمي اردو لغت"، علمي ڪتاب خانہ لاهور 2000ع ص 1128

(6) سيد احمد دهلوي، مولوي: "فرهنگ آصفيہ"، ج سوم، اردو سائنس بورڊ، لاهور طبع ششم 2010ع، ص 494.

3. J.F Blumhardt: "A supplementary Catalogue of Hindustani Books in Library of British Museum", 1909.

.4 رحمان علي، مولوي: "تذڪره علماءِ هند"، مرتب و مترجم: ڊاڪٽر محمد ايوب قادري، پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽي، ڪراچي سنڌ، ص 44

.5 ٽاڊ، ڪپتان جيمس: "تاريخ راجستان"، (اردو) جلد اول، انڊس پبليڪيشنز ڪراچي سنڌ، 1991ع، ص 49_29

.6 (1) رانجها، محمد نذير: "برصغير پاڪ و هند مين تصوف کي اردو مطبوعات"، مغربي پاڪستان اردو اڪيڊمي، لاهور، 1995ع، ص 289

(2) حسين شاهد، ڊاڪٽر: "سيد شاه امين الدين علي اعليٰ - حيات اور ڪارنامي"، انجمن ترقي اردو آندهرا پرديش، 1973ع، ص 448

.7 (1) افسر صديقي وسيد سرفراز علي رضوي: "مخطوطات انجمن ترقي اردو"، ج اول ص 405

(2) ايضاً، ج ششم ص 35_134، 205

.8 سروري، عبدالقادر: "فهرست اردو مخطوطات"، مطبوعہ دار الطبع جامع عثمانيہ سرڪار عالي حيدرآباد دڪن، 1929ع ص 32، 23

.9 (1) احمد منزوي: "فهرستواره ڪتابهاي فارسي"، انجمن آثار و مفاخر فرهنگي، 1375، مجلد دوم، چاپ اول، ص 4242/46/1318/1054

(2) ايضاً 1376 چاپ اول، ص 2243

(3) محمود مدبري: "فرهنگ ڪتابهاي فارسي از قرن چهارم تا ۱۳۰۰هہ ش"، بخش دوم، چاپ اول، ص 525

(4) احمد منزوي: "فهرست مشترڪ"، مرڪز تحقيقات فارسي، ايران و پاڪستان، ج اول، ص 46

(5) ايضاً 1988، جلد 10، ص 581/330

(6) ايضاً ج 12، ص 2303

(7) ايضاً 1990، ج 11، ص 1104

.10 (1) "بياض صابر" - از: سيد صابر علي شاه ٺٽوي جنهن ۾ مذڪور "ڪرسي نامو" نقل ٿيل آهي. هيءَ بياض محترم صفدر حسين "سيفي" ميرزا وٽ محفوظ آهي، جنهن تڪليف وٺي اها معلومات 19 سيپٽمبر 2010ع تي فون تي لکرائي.

(2) سيد ديدار حسين شاه رضوي: "ٺٽي جي رضوي ساداتن جو شجرو ۽ حسب نسب" (مقالو)، ٽِه ماهي "سنڌي ادب"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو سنڌ، 2006ع، ص 78

11. (1) سومرو مظهر الدين، پروفيسر: "مقالاتِ قاسمي" (تحرير: علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي) 2000ع، ص 60_359 ۽ 365
(2) غازياڻي محمد قاسم: "المڪتوب الحبيب"، مقدمو ۽ حاشيا: مخدوم سليم الله صديقي، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 2006ع، ص 8 ۽ 23
12. قاضي محمد يعقوب "صابر" قريشي، حڪيم: "بياض طب يعقوبي"، (قلمي)
13. مخدوم حسن الله پاٽائي: "انساب مشائخ سيوستان"، سنڌيڪار: مخدوم علي گوهر، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 2008ع، ص 19 ۽ 22
14. محب الله شاهہ قادري: "مختصر تاريخ سنڌ"، مترجم: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، سکر سنڌ، 2001ع، ص 45_44
15. بروايت سومر شاهہ جيلاني ۽ عبدالله آخوند (آخوند صاحب، اها روايت، پنهنجي والد آخوند حافظ محمد جيئل جي زباني بيان ڪئي)
16. (1) بروايت سومر شاهہ جيلاني
(2) خانداني اسناد، مملوڪ: ارشاد علي شاهہ جيلاني
17. "نامي" بيگ محمد: "تواريخ حڪام و متصديان بکر" (قلمي فارسي)
18. (1) "اجازو" (عربي) مرقوم ١٠٨٢هہ و ١٠٩٢هہ
(2) بروايت ميان غلام صديق قادري مرحوم
19. ڪلام "ڪمتر" (قلمي)
20. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام" (فارسي)، ص130
21. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"، مترجم: مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 2004ع، ص 275
22. بروايت مرهيات سيد غلام شبير شاهہ رضوي (عبدالله پوٽو)
23. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "معيارِ سالڪانِ طريقت"، بہ تصحيح و مقدمہ و تحشيہ و تعليقات: دڪتر خضر نوشاهي مرڪز تحقيقات فارسي ايران وپاڪستان، 2001ع، ص 656
24. غلام مرتضيٰ شاهہ رضوي: "نسب نامہ ساداتان عظام ڪرام"، (فارسي قلمي)، ص 53
25، 26. ڏسو حوالو نمبر 24، ص 54
27. مير يعقوب علي خان (ثاني): "بياض" (قلمي فارسي) ١٢٤٢هہ / 1826ع، ص 4
28. "وفائي" دين محمد، مولانا: "تذڪره مشاهير سنڌ" - جلد 2، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 1985ع ص 104
29. قاضي غلام مهدي: "انيس المساڪين"، (قلمي سنڌي)، ص 304
30. ايم انور رومان، پروفيسر: "بلوچستان ڪي قبائل" (ضلعي گزيٽيئر سي انتخاب)، مطبوعات النساء، ڪوئيٽا، 1990ع ص 258
31. ڏسو حوالو نمبر 29، ص 93_92
32. "غبار" غلام محمد، مير: "افغانستان در ميسر تاريخ"، دولتي مطبعه ڪابل، افغانستان 1967ع، ص 386
33. حسن انوشه: "دانش نامہ ادب فارسي - ادب فارسي در افغانستان"، (مقالو): زمان شاهہ دراني - از: برزگر، سازمان چاپ و انتشارات، وزارت فرهنگ و ارشاد اسلامي، تهران، 1381، ج 3، ص 486
34. حوالو ذ ببر 32، ص 378
35. ليٽ، جي. پي: "افغانستان تاريخ ڪي آئيني مين"، مترجم: ارشاد عزيز گوشہ ادب ڪوئيٽا، 1988ع ص 207
36. "خليل" محمد ابراهيم: "استخراج تاريخ درنظم"، نشرات انجمن تاريخ، مطبعه دولتي، ڪابل، 1337، ص 96_95
37. مولائي شيدائي رحيمداد خان: "جنت السنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1958ع ص 588
38. ورياهہ عبدالله خان: "سنڌ ۾ ٽالپر دؤر جا سڪا" (مقالو): ٽماهي "مهراڻ"، اپريل - جون 1990ع، ص 130

39. ڏسو حوالو نمبر 32، ص 386
40. ڏسو حوالو نمبر35، ص 238
41. ڏسو حوال نمبر 33
42. (1) حوالو نمبر 35، ص 239
(2) حوالو نمبر 33
(3) حوالو نمبر 32
(4) آغا محمد ناصر: "بلوچستان مين پيروان علي" کوزک پبلشرز، کوئٽا، 1998ع ص 93_192
43. زلمي محمد ولي: "دکندهار مشاهير" (پشتو)، کابل 1349، ص 129
44. (1) حوالو نمبر 32، ص 389
(2) حوالو نمبر 35، مسٽر ٽيٽ، فقير صاحب جي شهادت "پاڙر" ۾ ڄاڻائي آهي. وڌيڪ لکي ٿو تہ: "ميان غلام محمد جي سر کي 'پاياب نهر' جي ويجهو قندار جي هراتي دروازي تي لڙڪايو ويو." ص 240
(3) حوالو نمبر 30
45. ڏسو حوالو نمبر32، ص 389
46. سيد عبدالوهاب شاهہ: "ديوان عبدالوهاب" (قلمي فارسي)، ص 106
47. نامعلوم: بياض (قلمي)
48. ڏسو حوالو نمبر 24، ص20_19
49. سيد عبدالوهاب شاهہ: "انوار شرح چهل حديث" (قلمي فارسي)، ص 3
50. ڏسو حوالو نمبر 46، ص 4_1
51. منشي عطا محمد شڪارپوري: "تاريخ تازه نواي معارک"، بہ تصحيح و تحشيہ و تعليق: عبدالحي حبيبي افغاني سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي سنڌ، 1959ع بحوالہ تعليق آقائي حبيبي ص 759، 773 "شجره نسب خاندان خانانِ قلات" بحوالہ ڪتابِ مذڪور فارسي ايڊيشن.
52. ڏسو حوالو نمبر 49، ص 46
53. ڏسو حوالو نمبر 49
54. ڏسو حوالو نمبر 47
55. "ننڍي ڪوٽ" ۾ واقع ان جاءِ، جتي سيد عبدالوهاب شاهہ اهل و عيال سان رهندو هو ماضي قريب ۾ اتي سيد غلام مصطفيٰ شاهہ مشهور مستڻ شاهہ بن جهاندار شاهہ جانشاهيءَ رهائش اختيار ڪئي هئي. سيد عبدالوهاب شاهہ جو "محافو"، جنهن ۾ پاڻ سفر ڪندو هو اهو پڻ انهيءَ مذڪور جاءِ ۾ ستر (70) واري ڏهاڪي تائين محفوظ هو. 1975ع ڌاري برساتن جي ڪري، ڇت ڪرڻ سبب اهو "محافو" ختم ٿي ويو. (بروايت سيد غلام رسول شاهہ جانشاهي.)
56. ايضاً
57. لڳ ڀڳ ڇٽن سالن کان سانباها ٿي ڪيم تہ پاڳ ناڙيءَ تان پيرو ڪري اچجي. پر من جي مراد من ۾ ئي رهجندي ٿي آئي. نيٺ هلندڙ سال 2010ع جي جون مهيني جي 28 تاريخ ساجهر سويل ڇهين (6) بجي الله تو آهر ڪري، پاڳ جي سفر تي نڪري پياسين. سفر جا سهيوگي ـ سيد ڪوثر عباس رضوي، سيد جواد حسين موسوي ۽ اسان جو ڊرائيور منظور هئا. روهڙيءَ کان پاڳ شهر تائين، لڳ ڀڳ 400 ڪلوميٽرن جو سفر طئي ڪري 9:30 وڳي ڌاري منزل تي رسياسين. بختيار آباد (بلوچستان) کان پاڳ جو رستو 15 ڪلوميٽر کن ٿيندو. جيئوٽيڪ شهر ۾ اسان جو ڪوبہ ڄاتل سڃاتل ۽ پرين پيارو ڪونہ هو. پر جنهن وٽ بہ لٿاسين، تنهن جيءَ ۾ جايون ٿي ڏنيون ۽ مهمان نوازيءَ جا حق ادا ٿي ڪيا. پاڳ جي سفر جو مقصد ميان غلام محمد جي خانقاهہ سيد عبدالوهاب شاهہ جي مقبري جي زيارت، شاهہ صاحب جي پونئيرن سان ملاقات ۽ معلومات حاصل ڪرڻ هئو. پر جنهن کان ٿي پڇيوسين، ان سيد عبدالوهاب شاهہ جي نالي ۽ روضي کان لاعلميءَ جو اظهار پئي ڪيو.

ٻهرحال، پڇائون ڳاڇائون ڪندي، آخر محترم عبدالعزيز هاميءَ سان ملاقات ٿي. هيءُ صاحب پاڻ جيلاني پيرن جو مريد هو. ڪيس مرشدن جي خاندان جون ڏاڪو پشتون ياد هيون. پر ان ۾ سيد عبدالوهاب شاهه جيلانيءَ جو نالو ڪونه هو. پنهنجي موبائيل فون تان مختلف همراهن کي ووڙون ڏنائين ۽ پنهنجي مرشد کي پڻ تڪليف ڏنائين. پر گهربل شخصيتن جو ڪوبه پتو ڪونه پيو. نيٺ، صوفي فقير رضامحمد، جيڪو سائين رڪيل شاهه فتح پور وارن جي درگاهه سان وابسته ۽ صوفي احمد فقير جو سجاده نشين آهي، سان رابطو ڪيائين. هُن صاحب حقيقت حال کان واقف ٿي ڏس پتو ڏنو ته "خانقاهه شهيدان" ۾ ٻئي بزرگ فقير غلام محمد ۽ سيد عبدالوهاب شاهه دفن ٿيل آهن. لک شاباشون هجن عبدالعزيز صاحب کي، جنهن پنهنجو ڪاروبار ۽ مصروفيات ڇڏي، بزرگن جي مقبري تائين اسان جو سُونهون ٿيو. زيارت کان پوءِ، اتان جي مجاور - بهاري فقير جي گهر وٺي هليو جتي فقير سان ڪچهري ٿي. بهاري فقير کي خير ڪي خبر هئي. اتان ٿي صوفي رضا محمد فقير سان وڃي ملياسين. جنهن کان پوءِ، لڳ ڀڳ 5:30 وڳي شام جو موٽي روهڙيءَ پهتاسين.

58. ڏسو حوالو نمبر 24

59. ڏسو حوالو نمبر 11، ص 600

60. بلوچ، داد شاهه: "التحقيق و التقديم علىٰ خلاصة البيان في شرح لغات المشڪوة" (مقالو) ماهوار "الولي" (اردو)، حيدرآباد سنڌ، نومبر - ڊسمبر 1998ع ص 18

61. براهوي عبدالرحمان، ڊاڪٽر: "بلوچستان ڪي ايڪ ڪثير التصانيف الصوفي سيد عبدالوهاب الجيلاني بهاگوي" (مضمون)، هفت روزه "ايلم" مستونگ مؤرخه 26/17 اپريل 2004ع

62. ڏسو حوالو نمبر 29 ص 111 کان 113

(2)

# خطبة الجمع

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جو هڪ ڪتابُ "خطبة الجمعه" جي نالي سان مليل ٿو. راقم السطور جي ذهن ۾ اهو سوالُ هڪ ڪان وڏيڪ پيرا آيو ته "بيدل" سائينءَ تصوف واري اعليٰ علمي رنگ ۾ روايت وارا اهي خطبا لازماً ڪنهن نہ ڪنهن مسجد ۾ جمعي نماز ۾ پڙهڻ لاءِ جوڙيا هوندا، ۽ ضرور ڪٿي پڙهيا بہ هوندا! اُن ڏس ۾، "بيدل" سائينءَ جي حوالي سان مختلف ڪتابن جي ورق گرداني ڪندي خانبهادر محمد صديق ميمڻ جي لکيل "سنڌ جي ادبي تاريخ" مطالعي هيٺ آئي، جنهن ۾ منهنجي سوال جو جواب موجود هو. هتي اسان خانبهادر صاحب جي لکيل "بيدل" سائينءَ بنسبت احوال مان متعلقہ ٽڪرو پيش ڪريون ٿا:

> "فقير قادر بخش پهريائين (قاضي فيض الله واري محلي)" جي مسجد ۾ سڀ ڪنهن جمعہ نماز بعد عالمانہ وعظ ڪندو هو."[1]

خانبهادر محمّد صديق ميمڻ جي تحرير مان جيڪو اقتباس اسان مٿي ڏنو آهي، اهو "بيدل" سائينءَ جي حياتيءَ جي هڪ اهم گوشي بابت چاڻ مهيا ڪري ٿو ۽ سندس هڪ تصنيف جي تاريخي پس منظر کي نروار ڪري ٿو. ميمڻ صاحب پنهنجي تحرير ۾ جيڪو "قاضي فيض الله وارو محلو" ۽ اتي جي مسجد جي ڳالهہ ڪئي آهي، ان لاءِ اسان وضاحت ڪندا هلون تہ "قاضي فيض الله واري محلي" مان مراد "ننڍين قاضين وارو محلو" آهي. ٻيو تہ ننڍين قاضين ۾ "فيض الله" جي نالي سان ٻہ بزرگ ٿي گذريا آهن: هڪ فيض الله (اول) بن ملا احمد محتسب، جو قاضي ميان پير محمد جو ڏاڏو هو. ٻيو فيض الله (ثاني) بن نصير محمد. هيءَ صاحب، ڳوٺ حيات پتافيءَ جي اسڪول جو هيڊ ماستر هو.[2] جڏهن تہ قاضي فيض الله واري محلي جي مسجد مان مراد "مسجد محمد عمر" آهي. هيءَ مسجد "فيض حويليءَ" جي اتر ۾ چند وکن جي فاصلي تي اڄ بہ موجود آهي. مسجد جو تفصيلي احوال اڳتي ايندو.

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه، "پاٽولڪي سمٽيءَ" جو رهواسي هو. مذڪور سمٽيءَ ۾ سندن جاين جي ويجهو مشهور "واعظ واري مسجد" هئي. پاڻ روهڙيءَ ۾ هجڻ دوران پنج وقتي نماز اُتي ئي ادا ڪندا هئا ۽ ان مسجد ڏانهن ئي ويندي ڪرمچند سان چشم دوچار ٿي، مجاز واري گهير ۾ گهڙي، دل ڏئي "بيدل" بڻيا.

"بيدل" سائينءَ جڏهن سن ٦٧_١٢٦٦هه/ 51_1850ع ڌاري "سمٽي" ڇڏي "ننلين قاضين جي محلي" ۾ رهائش اختيار ڪئي، تہ ان کان پوءِ ئي پاڻ ان محلي جي "مسجد محمد عمر" ۾ هر جمعي تي عالمانہ وعظ ڪرڻ لڳا ۽ جمعي جا مذڪور خطبا بہ اتي ئي ڏنائون.

## حوالا


1. ميمڻ محمد صديق خانبهادر: "سنڌ جي ادبي تاريخ"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄامر شورو سنڌ، 2000ع ص 406
2. سيد عطا حسين شاهہ موسوي: "فقير محمد قانع". (قلمي مضمون)

باب ٽيون

# وڪريل معلومات

## (1)
## ماهي بازار ۾ خليفي محمد محسن جي هڪ جاءِ

"ڪتابِ حڪم" ۾ هڪ "بيع نامو" سن ۱۲۶۳ھ/ 1846ع جو نقل ٿيل آهي. انهيءَ "بيع نامي" مطابق، حضرت عبدالقادر "بيدل" ؒ جي پيٽيوبي، محمد زمان ولد مرحوم محمد عطا پنهنجو هڪ بقالڪو دوڪان وڪرو ڪيو. مذڪور دوڪان جو محل وقوع هن ريت ڄاڻايل آهي:

اوڀر ۾: دوڪان ملڪيت محمد سليم ولد مرحوم شير محمد خواجہ.

اولهہ ۾: دوڪان ملڪيت مرحوم محمد صالح بن ملا خير محمد خياط.

ڏکڻ ۾: جاءِ ملڪيت مرحوم بيگ محمد و محمد محسن خواجہ.

اتر ۾: شارع عام بازار ماهي فروشان.

سن 1846ع ۾ اهو مذڪور دوڪان مبلغ "هشتاد پنج روپيہ"، يعني: (85 روپين) ۾ فروخت ٿيو. دستاويز تي دستخط ڪندڙ:

| | |
|---|---|
| قد شهد بمافيه العبد الاحقر حافظ چٽن | الاحد من الشهود محمد سليم |
| قادر بخش فقير | ابن مولوي شير محمد خواجہ |
| مهر: قاضي محمد افضل | محتسب عبدالخالق |

مذڪور "بيع نامي" مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ فقير محمد محسن ۽ سندس ڀائٽيي مرحوم بيگ محمد جي هڪ جاءِ "بازار ماهي فروشان" (يعني: مڇي وڪرو ڪندڙن جي بازار) ۾ هئي. البت، اهو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي تہ مذڪور ٽڪي مان "بيدل" فقير کي حصو مليو يا نہ. مذڪوره بازار اها ساڳئي بازار آهي، جيڪا هينئر "پراڻي مڇي مارڪيٽ" جي نالي سان سڏجي ٿي. ان دؤر ۾ ساڻي انهيءَ بازار ۾ مڇي وڪڻندا هئا.

(2)

## "بيدل" فقير جا همعصر انڪم ٽيڪس
## پيارينڊڙ پاڙولي ۽ ٻيا افراد

روهڙي شهر ۾ چند قديم تاريخي خاندانن وٽ پراڻن دستاويزن جو ڪجھ ذخيرو محفوظ آهي. اهڙن خاندانن مان "رضوي سادات" جو علاءَ الدين پوٽا پاڙو، آثار مبارڪ جي مجاور، مخدوم خاندان جو هڪ ڪٽنب، باغائي ۽ ٽن جو پڳدار گهراڻو، قادري صاحبان، وڏن قاضين جو هڪ گهراڻو باڪرو قاضي، باڪرو آخوند ۽ جيلاني سادات اهم آهن. تازو اسان کي محترم ارشاد علي شاهه جيلانيءَ جي ذريعي هڪ قيمتي دستاويز دستياب ٿيو آهي، جيڪو روهڙيءَ جي انڪم ٽيڪس پيارينڊڙن متعلق آهي. انڪم ٽيڪس ڀرينڊڙن ۾ 22 پاڙولي به شامل آهن، جيڪي "بيدل" سائينءَ جا پاڙيسري ۽ همعصر هئا. هتي انهيءَ مذڪور تاريخي دستاويز جو ذڪر ڪجي ٿو:

طومار جي صورت ۾ تحرير ٿيل هن دستاويز ۾ سال 1868ع (فيبروري کان سيپٽمبر) ۾ روهڙي شهر جي انڪم ٽيڪس پيارينڊڙن جا نالا ۽ ٽيڪس جا انگ اکر، ڪُل ميزان سميت مذڪور آهن. دستاويز دفعن ۾ ورهايل آهي. پهريان ڇهه دفعا جاگيردارن، زميندارن ۽ باغائين تي مشتمل آهن، جڏهن ته باقي چار دفعا هنرمندن ۽ ٻين ڌنڌن سان وابسته افراد جا آهن. مذڪوره دستاويز ۾ شامل ٽيڪس ڀرينڊڙن جو تفصيلي ذڪر، هن ڪتاب جي موضوع کان خارج آهي. البت، دستاويز ۾ آيل ساداتن ۽ قاضين جي حوالي سان سندن پاڙن جي نشاندهي ڪري ڇڏيون ٿا، ته جيئن ڪو صاحب مزيد تحقيق ڪرڻ چاهي، ته اُن لاءِ اها نشاندهي معاون ثابت ٿيندي!

دفعي پهرئين ۽ ٻئي ۾ آيل جملي سيد، رضوي سادات جي هيٺين مختلف پاڙن سان تعلق رکن ٿا:

ڪوٺائي، مياڻنا، شاهه پوٽا، جانشاهي، نوابي، محمود پوٽا ۽ اُبڙيءَ وارا.

دفعي ٻئين ۽ ٽئين جا انڪم ٽيڪس پيارينڊڙ قاضي صاحبان کان علاوه ٽنيا ۽ شيخ به آهن، قاضي صاحبن ۾ وڏا قاضي (ثقفي قاضي)، ننڍا

قاضي (خالدي قاضي)، باڪرو قاضي، غالباً باڪرو شيخ قاضي ۽ ملا سعد الله جو خاندان (بزرگ عالم، اديب ۽ فارسيدان ڊاڪٽر نبي بخش قاضي هن خاندان جو چشم و چراغ آهي) اچي وڃن ٿا.

بقايا دفعن ۾ باغائي ڀُٽا، وينجهر، سوداگر، سرهيا، ڪهنباٽي، ڪوري، ساٽي (ماهي فروش)، ڪاٺير (خارڪش)، ميربحر (غالباً پيا) شامل آهن.

آخري دفعو پاٽولين جو آهي. سڀ ڪان وڏيڪ افراد، جيڪي ٽيڪس ڀريندڙ آهن، اهي پاٽولي آهن ۽ اُنهن جو تعداد 22 آهي.

پڇاڙيءَ ۾ ڪُل ميزان، وچور لکائي، استعمال ٿيندڙ ڪاغذ ۽ مس جو خرچ پڻ ڏنو ويو آهي.

هتي ورندڙ صفحي تي انهيءَ تاريخي دستاويز جو عڪس ڏجي ٿو:

(3)

## خانقاهہ بيدل متعلق متفرق معلومات

### بروايت ميان علي گوهر قاضي

(ميان علي گوهر قاضي (ولادت: 14 فيبروري 1925ع - وفات: 7 مئي 1994ع)، سچل سرمست ﷺ جي عاشق، قاضي ميان علي اڪبر درازيءَ جو وڏو فرزند، باڪرو قاضين جو سر بر آورده بزرگ ۽ روهڙيءَ جي هڪ معتبر شخصيت هئي. 26 ڊسمبر 1991ع تي ساڻس ڪيل هڪ ڪچهريءَ دوران ڪانئس انهيءَ مذڪور موضوع تي هيٺين معلومات دستياب ٿي.)

- دولهہ ڏنو مل (فقير گورتن داس جو مامو) ۽ سندس ڀاءُ گوبندرام- "بيدل" سائينءَ جا وڏا عقيدت مند هئا ۽ گهڻو تڻو درگاهہ تي رهندا هئا.
- دولهہ ڏنو مل سپروائيزنگ ٺيڪيدار هو.
- "بيدل" سائينءَ جي درگاهہ جو ڪم دولهہ ڏني مل ڪرايو هو. ورهاڱي وقت پاڻ هندستان لڏي ويو. اُن هوندي بہ پاڻ اڪثر اتان بہ سرمايو موڪليندو رهندو هو.
- "بيدل" سائينءَ جو ميلو شروع پڻ دولهہ ڏني مل جي سرمايي سان ٿيندو هو.
- دولهہ ڏني مل پنهنجي ڪمائيءَ مان "بہ آنا" حصو "درگاهہ بيدل" لاءِ مخصوص ۽ وقف ڪري ڇڏيو هو.

باب چوٿون

# لاڙڪا، پيل ماڳ ۽ مڪان

## (1)
## پاڙو ۽ پاڙيسري
## (پاٽولڪي سمٽي)

روهڙيءَ جو شهر، هر قسم جي ڪپڙي جي وڏي صنعت جو هڪ وڏو مرڪز هو. تيرهين صدي هجريءَ ٽاري جي ديواني دستاويزن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته روهڙيءَ ۾ ان وقت ڪپڙي جي صنعت سان سلهاڙيل هيٺيان محلا موجود هئا:

- سوسي گرن جو محلو[1]
- بزازن جو محلو[2]
- ڪلمعصفرين جو محلو ۽
- پاٽولڪي سمٽي.

پوئين محلي ۾ ريشمي ڪپڙي جا مختلف قسم تيار ڪيا ويندا هئا. انهن مان ڪن جا نالا هن ريت ملن ٿا:

- دريائي،
- جالي،[3]
- تسر.

"بيدل" سائينءَ جا وڏا به تسرائڻ جو ڪم ڪندا هئا. سن 1930ع کان 1935ع تائين به هن محلي ۾ ڪجهه آڏاڻا هئا، جن تي ڪپڙي جي اُڻائيءَ جو ڪم ٿيندو هو.[4]

هتي اهو ذڪر ڪرڻ بيجا نه ٿيندو ته ديواني دستاويزن جي اڀياس مان اهو به معلوم ٿئي ٿو ته ان دؤر ۾ ڪيترن اهم ڏنڌي وارن جون پنهنجن محلن ۾ "سرائُون" هيون، جيڪي آئي وئي مسافر ۽ ٻاهرين واپارين کي سهولت

ڏيڻ واسطي تعمير ڪرايون ويون هيون. "سراءِ" ۾ باقاعده رڌ پچاءَ جو انتظام ۽ رهائش جون سموريون سهولتون مهيا ڪيل هونديون هيون. سن ١٢٠٠هه/ 1786ع جي هڪ دستاويز ۾ "سراءِ سوسي گران" جو ذڪر ملي ٿو.(5) "پاٽولڪي سمٽيءَ" ۾ به ڪم از ڪم هڪ سراءِ هئي. اها مذڪوره سراءِ "بيدل" سائينءَ جي پيٽيوبي محمد زمان خواجه جي هئي.(6)

خود هن محلي جي محل وقوع ۽ حدودِ اربع جي اور هن ريت آهي:

- اولهه ۾ اڇڪلهه ڍڪ ڪان آزاد ڍڪ بازار
- اوپر ۾ ست گهرو محلو ۽ موري ڪندن جو محلو (اڳوٽو) .
- اتر ۾ لوهارڪي سمٽي ۽
- ڏکڻ ۾ رَسه بازار منهاري فروشان (اڳوٽي)(7)

"پاٽولڪي سمٽيءَ" ۾ به مسجدون آهن. سمٽيءَ جي اترئين پاسي ۾ مشهور "واعظ واري مسجد" آهي، جڏهن ته ڏاکڻئين پاسي ۾ "درس واري مسجد" آهي. مرهيات چاچي محمد آچر بن محمد بهار بن غلام حسين (شريفاڻي) ٻڌايو ته مولوي نور محمد گهوٽڪيءَ وارو انهيءَ مسجد ۾ درس ڏيندو هو. جنهن تان مسجد شريف تي اهو نالو پيو.

"پاٽولڪي سمٽيءَ" ۾ به عدد "دالو پير" به آهن: هڪ "دالو پير" محترم محمد بخش جي جاءِ سان گهٽيءَ ۾ ۽ ٻيو "دالو پير" ميان بيگ محمد جي جاءِ سان گهٽيءَ ۾ آهي.

"پاٽولڪي سمٽي" به خواجن جو محلو هو. ليڪن، اُتي ٽيندڙ پٽ جي ڪرت سبب "پاٽولڪي سمٽي" سڏبو هو. گهڻ ۾ گهڻ "بيدل" سائينءَ جي دؤر تائين، هن "سمٽيءَ" ۾ سواءِ چند گهرن جي، باقي سمورا گهر "خواجه قوم" وارن جا هئا. اُنهن مان "واعظ واريءَ مسجد" جي آس پاس هيٺين بزرگن جا گهر هئا:

- محمد پناهه ولد مرحوم الله ڏنو بن محمد افضل خواجه.
- ورپل ۽ حسو ٻئي پٽ رحمت الله بن ملا رجب خواجه.
- واليءَ ڏنو پٽ مرحوم هزاري بن ملا رجب خواجه.
- گل محمد بن مرحوم حاجي محمد بن گل محمد خواجه.
- ملا نور محمد بن مصاحب بن محمد عظيم خواجه.(8)

اُنهن مان سواءِ هڪ اڌ جي، جيئن مرحوم محمد ناصر بن الله اوپايو خواجه "منهاري فروش" هو.(9) باقي ٻيا سيئي بزرگ "ريشم بافيءَ" جو ڪم

ڪندا هئا ۽ اُنهن جا دوڪان بہ محلي ۾ اندر ۽ ٻاهران پڻ هئا. انهن دستاويزن ۾ چند دوڪانن جو ذڪر پڻ مليو ٿو:

- دوڪان ابريشم بافي محمد پناهہ بن ملا الله ڏنو خواجہ.
- دوڪان ابريشم بافي محمد سليم بن ملا شير محمد خواجہ.(10)

اِهي ٻئي دوڪان "بيدل" سائينءَ جي گهر سان لاڳيتوا اتر طرف هئا.

- دوڪان ابريشم بافي ولي محمد بن ملا الله ڏنو خواجہ.
- دوڪان ابريشم بافي اسماعيل بن ابوالفتح خواجہ.(11)

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي گهر سان لاڳيتو مُلا عدر ڪفش فروش جو گهر هو. جڏهن تہ سائينءَ وڏي جي جاءِ جي اولاهين پاسي کان ميان اسماعيل ۽ خان محمد خواجن جا گهر هئا.(12)

هڪ ٻئي دستاويز مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ فقير مرحوم محمد محسن بن بيگ محمد جي هڪ جاءِ مٿي بيان ڪيل ميان اسماعيل خواجہ خريد ڪئي هئي، جنهن جي اوڀارئين پاسي کان تاج محمد بن مرحوم محمد شريف بن محمد صادق خواجہ جي جاءِ هئي. جڏهن تہ ڏاکڻئين پاسي کان خانُو صراف جو دوڪان هو.(13)

سن 1921ع جي سروي دوران "پاٽولڪي سمٽيءَ" مان نڪرندڙ ٽن گهٽين جا نالا هن ريت ڏيکاريا ويا آهن:

- بيگ محمّد گهٽي
- پاٽولڪي گهٽي: هيءَ گهٽي "سمٽيءَ" مان نڪري، "ست گهري محلي" ۾ پوي ٿي.
- فاضلاڻي گهٽي: هيءَ بند گلي آهي.

ديواني دستاويزن ۾ "بيدل" سائينءَ جي ڪن همعصر پاڙيسرين جو ذڪر:

❋ ڪلام الله شريف جا حافظ:

- حافظ ولي محمد بن ملا الله ڏنو خواجہ
- حافظ اسماعيل بن ملا ابو الفتح بن حافظ نعمت الله خواجہ.
- حافظ عبدالوهاب[1]

[1] روهڙي ميونسپالٽيءَ ۾ موجود هڪ فوتي رجسٽر ۾ "نهال بن عبدالوهاب حافظ پاٽوليءَ جي وفات جو سن 1906ع ۽ عمر 90 ورهيہ ڄاڻايل آهي. خليفي سبحان بخش "پنج گنج" جي مقدمي ۾ "ميان عبدالوهاب ريشم باف" نالي هڪ بزرگ کي "بيدل" سائينءَ جو ارادتمند ۽ مريد ڄاڻايو آهي. (ص 45) روهڙي ميونسپالٽيءَ ۾ پيل جمر ۽ فوتي رجسٽرن مان سن 1896ع واري رجسٽر ۾ محمد بن عبدالوهاب پاٽوليءَ جي وفات جي تاريخ 21 جون 1896ع ۽ عمر 55 سال ڄاڻايل آهي.

- حاجي ڪوڙو بن حامد خواجه فقير درگاهه حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ رحمة الله عليه
- ڪشور داس درويش صوفي

هن صوفي درويش بابت ڀي ڪا به معلومات دستياب ٿي نه سگهي آهي. البت ايترو معلوم ٿئي ٿو ته هُن "پاٽولڪي سمٽيءَ" جي انتهائي ڏکڻ ۾ حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي پيٽيوپي، محمد زمان خواجه کان "سراءِ" خريد ڪئي هئي.[14]

آخوند عبدالله، حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي پاڻٽيي (سؤٽ جي پٽ) جو گهر ۽ مڪتب به هن ئي محلي ۾ هو. راقم الحروف کي پنهنجي دوست نانڪ رام، هڪ قلمي ڪتاب تحفي طور ڏنو جيڪو مشهور ڪتاب "ميزان الطب" جي لغت آهي. فيض علي فقير نالي هڪ بزرگ "الصبيان في حل لغات الميزان" جي نالي سان هيءَ لغت "بموجب فرمايش زبدة العلماءَ و قدوة الفضلاءَ معلم عبدالله" لکي آهي. عين ممڪن آهي، ته "معلم عبدالله" اهو ساڳيو آخوند عبدالله هجي. ياد رهي ته ميان غلام حيدر "بسمل" پڻ ڪيس "معلم عبدالله" جي نالي سان ياد ڪيو آهي:

در مکنون فیاض عبدالله،
بود معلم فقیر فیض آگاه.

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي علم ۽ ولايت جي وارث، محمد محسن "بيڪس" به هن ئي محلي ۾ جنم ورتو. پمن سنگهه پنساريءَ جو دوڪان، "واعظ واريءَ مسجد" جي سامهون انهيءَ سمٽيءَ ۾ هو.[15] سيد يار محمد شاهه رضوي نوابي پنهنجي دؤر جو هڪ وڏيءَ ڏيا ۽ حشمت وارو سيد ٿي گذريو آهي. شاهه صاحب انهيءَ محلي ۾ رهندو هو. پاڻ ڪليڪٽر جي دربار جو ڪرسي نشين هو.[16] سيد صاحب 3 سيپٽمبر 1937ع تي وفات ڪئي.[17] "پاٽولڪي سمٽيءَ" جو هڪ ٻيو باوقار ۽ فاضل بزرگ، سيد سرور علي شاهه رضوي (1857ع - 22 آڪٽوبر 1932ع) بن سيد والو شاهه - "رضوي سادات" جي ڦريءَ "ابراهيم پوٽا" مان ٿي گذريو آهي. هيءَ سيد سڳورو فقير محمد محسن "بيڪس" جي پڳ واريءَ رسم ۾ موجود هو.[18] فقير اسماعيل پاٽولي (المتوفي:1976ع) جنهن ڪافي ڪلام وڏيءَ سرت ۽ دروني سوز وچان ڳايا،[19] اهو به انهيءَ محلي جي پيداوار هو.

بسم الله الرحمن الرحيم

حمداً لک یا من لا مقصودی الا هو شکراً لک یا من لا معبودی
الا هو و اصلی و نسلم علی مبلغ العلی بکماله و کشف الدجی بجماله
و کذالک علی آله اما بعد فیقول ... العبد اذ تعسر ... فنظمه
المعانی اللغات التی تقع فی میزان الطب فیسر ... بتحریر
اشتهار معانیها فی لغت العجم و الهند فالله المیسر لکل عسیر
باب الالف آب بادیا عرق و ذف انیسون بادیان

عکس صفحه اول کتاب "الصبيان في حل لغات الميزان"

محرم الحرام جي ماتمي جلوسن جي ابتدا بہ "پاتولڪي سمٽيءَ" مان ٿيندي آهي. "درس واري مسجد" جي لڳو لڳ اتر ۾ هڪ پڙ آهي. پڙ لڳ "انگاس" پڻ نصب ٿيل آهي. اهو مذڪور پڙ اڳي "پاتولين جو پڙ" ڪري سڏبو هو. دراصل، اهو پڙ "بيدل" جي گهراڻي ۽ انهن جي وڏن جو پڙ هو. "بيدل" سائينءَ جي گهراڻي مان جيڪو آخري بزرگ هن پڙ جو انتظام سنڀاليندڙ هو اهو ميان امام بخش عرف ڪوڙو فقير هو. ان ڪان پوءِ پاتولين مان ميان علي محمد پڙ جو انتظام سنڀاليو. جنهن اهو پڙ ۽ ماتم "سائين" جي حوالي ڪيو. ان بعد، پاتولين جو اهو پڙ "سائين جو پڙ" سڏجڻ ۾ اچي ٿو.[20] چند رات جو ماتم انهيءَ مذڪور پڙ تان ڪڇندو آهي. ستر واري ڏهاڪي ڪان اڳ ۾ مذڪور ماتم "پاتولين جي پڙ" تان ڪڇي "درس واريءَ مسجد" وٽان "بيگ محمّد گهٽيءَ" ۾ داخل ٿيندو هو ۽ "واعظ واريءَ مسجد" وٽان گذري، "ڏڪ بازار" ۾ ايندو هو ۽ اُتان ٿيندو "بُخاري شاھ جي درگاھ" وٽان ڦري "وچوڙي چوڪ" ايندو هو جتان وري "پاتولڪي سمٽيءَ" ۾ اچي ٽراهو ٿيندو هو ۽ ماتم ساڳئي پڙ تي رکبو هو. اڳي مذڪور ماتم پڻ "بيدل" جو گهراڻو ڪڍائيندو هو ۽ آخر ۾ ميان امام بخش (ڪوڙو فقير) انتظام ۽ اهتمام ڪندو هو.[21] پڙ جي سامهون تڪاڻو هوندو هو.[22] وچوڙو چوڪ، "پاتولڪي سمٽيءَ" جي اتر ۾ اڳوڻي "رسہ بازار منهاري فروشان" ۾ واقع آهي. "ڪربلا" جو ماتمي جلوس، وچوڙي چوڪ وٽ پهچندو آهي تہ "ٻگلي" ۽ "ڦرٽي" ماتمن جو "ڪربلا" ماتم ڪان وچوڙو ڪرايو ويندو آهي، جنهن ڪان پوءِ مذڪور ٻيئي ماتم سمٽيءَ ۾ مذڪور پڙ تي رکيا ويندا آهن.

## حوالا:

1. قاضي محمد افضل: "ڪتابِ حڪم"، دستاويز ١٢٦٦ھ ص 293
2. قاضي محمد افضل: "ڪتابِ حڪم"، دستاويز جماد الاول ١٢٦٠ھ ص 43_42
3. ايضاً، دستاويز محرم الحرام ١٢٦٠ھ ص 9
4. بروايت مرحيات چاچو محمد آچر
5. ديواني دستاويز (آخر ناقص)، مملوڪ: موسوي لائبريري، روهڙي سنڌ
6. ڏسو حوالو نمبر 2، دستاويز ذي الحج ١٢٥٨ھ ص 196
7. ايضاً، دستاويز ١٢٦١ھ ص 97_196
8. ايضاً، دستاويز شعبان المعظم ١٢٥٩ھ ص 8_7
9. ايضاً، دستاويز ١٢٦١ھ
10. ايضاً
11. ايضاً، دستاويز ١٢٦١ھ ص 95_196 ۽ دستاويز محرم الحرام ١٢٥١ھ ص 1
12. ايضاً، دستاويز ١٢٦٢ھ ص 147
13. ڏسو حوالو نمبر 1، ص 158
14. ڏسو حوالو نمبر 1، ص 97_196
15. بروايت محترم لاله ابراهيم ۽ مرحيات چاچو محمد آچر.
16. ايضاً راوي ثاني وسيد غلام ميران شاه
17. "بياض سيد نور علي شاه رضوي نوابي"، مملوڪ: سيد افتخار حسين شاه بن امام علي شاه نوابي
18. ڏسو حوالو نمبر 16
19. بروايت مرحيات چاچو محمد آچر، محترم حميد آخوند
20. بروايت مرحيات چاچو محمد آچر، محترم پروفيسر عبدالرحيم صاحب، مرحيات سيد احمد علي شاه رضوي ۽ سيد افتخار حسين شاه رضوي.
21. بروايت مرحيات چاچو محمد آچر.

## (2)
## پرينءَ جو پاڙو
### (ننڍين قاضين جو محلو)

[حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي هِن محلي سان نسبت ۽ تعلق سبب اُهو هيٺ ڄاڻايل ڳالهين جي ڪري، ذڪر جوڳي اهميت رکي ٿو:

1. "بيدل" سائينءَ جو محبوب ـ قاضي ميان پير محمد، جنهن جي محبت ۾ وڏي سائينءَ عشق جون سڀ منزلون طئي ڪيون، هن محلي جو مڪين هو.
2. "بيدل" سائينءَ پنهنجو پاڙو ڇڏي، پرينءَ جي پاڙي ۾ وڃي سڪونت اختيار ڪئي ۽ پنهنجي حياتيءَ جا لڳ ڀڳ ويهہ ورهيہ هِن محلي ۾ گهاريا.
3. "بيدل" سائينءَ پنهنجا اڪثر ڪتاب، هن ئي محلي ۾ تصنيف ۽ تاليف ڪيا.
4. "بيدل" سائينءَ يار سان ياڪي ٿيڻ کان پوءِ، پرينءَ جي پاڙي ۾ ئي پنويان پساهہ ڏنا ۽ ڪثرت وارو قيد ڀڃي، جسماني ڪوٽ ڪيرائي، سندس روح جي پکيءَ ملاءِ اعليٰ ڏي پرواز ڪئي.]

حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جي پرينءَ قاضي ميان پير محمد جو پاڙو "ننڍين قاضين" جو پاڙو سڏبو هو. "ننڍا قاضي" نسب جي لحاظ کان "خالدي قريشي" آهن. سندن جد امجد، مفتي مخدوم جيوند روحاني،● جهانگيري دؤر (۱۰۱۴هہ/ 1605ع ـ ۱۰۳۷هہ/ 1628ع ۾ روهڙيءَ ۾ سڪونت پذير هو. البت، اهو صحيح طرح سان معلوم ٿي نہ سگهيو آهي، تہ مفتي صاحب ڪهڙي سال دهليءَ کان روهڙيءَ آيو.[1] مخدوم صاحب جي رهڻ وارو محلو/ هنڌ ان دؤر ۾ ڪهڙي ڪرم قبيلي جو محلو هو اهو پڻ معلوم ٿي نہ سگهيو آهي. ليڪن، اڳتي هلي، مخدوم صاحب جو اولاد وڌيو ۽ ويجهيو ۽ سندن علمي فضائل ۽ ڪمالات، فقهي تبحر سبب هن محلي کي روهڙيءَ ۾ هڪ

---

● مخدوم جيوند روحانيءَ جي تفصيلي نسب نامي لاءِ ڏسو ضميمو ثالث.

اهم حيثيت حاصل ٿي. هن خاندان تي "ننڍا قاضي" جي عرفيت، ٻارهين صدي هجريءَ جي آخر ڏاري پئي هوندي!. دراصل، ننڍي ۽ وڏي قاضيءَ جو فرق، "قاضي" ۽ "محتسب" يا "ننڍو قاضيءَ" جي ڪري آهي. حالانڪ بکر سرڪار جي ٽن پرڳڻن: اروڙ، ماٿيلي ۽ ڪاڪڙيءَ (ڳاگڙي) جي قضا جا عهدا جهانگيري دؤر کان وٺي ٽالپر اميرن جي ايامڪاريءَ تائين هن خاندان ۾ رهيا.[2] پر، جيئن تہ هن خاندان جا ڪجهہ افرادَ روهڙيءَ ۽ لڏي ڳاگن جي "احتساب" تي فائز رهيا ۽ هيءَ خاندان روهڙيءَ جو رهواسي هو ان ڪري روهڙيءَ واسين جي ذهنن تي ٽن پرڳڻن جي قضا بدران روهڙيءَ جو "احتساب" وارو عهدو نفسياتي طور غالب رهيو. تنهن ڪري "ننڍا قاضي" يا "محتسب" جي عهدي سببان هيءَ خاندان "ننڍا قاضي" سڏجڻ ۾ آيو. بهرحال، افتاءَ جي اعتبار کان هن محلي ٽڙ ڪي چار مفتي ڏنا:

- مفتي جيوند روحاني،
- مفتي ملا موسيٰ،[3]
- مفتي عبدالڪريم: هن سن ۱۰۸۴ھ/ 1673ع ۾ وفات ڪئي. "فرشتہ نمط" مان سندس وصال جو سال برآمد ٿئي ٿو. (۱۰۸۴ھ)
- مفتي ملا جان محمد (اول): اورنگ زيب عالمگير جي دؤر جو بزرگ، ويهہ سال افتاءَ جي منصب تي فائز رهيو ۽ سن ۱۱۰۳ھ/ 1692ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين. "داغ محن" سندس سالِ وفات جو تاريخي مادو آهي.[4] (۱۱۰۳ھ)

بکر سرڪار جي ٻن پرڳڻن ـ اروڙ ۽ ماٿيلي جي قضا جو منصب بہ هن ئي محلي ڄاين ۽ نپنن جي حوالي رهيو جن مان هيٺين بزرگن جو احوال ملي ٿو:

- قاضي عبدالڪريم: ۱۱۰۳ھ/ 1692ع کان ۱۱۱۱ھ/ 1699ع تائين نوَ ورهيہ مفتي رهيو. سن ۱۱۱۱ھ/ 1699ع ۾ ماٿيلي ۽ ڪاڪڙيءَ جي قضا تي فائز ٿيو. سن ۱۱۳۳ھ/ 1721ع ۾ وصال ڪيائين.
- ملا ابوبڪر: اروڙ پرڳڻي جو قاضي هو.
- قاضي جان محمد: سن ۱۱۳۳ھ/ 1721ع ۾ اروڙ جي قضا تي مقرر ٿيو.
- قاضي غلام محمد (اول) اروڙ جي قضا تي رهندي، سن ۱۱۹۸ھ/ 1784ع ۾ وفات ڪئي.

- قاضي جان محمد (ثالث)، ھن پرڳڻي - اروڙ ۾ ماٿيلي جي قضا تي ١١٩٨ھ/ 1784ع ۾ فائز ٿيو ۽ مذڪور عهدي تي رهندي ١٢٢٥ھ/ 1810ع ۾ وصال ڪيائين.
- قاضي ميان غلام محمد (ثاني): مير رستم خان ٽالپر (ولادت: ١١٨٤ھ/ 1773ع وفات: ١٢٦٢ھ/ 1846ع) جي صاحبيءَ ۾ سندس پُوني ۾ نظربنديءَ واري عرصي دوران، بکر سرڪار جي ٽن پرڳڻن: اروڙ ماٿيلي ۽ گاگڙيءَ جي قضا جي عهدي تي فائز هو.[5]

سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جو محافظ ۽ سدا حيات شاعر، حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه پڻ هن محلي ۾ "ننڍين قاضين" وٽ ايندو رهندو هو. اُن محلي جي "فيض حويليءَ" ۾ اڄ بہ هڪ ڪمرو محفوظ آهي، جنهن لاءِ "ننڍين قاضين" جو چوڻ آهي تہ سندن وڏا، لطيف سرڪار کي انهيءَ ڪمري ۾ ويهاريندا هئا.[6]

حضرت عبدالقادر بيدل رحمة الله عليه جي ولادت (١٢٣٠ھ/ 1814ع) کان ڪي 6_11 ورهيہ کن اڳ ۾، پنهنجي دؤر جو استاد العلماءَ ۽ عارف، مولانا عبدالحليم صاحب ڪنڊوي روهڙيءَ ۾ وارد ٿيو ۽ "ننڍين قاضين جي محلي" ۾ شريعت و شرافت پناهہ قاضي غلام محمد (ثانيءَ) جي اوطاق تي اچي ٽڪيو. قاضي صاحب پنهنجي محلي ۾ هڪ علحده جاءِ سندس حوالي ڪئي، جتي مولانا صاحب عوام الناس کان ڪناره ڪش ٿي، 35_30 ورهيہ عبادت الاهيءَ ۾ بسر ڪيا. مولوي صاحب کي عمليات ۾ سخت دخل هوندو هو. هڪ ڀيري قاضي غلام محمد کي چيائين، تہ اڄ توکي هڪ ڪرشمو ڏيکاريون ٿا. مير رستم خان، جنهن جو تون ملازم آهين، ان کي هتي (يعني: قاضيءَ جي اوطاق، واقع محلہ ننڍا قاضي) گهرايون ٿا. اُن ڏينهن مير صاحب نائچن جي ڳوٺ ۾ آيل هو. مولوي صاحب هڪ تعويذ لکي، ڪتي جي پاڻي هيٺيان رکي ڇڏيو ۽ گلمر وڇارائي ڇڏيائين. ٿوريءَ دير ۾ مير رستم خان هڪ ڪنجڪيءَ سان گهوڙي تي چڙهي اچي لٿو. مولوي صاحب سان خير و عافيت ڪري سڪوت ۾ ويهي رهيو. ڪا ڳالهہ ٻولهہ ڪانہ ٿي. ڏهن پنڌرهن منٽن کان پوءِ، مولوي صاحب ڪتي جي هيٺيان تعويذ ڪيڏرائي ڇڏيو. مير صاحب هڪدم بنا موڪلائڻ جي هليو ويو. قاضي غلام محمد سوال ڪيو تہ مير صاحب اوهان کان موڪلائي ڇو ڪونہ ويو؟ مولوي

صاحب چيو تہ جبراً آيو هو وقت جو حاڪم آهي ۽ اسان سندس رعيت آهيون. جي نہ موڪلايائين تہ فڪر جي ڪا ڳالھہ ناهي[7] مولوي صاحب، "ننڍين قاضين" جي محلي ۾ ئي سن ١٢٥٤ھ/ 1838ع ۾ انتقال ڪيو. "بيدل" سائينءَ جي ان وقت عمر چوويھہ ورهيہ هئي.

قصبہ روهڙي ۽ پرڳڻي لڏي ڳاڳن جا "محتسب" بہ هن ئي محلي جا فرزند هئا:

- **محتسب ملا محمد عمر:** سندس مهر تي تقرريءَ جو سن ١١٢١ھ (1709ع) ملي ٿو. هن صاحب پنهنجي محلي ۾ سن ١١٤٤ھ/ 1731ع ۾ هڪ مسجد تعمير ڪرائي هئي، جتي "بيدل" سائين پنهنجي دؤر ۾ جمعي ڏينهن وعظ ۽ خطبو وغيره ارشاد فرمائيندو هو.
- **محتسب ملا احمد:** سندس احتساب جي عهدي جو عرصو 35_30 ورهيہ رهيو.
- **محتسب محمد عالم متخلص بہ "خاڪي":** حضرت "بيدل" سائين ڀوهہ جوانيءَ جي عمر ماڻي رهيو هوندو تہ هن انتقال ڪيو.
- **محتسب ملا عبدالخالق:** هن جي ئي دؤر ۾ ئي "بيدل" سائين پنهنجي محلي واري جاءِ ترڪ ڪري، "ننڍين قاضين جي محلي" ۾ جاءِ وٺي ويجي سڪونت اختيار ڪئي. ان وقت مٿيون مذڪور قاضي غلام محمد (ثاني) بہ حيات هو.

تيرهين صدي هجريءَ جي پهرئين اڌ جي پڇاڙيءَ ڌاري هن ئي محلي ۾ حضرت "بيدل" رحمة الله عليه جي محبوب، قاضي ميان پير محمد فصاحت انتباهہ و بلاغت آثار قاضي ميان گل محمد[8] جي گهر ۾ اکيون کوليون. قاضي پير محمد جي شروع ۾ غلام محمد داروگر سان سنگت ٿي، جنهن ڪري "بيدل" سائينءَ سان پڻ رستو ٿيس. فقير غلام محمد جڏهن پنهنجي موت جي ويجهو هئڻ جو درڪ ڪيو، تڏهن هُن "بيدل" سائينءَ کي قاضي پير محمد کي "قرب جي نظر سان ڏسڻ" ۽ سندس "سڀ ناز سهڻ" جي پارت ڪئي. فقير غلام محمد ١٢٦١ھ/ 1845ع ۾ وفات ڪئي. سندس فراق مان قرار حاصل ڪرڻ لاءِ "بيدل" سائينءَ سير و سفر اختيار ڪيو ۽ پريا چار سال درگاهن ۽ سالڪن جي صحبت ۾ گذاري، سن ١٢٦٥ھ/ 1849ع ۾ روهڙيءَ واپس وريو ۽ فقير غلام محمد جي وصيت کي پاڻي ڏيندي، قاضي پير محمد

سان نينهن جو ناتو ڳنڍيائين. سن ١٢٦٥هه/ 1849ع واري سال يا ورندڙ هڪ يا ٻن سالن، يعني غالباً ٦٦-١٢٦٧هه/ 1850-51ع اندر "بيدل" سائين پنهنجي محبوب جي محلي ۾ مڪين ٿيو. اهڙيءَ طرح، "ننڍين قاضين" جي محلي ۾ عشق ۽ عرفان جو عجب غلغلو متو. "ديوان بيدل" جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هن محلي ۾ ئي جهڙيءَ طرح حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه، قاضي ميان پير محمد جي محبت ۾ عشق جون سيئي منزلون طئي ڪيون، اهڙيءَ طرح قاضي صاحب به "بيدل" سائينءَ جي عرفاني صحبت مان فيضياب ٿي، سلوڪ جي راهه جو سالڪ بڻيو. جيئن حضرت "بيدل" رحمة الله عليه پاڻ لکي ٿو:

سالک طریق پیر محمد ک در زمان،
گو برده در سلوک طریقت ز سالکان.

*

می دید نور جلوه هست اوست را عیان،
بعد از بلوغ سیر الی الله سر نموده.

قاضي پير محمد هن ئي محلي ۾ حضرت "بيدل" رحمة الله عليه جو ڪيترو ئي ڪلام قلمبند ڪيو ۽ سندس ڪتابن جي ڪتابت ڪئي. هن ئي محلي ۾ "بيدل" سائينءَ پنهنجي دلبر جي دلبندن - محمد يوسف، غلام حيدر، غلام مهدي ۽ غلام حسين کي تعليم ڏني ۽ هتان ئي حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه ١٢٨٩هه/ 1892ع ۾ جسم جي اوٽ ڇڏي، اعليٰ عليين ۾ وڃي مڪين ٿيو.

ڪنهن سمي "ننڍين قاضين جو محلو" تمام وسيع ۽ وڏو هو. اتر ۾ شاهي بازار، اوڀر ۾ "تاتارن" ۽ "جاجڪن" جا محلا هئا ۽ اولهه ۾ "شيخ محلو" هو. "شيخ محلي" ۽ "ننڍين قاضين جي مَحلي" جي وچ واري گلي "شاهه جي اوتاري واري گلي" سڏبي آهي. انهيءَ گليءَ ۾ "شاهه جو اوتارو" ۽ "شاهه جي مسجد" آهي. هن محلي جي ڏکڻ ۾ آڳاٽو "سائدي محلو" هو.[9]

"ننڍين قاضين جي محلي" ۾ غالباً انگريزن جي ايامڪاريءَ ۾ هندو به لڏي اچي ويٺا، جنهن ڪري هن محلي ۾ "پمن سنگهه گلي" پڻ وجود ۾ آئي. مسندن مان گاديسر - مولچند مسند به هن محلي ۾ لڏي اچي ويٺو. مولا بخش، عطر فروش ملتان جو رهواسي هو ۽ قاضي فقير محمد "قانع" جو گهاٽو دوست هو. انهيءَ دوستيءَ جي ناتي مولا بخش به هن ئي محلي ۾ اچي رهيو.[10]

هن محلي جي فرزندن تحقيق، تصنيف ۽ تاليف جي ڪمن ۾ به چڱو ڀرو ورتو. وڏن جي علمي ميراث کان بي اعتنائي ۽ غفلت شعاريءَ ڪري، اسان جا اهڙا بيش بها خزانا برباد ٿي ويا آهن. اُن هوندي به انهيءَ ڏس ۾ اسان کي جيترو به معلوم ٿي سگهيو آهي، ان جو احوال هتي ڏجي ٿو:

- **قاضي جان محمد (رابع):**
  - سفر نامہ يورپ (لنڊن) سن ۱۲۷۲ھ/ 1856ع.[11]
  - ڪتابِ حڪم (بعنوان: ڪتاب نقليات خطوط شرعي بطور اصلي)[12] سن ۱۲۲۹ھ/ 1814ع - ۱۲۷۰ھ/ 1854ع.
- **قاضي امام بخش**
  - ڪتاب جانوران (فارسي)[13]
- **قاضي غلام حيدر "بسمل"**
  - فارسي، سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام
- **قاضي غلام مهدي**
  - سوانح عمري بيدل رحمة الله عليه
  - انيس المساڪين
- **مسيح الملڪ حڪيم قاضي محمد حيات**
  - بياض طب[14]
- **قاضي جان محمد (خامس)**
  - بياض طب
  - رسالہ در بيان نسب خالدي قاضيان
- **قاضي فقير محمد "قانع"**
  - انوار الهدي (شاهہ جي رسالي جي ترتيب ۽ مقدمو)[15]
  - سلڪِ مرواريد (رسالي جي لغت)[16]
  - شين بابت سبق، پاڳو پهريون ۽ ٻيو، آڪٽوبر 1906ع[•] ورنيڪيولر پهرئين درجي ۽ متفرقہ لاءِ
  - انيس الطالبين، سن ۱۳۳۸ھ/ 1920ع[17]
  - مجموعہ بيت بازي[18]

---

• مصنف، ان وقت ڳيريلي (ضلع لاڙڪاڻي) ۾ ورنيڪيولر اسڪول جو هيڊماستر هو. هن ڪتاب جو نسخو علامہ آءِ.آءِ. قاضي سينٽرل لائبريري، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري ۾ محفوظ آهي.

- اروگيا وگيان[19]
- ڪليات "قانع" (فقير محمد "قانع" جي ڪلام جو مجموعو)
- انگي حساب
- تاريخ
- جاگرافي

• قاضي غلام علي
- شعر
- ۽ نثر

• قاضي شاهه بخش
- Pedigree of Qureshi Khaldi Qazi

## حوالا

1. سيد عبدالحسين شاهہ موسويءَ جي هٿ اکرين محفوظ تحريرن ۾ "ديوان بيدل" (ص 28) ۾ صرف ايترو ڄاڻايل آهي تہ مخدوم جيوند/جيئند روحاني دهليءَ کان روهڙيءَ آيو هو. البت، هن بزرگ جي آمد جو سن نہ ڄاڻايو ويو آهي. "موسوي لائبريريءَ" ۾ محفوظ سن ۱۰۳۱هہ/ 1622ع جي هڪ ديواني دستاويز ۾ مخدوم جيوند روحانيءَ جي دستخط کي بنياد بڻائي، اسان اُن دؤر جو تعين ڪيو آهي.
2. "موسوي لائبريري، روهڙيءَ" ۾ محفوظ مختلف پرڳڻن جي ديواني دستاويزن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو.
3. سن ۱۰۳۹هہ/ 1629ع جو ديواني دستاويز
4. ديواني دستاويز
5. ايضاً
6. بروايت مرهيات قاضي شاهہ بخش.
7. "وفائي" دين محمد، مولانا: "تذڪره مشاهير سنڌ" - جلد 1، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، 1985ع، ص 63_ 262، ڏسو حاشيو از: سيد پير حسام الدين راشدي.
8. قاضي محمد افضل: "ڪتابِ حڪم"، ديواني دستاويز ۾ قاضي ميان گل محمد کي مذڪور القابن سان مخاطب ڪيو ويو آهي.
9. بروايت قاضي شاهہ بخش مرحوم
10. ايضاً
11. مذڪور ڪتاب، "سيد حسام الدين راشدي ڪارنر"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري ۾ محفوظ آهي.
12. مذڪور ڪتاب، "شفقت حسين موسوي ڪارنر"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري ۾ محفوظ آهي.
13. هڪ ناقص نسخو راقم الحروف جي لائبريريءَ ۾ محفوظ آهي.
14. مذڪور بياض ڊاڪٽر عبدالله عباسي، ساڪن روهڙيءَ وٽ محفوظ آهي.
15. هڪ نسخو مرهيات قاضي شاهہ بخش وٽ هو ۽ هڪ نسخو ميان غوث محمد "گوهر" ڪوٽڙي ڪبير واري جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي.
16. ڏسو حوالو نمبر 12
17. ايضاً
18. ايضاً
19. جناب سيد عبدالحسين شاهہ موسويءَ جن جي هٿ اکرين محفوظ تحريرن ۾ ڄاڻايل.

(3)

## مسجد محمد عمر المحتسب

"ننڍين قاضين" مان روهڙيءَ ۾ لڏي ايندڙ گهراڻي جي "محتسب"، ملا محمد عمر بن مفتي ملا جان محمد اول (المتوفي: ۱۱۰۳هه/ 1692ع) پنهنجي محلي ۾ اها مذڪور مسجد سن ۱۱۴۴هه/ 1731ع ۾ تعمير ڪرائي، جيئن هيٺئين ڪتبي مان معلوم ٿئي ٿو:

"تاريخ باني المسجد محمد عمر المحتسب ۱۱۴۴هه"

اهو ڪتبو صحن واري پاسي مهاڙيءَ تي دروازي جي مٿان ثبت ٿيل آهي. مسجد جي ڇت گنبذي آهي ۽ ٽي قبا پڻ اٿس. جن مان وچون قبو وڏو آهي. صحن سان گڏ، ڪابي پاسي کان حجرو پڻ آهي. خالدي قاضين ۽ رضوي سادات جي روايتن مطابق، اها مذڪور مسجد ۽ مسجد جو ماتم (اڱوٺو) هڪ ئي سال، يعني: سن ۱۱۴۴هه/ 1731ع ۾ هڪ ئي وڏي ڪاريگر، اُستي پيير بخش جي نگرانيءَ ۾ تيار ٿيا.[1]

مسجد کي پهرئين مرامت جي ضرورت 190 سالن کان پوءِ پيش آئي. اها مرامت، ملا محمد عمر جي ٽڙ پوٽي، قاضي ميان پيير محمد جي فرزند، قاضي ميان غلام مهديءَ (حضرت عبدالقادر " بيدل" رحمة الله عليه جي شاگرد) سن ۱۳۳۴هه/ 1916ع ۾ ڪرائي. قاضي صاحب، انهيءَ مرامت وارو ڪتبو يادگار طور صحن واري پاسي واريءَ پٽ تي ٻاهرئين طرف کان دروازي مٿان ثبت ڪرايو:

"تاريخ مرمت مسجد قدسی
مرمت اقبال العباد عبدالمهدی
۱۳۳۴هه"

هن مسجد جي ٻئي مرامت، ملا محمد عمر جي هڪ ٻئي ٽڙ پوٽي، قاضي علي بخش جي فرزند، قاضي ميان فقير محمد "قانع" (ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر) سن 1935ع ۾ ڪرائي. مسجد جي ٽئين مرامت، اردوءَ جي پلوڙ شاعر، بابو فصيح الرحمان جي سعي ۽ ڪوشش سان سن 1950ع ۾ ٿي. هن

مرامت ۾ مرحوم سيد شفقت حسين موسويءَ جو پڻ چڱو هٿ هو.[2] مسجد جي چوٿين مرامت، ويجهڙائيءَ ۾ مرحوم قاضي شاهه بخش چڱيءَ ريت ڪرائي آهي.

آخوند فيض محمد جي خود نوشت سوانح حيات "نالهءِ راز" مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ "مسجد محمد عمر" ۾ شيخ محمد اڪرم جو مدرسو قائم هو. شيخ صاحب خود پنهنجي سموري ڄمار انهيءَ مذڪور مسجد ۾ ذڪر ۽ عبادت الاهيءَ ۾ بسر ڪئي. شيخ محمد اڪرم هڪ سئو ورهين جي ڄمار ۾ ١٢٢٣هه/ 1818ع ۾ فوت ٿيو. سندس فرزند، آخوند فتح محمد پنهنجي والد جي انهيءَ جاري ڪيل مدرسي کي غالباً برقرار نہ رکيو ۽ علحده مڪتب قائم ڪيائين. چند خطي ڪتاب اسان جي نظر مان گذريا آهن، جن جي آخر ۾ لڳ ڀڳ هيٺئين عبارت لکيل ملي ٿي:[3]

"...... بنده غوث بخش بن قاضی جان محمد ساکنہ لوہری در مکتب خانہ آخوند صاحب فیض رسان استاد فیض ارشاد آخوند میان فتح محمد تحریر بتاریخ بیست و هفتم ماه ذوالحج ١٢٦٤ه."

مٿيون مذڪور ڪاتب، قاضي غوث بخش "ننڍين قاضين" مان قصبي ۽ پرڳڻي "اروڙ" جي قاضي، شريعت پناهہ قاضي جان محمد جو فرزند هو جنهن اهي خطي ڪتاب، جهڙوڪ: "چهار چمن" ۽ ٻيا پنهنجي استاد، آخوند ميان فتح محمد جي مڪتب ۾ ڪتابت ڪيا هئا. عبارت ۾ "مڪتب خانہ" جا لفظ ٻڌائن ٿا تہ اهو مڪتبُ، "مسجد محمد عمر واري مدرسي" کان علاوه، ڪنهن ٻئي هنڌ قائم هو.

مرحوم قاضي شاهہ بخش ٻڌايو تہ قاضي ميان فقير محمد "قانع" رٽائر ڪرڻ کان پوءِ، اڪثر انهيءَ مسجد جي حجري ۾ ڪتابن جي تصنيف ۽ تاليف جو ڪم ڪندو هو.

## حوالا

1. بروايت سومر شاهہ جيلاني/ قاضي شاهہ بخش / احمد علي شاهہ رضوي.
2. بروايت قاضي شاهہ بخش.
3. مذڪور خطي ڪتاب سومر شاهہ جيلانيءَ وٽ محفوظ هئا.

باب پنجون

# "بيدل" سائينءَ جا راڳي

راڳداري، اڳوڻي روهڙيءَ جي تمدني تاريخ جو هڪ روشن باب آهي. روهڙيءَ جو شهر، ماضي قريب تائين علم و ادب کان علاوه، علم موسيقيءَ ۾ پڻ اتر سنڌ جي ننڍين وڏن شهرن تي سبقت رکندڙ انفراديت جو حامل هئو. هتان جا علمي خانواده هجن يا وڻج واپار سان وابسته گهراڻا، مطلب ته هر خاص و عام راڳداريءَ جي فن کان ڀليءَ ڀت واقف هو. پوءِ اها ڪلاسيڪي موسيقي هجي يا سنڌ جو روايتي راڳ. هتان جا مڱڻهار فقير به ڀلئون ڀل هئا. دهليءَ تائين ڳائي وڄائي، پنهنجو ڏاڪو ويهاري آيا هئا.

اڻويهين صديءَ جي آخري چوٿائيءَ ۽ ويهين صديءَ جي پهرئين چوٿائيءَ ڏاري روهڙيءَ ۾ موسيقيءَ جي ڪهڙي صورتحال هئي؟ اچو ته جناب سيد عطا حسين شاه موسويءَ جي لفظن ۾ پڙهون:

> "راڳ جو اهو سمون هو جو هر مڪان تي چونڪيون ٿينديون هيون. 'بيڪس' وٽ هر وقت جو راڳُ ائي پهر هلندو هو. ماڻهو ڪاٿُون جا ڪاٿُون کهي اچي راڳ ٻڌندا هئا ۽ مستيءَ ۽ وجد جو مزو ماڻيندا هئا. هر سيد وٽ، جي ان وقت امير هئا، ڍولڪون، يڪتارا ۽ ڪافير هوندا هئا ۽ پاڻ به علم موسيقيءَ ۾ ايترا ماهر هوندا هئا، جو آيل گوين سان گڏ ڳائيندا ۽ وڄائيندا هئا. راڳ جو اهو سمون هو جو جڻ هتي ڇانيو هو."(1)

جناب سيد عبدالحسين شاه موسوي، "ديوان بيڪس" ۾ موسيقيءَ واري انهيءَ مٿئين مقال کي اڳتي وڌائيندي، ورهاڱي ۽ ان کان ٿورو پوءِ تائين ڪٽي آيو آهي. پاڻ لکي ٿو:

> "ڪي ته وري راڳيندڙن کي سُرُ وترائڻ ۾ مشغول هوندا هئا، جي پوءِ رفتي رفتي پاڻ به راڳ جا چڱا ڄاڻو ثابت ٿيا. هنن

بزرگن جي محفلن ۾ وقت جون شڌ راڳڻيون ڳائڻ ۾ ايندڙيون هيون. اڄوڪي زماني وانگر، نه ملاوت هئي ۽ نه وري ڪنهن راڳ جي ڪا ڇانوَ ئي ڏني ويندي هئي. انهيءَ جو اثر اهو ٿيو جو روهڙيءَ جا ماڻهو نندڍا خواهه وڏا، ٻن ڳالهين ڪان مشهور ٿي ويا: هڪ تَرڻُ ۽ ٻيو ڳائڻ. ٻاهريان گويا ايندا هئا، ته به هتي ڇرڪي ڳائيندا هئا. اڄڪلهه جيتوڻيڪ اها ڇاڻ پڇاڻَ نه رهي آهي، پر تڏهن به ڪو ڳائڻو آيو ته وڏي خيال ۽ ويچار سان ڳائيندو ته متان قدردانن جي ڪسوٽيءَ تي پورو نه بيهان."(2)

موسوي برادران جي مٿين بيانن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته راڳ جون محفلون پڻ روهڙاين جي روزمره جي زندگيءَ جو جز رهيون.

مٿئين مختصر تمهيدَ، "بيدل" ۽ "بيڪس" سائينءَ ۽ ڪانئن ٿورو پوءِ جي زماني ۾ روهڙي واسين جي موسيقيءَ ۾ مهارت واريءَ روايت جو آئينو آهي.

انهيءَ ڏس ۾ هتي ماضي قريب جو هڪ اهم واقعو ڏجي ٿو جنهن مان پڻ روهڙيءَ واسين جي علم موسيقيءَ ۾ دسترسُ ۽ فن ۾ ڪامل مهارت جي پليءَ پت پروڙ پوي ٿي. اهو احوالُ ڪنهن ٻئي هنڌ جو نه پر خود "بيدل" سائينءَ جي درگاهه جي اڱڻ تي مٿل سُر ۽ تارَ سان وابسته آهي:

خانقاهِ بيدل ﷫ جي ايوان ۾ راڳ ويراڳ جي محفل مٿل هئي. سڄو ماحول سُر ۽ تارَ ۾ ٻڏل هو. سُريلا آواز ۽ سهڻا سُرَ سوز کي سجيهه ۽ دلين کي راحت بخشي رهيا هئا. جو اُستاد عاشق علي خان جي شاگرديائي ۽ ناميارِي ڳائڻي، مختار بيگم (1911ع ـ 1982ع) پنهنجي واري تي ڳائڻ شروع ڪيو. سُر منڊل جي سامعين ۾ سيد عزيز علي شاه تخلص "لکڻ" عرف لکڻ شاهه (1898ع ـ 1955ع) به شامل هو. اچانڪ، شاهه صاحب جي چهري جو رنگ مُتغير ٿيو ۽ هُن مختار بيگم کي ٻُونبو ڏنو. پهريائين ته مائي صاحبه هَڪي ٻَڪي ٿي ويئي. پر، پوءِ ڪيس انهيءَ ساعت پنهنجيءَ گائڪيءَ ۾ غلطيءَ جو احساس ٿيو ۽ اچي لکڻ شاهه جي پيرن ۾ پئي. چيائين: اُستادا برابر چُڪَ ٿي آهي. پوءِ، لکڻ شاهه سازُ ڇيڙيو ۽ سُرن کي سينگاري، ماحول منڊي ڇڏيو.

● مختار بيگم، اردو شاعريءَ جو اُتم ذوق ۽ اعليٰ فهم رکندڙ فنڪاره ۽ ڪلاسيڪل راڳ تي ملڪو رکندڙ گلوڪاره هئي. گراموفون واري دؤر جي غزل ڳائيندڙن ۾ ممتاز مقام جي حامل هئي.

(لڳي ٿو تہ شاهہ صاحب، مختار بيگم جي گذارش تي ڳايو هوندو!) سيد ڳائي پورو ڪيو تہ مختار بيگم پير ۾ ويٺلن کان جَهڪي آواز ۾ پُڇا ڪئي: اُستاد ڪير آهي؟ ڪنهن ٻڌايس، تہ "ڪوٽ ڏٺي" سيد لکڻ شاهہ رضوي آهي. ●

شري نارايڻ ڏي. گرناڻيءَ جي مضمون پڙهڻ کان پوءِ، راقم الحروف کي خيال آيو تہ گهٽ ۾ گهٽ "بيدل" فقير جي راڳين جا نالا معلوم ڪري، هڪ هنڌ محفوظ ڪجن. مون وٽ ڪي نالا اڳيئي محفوظ هئا. وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ محترم علي اطهر موساڻيءَ معرفت پروفيسر غلام شبير سومري صاحب سان ڪچهري ٿي ۽ معلومات مهيا ٿي. ازان سواءِ، منهنجيءَ گذارش تي محترم مثل مسرور بدويءَ وڏ ڪندي، راڳيندڙن جي نالن جي هڪ طويل فهرست موڪلي ڏني. ظاهر آهي تہ انهن مان ڪي راڳيندڙ اهڙا بہ هوندا، جن هڪ يا ڪٿي ڇنڇي تہ چند پيرا خانقاهہ تي سر وڪيريا هوندا ۽ ٻيا اُهي جيڪي سال بسال باقاعدگيءَ سان حاضري ڀريندڙن ۾ شامل آهن. هن هيٺ اسان ميسر معلومات پيش ڪريون ٿا.

## (الف) روهڙيءَ جا راڳي:

حضرت عبدالقادر "بيدل"ؒ جو ڪلام سندس حياتيءَ ۾ ئي مقبول ٿيو ۽ ان وقت ڏاري خطي جي ڪيترين ئي خانقاهن تي ڳايو ۽ وڄايو ويو. جيئن موسوي صاحب ڄاڻايو آهي تہ وٽس ("بيدل" سائين) ۽ سندس فرزند "بيڪس" وٽ راڳ جون محفلون هلندڙ هيون ۽ هر وقت جو راڳ پيو ڳائبو هو. خود روهڙيءَ ۾ ان وقت هيٺيان سنگيت ڪار موجود هئا:

- مطرب خوشي بن مبارڪ. ڏوري ۾ سندس گهر هو جيڪو پوءِ "ني بناءِ امصار سنڌ" جي مصنف، محب الله شاهہ قادريءَ خريد ڪيو.
- مطرب ڏنو
- مطرب حاجي
- رازق ڏنو
- خيرل بن پريل

● "بياض سيد شاهنواز رضوي" (1917ع - 1989ع) تان ورتل. راقم سيد معظم رضوي، سيد جميل رضوي ۽ سيد امداد رضويءَ جو ٿورائتو آهي، جن اها روايت فراهم ڪئي.

- بلو ولد خيرل
- ڪمن بن صالح
- ٻرادي بن خير علي
- صالح بن رازو

سنگيت جي دنيا جي مذڪور موسيقارن جا نالا ۱۲۵۲ھ/ 1836ع کان ۱۲۶۸ھ/ 1852ع تائين دستاويزن جي مجموعي "ڪتابِ حڪم" مان ورتا ويا آهن.[3] انهن "بيدل" سائينءَ جو پنهنجو ڪلام يا ڪنهن ٻئي عارف جو ڪلام سندس حاضريءَ ۾ ڳايو ۽ وڄايو.

* منشي قادر بخش:

هن راڳيندڙ جو ذڪر شري نارايڻ ڏي. گرناڻيءَ پنهنجي مضمون ۾ ڪيو آهي. سندس لکڻ موجب: "منشي قادربخش کي فقير صاحب جي ڪافين جو ڪتابُ سارو ياد هو."[4]

* لالو ۽ مَنو:

پنهنجي دؤر ۾ ڪلامِ بيدل جا مشهور راڳيندڙ هئا. لالو پاٽوليءَ جو تعلق "ناضلاڻي" نک سان هو. محترم محمد بخش جي ڏاڏي، شهباز ڏني جو پاءُ هو. انتهائي شڪيل ۽ وجاهت وارو مڙس هو. سموري ڄمار مجرد رهيو. پاڻ درزڪو ڏنڊو ڪندو هو. 73 يا 74 سالن جي ڄمار ۾ 1945ع ڌاري وفات ڪيائين.[5] مَنو ذات جو شيخ هو ۽ شهدادو محلي ۾ رهندو هو.[6]

خليفي سبحان بخش "پنج گنج" جي مقدمي ۾ ڄاڻايو آهي ته: "مشهور ڳائيندڙ لعلو ۽ منو سندس (يعني: فقير غلام لطيف جا) شاگرد هئا."[7] ليڪن، خليفو بيگ محمد پنهنجي مضمون بعنوان "پنج گنج ڪتاب تي تنقيدي جائزو" ۾ ان ڳالهه کي رد ڪندي لکي ٿو: "مصنف (يعني: سبحان بخش) وڏيڪ لکيو آهي ته لالو ۽ منو خليفي غلام لطيف جا شاگرد هئا.... حقيقت ۾ هُو ٻئي خليفي جا شاگرد ڪونه هئا. هُو ٻئي حضرت بيدل جو ڪلام ڳائيندا هئا ۽ خليفي غلام لطيف سان گڏ ويهندا هئا ۽ انهيءَ سان گڏ ڪائيندا پيئندا هئا."[8]

انهيءَ سلسلي ۾، ميان غلام صديق قادري روايت بيان ڪندي ٻڌايو ته مير عبدالقادر ٽالپر هر سال نائين/ ڏهين ذوالحج تي روهڙيءَ ايندو هئو ۽ وار مبارڪ جي زيارت کان مشرف ٿي، پوءِ درگاهه پيران پير جي زيارت ڪندو

هئو. جنهن کان پوءِ قادري صاحبان جي اوطاق تي ساري رات صوفياڻي رمز وارن ڪلامن جي محفل منعقد ٿيندي هئي، جنهن ۾ لقمان جو يوسف فقير ۽ لالو پاتولي ڳائيندا هئا.[9]

## * ميان الاهي بخش:

ميان الاهي بخش بن موجود علي فقير بن اتفاق علي شاهه بن قندڻ شاهه لُڪندر[10] مير افضل شاهه جي اولاد مان آهي.[11] مير افضل شاهه لاءِ مير "قانع" ٺٽويءَ لکيو آهي: "بزرگيءَ ۽ تقويٰ جو صاحب مير افضل شاهه غازي پوٽي (جي لقب سان) مشهور، غازي ترار جي اولاد مان آهي."[12] پير محمود شاهه بخاري ۽ حاجنا شاهه جي مجاور خاندان مان آهي.

ميان الاهي بخش، ڪلاسيڪي موسيقيءَ توڙي سنڌ جي روايتي راڳ جو استاد هو. پاڻ لالو پاتوليءَ جو شاگرد هو. حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جو عاشق هو ۽ اڪثر سندس ڪلام ڳائيندو هو. هندو سندس گائڪيءَ تي موهت هوندا هئا. اڪثر، انبن ۽ پلن جي مند ۾، هندو باغن ۾ محفلون مچائيندا هئا ۽ الاهي بخش کي خاص دعوت ڏئي گهرائيندا هئا. الاهي بخش ڪڏهن اڪيلو تہ ڪڏهن ساڻس گڏ اسماعيل پاتولي، سومر ڏوبي ۽ عبدالله ناڪئو بہ ڳائيندا هئا. سندن چوڪڙي هنڌين ماڳين مشهور هئي. شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي وغيره مان بہ کين دعوتون ايندڙيون هيون.

سيد عطا حسين شاهه موسوي کيس اڪثر پنهنجي اوطاق تي گهرائي راڳ جي محفل مچائيندو هو. الاهي بخش، جڏهن "بيدل" سائينءَ جي ميلي تي ڳائڻ ايندو هو تہ موسوي صاحب اڳواٽ ٽائيم پُڇارائي کيس ٻڌڻ ويندو هو. هڪ ڀيري ميان الهہ بخش "سرشار" عقيلي، موسوي صاحب وٽ اچي مهمان ٿيو. سندس خواهش تي راڳ جي محفل منعقد ٿي. موسوي صاحب، ميان الاهي بخش کي گهرايو. الاهي بخش کي ٻڌڻ کان پوءِ، عقيلي صاحب مٿس عاشق ٿي پيو ۽ ان کان پوءِ، سندس ڪلام جا اٺ رڪارڊ ڀرائي، پاڻ سان گڏ کڻي ويو.

ميان الاهي بخش ڪافي گو شاعر هو. وفات کان پوءِ سندس تربت تي چالاڻي واري ڏينهن چونڪي لڳندي هئي.

ميان الاهي بخش جو پاءُ، ميان نجم الدين دِلي ۽ دُهل جي وڄت ۾ برک هو. پاڻ اڪين کان سڄو هو.[13]

* **جمن شاهہ رضوي:**

سيد لعل شاهہ جو فرزند ۽ "رضوي سادات" جي "بدراڻي" پاڙي مان هو. "بيدل" سائينءَ جي ميلي تي ايندو هو ۽ چوتار تي پڪو راڳ ڳائيندو هو. پاڻ درزڪو ڏنڏو ڪندو هو.[14] ننڍي طيب ۾ پهرين آڪٽوبر 1940ع تي وفات ڪيائين، جتان سندس مڙهہ روهڙيءَ ڪٽي اچي دفن ڪيائون.[15]

* **غوث علي شاهہ رضوي:**

هيءَ جمن شاهہ رضويءَ جو پاءُ هو. "بيدل" فقير جي ڪلام جو حافظ هو ۽ ستار تي ڳائيندو هو.[16] سن 1938ع ڌاري وفات ڪيائين.

* **ملنگ نياز علي:**

"ننڍي پٽڻيءَ" جو ويٺل آهي. پنجاهہ ۽ سٺ واري ڏهاڪي ۾ درگاهہ تي سُنگ جي صورت ۾ توحيدي ڪلام ڳائيندو هو. نياز علي پاڻ هارمونيم وڄائيندو هو.جڏهن تہ سُنگ ۾ غلام نبي سروهي طبلي نواز دادن شيخ چپٽو صاحبڏنو سروهي يڪتارو (ڪڏهن ڪڏهن) ۽ امام بخش ڊنڊڻ عرف تراب علي شامل هوندا هئا.

## (ب) محترم غلام شبير سومري صاحب کان مليل معلومات:

* **رمضان شاهہ:**

سکر پراڻيءَ جي سيدن مان هو. کيس حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جو مڪمل رسالو ياد هئو. سٺ واري ڏهاڪي ۾ خانقاهِ بيدل تي رندي رمز وارا ڪلام عقيدت ۽ احترام سان ڳايائين.

* **فقير محمد جادل شيخ:**

"بيدل" جي نگريءَ جي آس پاس جي وسندين مان سکر پراڻي جو هڪ ويراڳي فقير، محمد جادل شيخ 1914ع ۾ جنم ورتو ۽ 1994ع ۾ تقريباً 80 ورهين جي ڄمار ۾ دم ڌڻيءَ حوالي ڪيائين.

محمد جادل ۽ سندس فقراءَ ست سُري سُنگ جي صورت ۾ نہ صرف درگاهہ بيدل، بلڪ سموريءَ سنڌ ۽ هندستان جي شهر اجمير شريف تائين "بيدل" سائينءَ جو ڪلام ڳايو. پاڻ جڏهن "بيدل" جو ڪلام راڳ سهڻيءَ ۾ پيش ڪندو هو تہ ٻڌندڙن تي وجداني ڪيفيت طاري ٿي ويندي

هئي. سندس سَت سُري سُنگ ۾ ماستر محمد بچل، سيد يعقوب علي شاهه، نٿوُ فقير ميمڻ، فقير ارباب منگي، فقير گودو انصاري، فقير محمد اسماعيل ميمڻ ۽ فقير محمد شيخ شامل هوندا هئا.

* **دين علي فقير:**

ذات جو ٻرڙو هو. محمد فقير گهوٽي جو طالب هو. ڳائڻ ۾ سندس پاڻ پڻ شريڪ هوندو هو جيڪو اڪثر باجو وڄائيندو هو. سندس زمانو 1958ع کان اڳ جو آهي.

* **غلام حيدر شيخ:**

هيءُ راڳي اکين کان سڄو هو. پاڻ "چڪ" جو ويٺل هو. هڪ ڀيري بچل شاهه مياڻيءَ ۾ لٿو. شديد گرميءَ جا ڏينهن هئا. همراهه سنڌوءَ ڪناري کوهياري ڳائي، پر اهڙي ڳاياائين جو ٻنهه ڀُٽَ تي وئي ۽ ٻڌندڙن جي حالت دگرگون. چيائونس ته غلام حيدرا ههڙي جُهڙ تنهن تي ڪلي پيو ۽ جهٽ سارنگ ۾ هيئيون ڪلام شروع ڪيائين:

"اڪ ٽيا هن انار، سڄڻ تنهنجيءَ سِڪ ۾."

ٻڌڻ وارا ٻڌائين ٿا ته درياهه شاهه اهڙو ته موج ۽ مستيءَ ۾ آيو جو لهرون ڪنارن سان ٽي لڳيون ۽ پاڻيءَ جون بوندون ماڻهن تي پئي پيون. صفا بهاري ٿي وئي. غالباً 80 واري ڏهاڪي جي آخر ڏاري رباني راهه ورتائين.

* **ننگر فقير منگي:**

سائين ريجهه علي شاهه جو طالب هو. تمام سريلو منو ۽ ٽڏو ڳائڻو هو.

* **باغن فقير**

* **سائين ڏنو جوڻيجو:**

لعل مشائخ سکر جو ويٺل هو. هي صاحب پاڻ شاعر هو. قصيدي جي صنف سندس طبع آزمائيءَ جو ميدان هو. هيءُ ٻه سَٺ/ ستر وارن ڏهاڪن ۾ خانقاهه تي ڳائيندو رهيو.

* **گل بهار مهر:**

ڳوٺ قادر ڏني مهر (ڊيهن واري پاسي) جو هو.

* **عبداللطيف مهر:**

هن راڳيءَ جو والد، محمد يوسف پڻ "بيدل" سائينءَ جو عاشق هو.

* **انور شاهه چڪ وارو:**

سندس والد، صوفي عبدالعزيز شاهه شاعر هو. لطيف سرڪار جي طرز ۽ تتبع تي سندس ڪلام موجود آهي.

* **گل محمد:**

گلڻ فقير، سکر جو رهواسي هو. "بيدل" سائينءَ کي خاصو ڳايائين.

* **مريد علي ميتلو:**

تپيدار هو.26 فيبروري 2004ع تي فوت ٿيو. سندس سُنگ ۾ محبوب جوڳي ۽ معشوق فقير هوندا هئا.

* **علي بخش شيخ:**

روهڙيءَ پراڻي ناڪي جو رهواسي هو. هن جي سُنگ ۾ سندس چاچي، علي نواز شيخ ۽ ان جي پٽ، دلبر شيخ "بيدل" سائينءَ جو ڪجھ ڪلام ڳاتو.

* **خانصاحب نٿو خان:**

پاڻ مراد علي خان گويي جو ڏوهٽو آهي. هن به "بيدل" سائينءَ کي خوب ڳايو.

* **گلشن زنگيجو:**

پاڻ پلوڙ شاعر ۽ ويراڳي هو. سندس تعلق ڪنڌڙيءَ جي فقيرن سان هو. "بيدل" فقير جو ڪلام تمام سهڻي، سٺي ۽ پاڀوهي انداز ۾ ڳائيندو هو.(2)

## (ج) فقير مٺل مسرور بدويءَ جي فراهم ڪيل فهرست

| | |
|---|---|
| خان صاحب عاشق علي خان، لاهور | سيد انور علي شاهه، جهانپور شريف |
| خان صاحب خورشيد علي خان، روهڙي | سيد ولايت علي شاهه، اباهه شريف |
| خان صاحب مبارڪ علي خان، ڪراچي | سرڪار غمدل فقير، رتوديرو |
| خان صاحب مراد علي خان، ڪراچي | سرڪار پيپرل پناسي، پنوعاقل |
| خان صاحب منور علي شاهه، سکر | سرڪار محمد گهوٽو، گهوٽڪي |
| خان صاحب لطف علي خان، سکر | سرڪار مهدي شاهه، شاهپور جهانيان |
| خان صاحب غلام علي خان، سکر | سرڪار بيدل فقير، بخشو انڙ لڳ شڪارپور |

| | |
|---|---|
| خان صاحب قيمت علي، شڪارپور | سرڪار شائق فقير عمراڻي لڳ جيڪب آباد |
| خان صاحب هادي بخش ميمڻ، شڪارپور | سرڪار رڪيل شاهه فتح پور بلوچستان |
| خان صاحب قلندر بخش ربابي، شڪارپور | سنت وسٽرام درويش، روهڙي |
| خان صاحب غلام حيدر ربابي، شڪارپور | سنت ڪنور رام درويش، رهڙڪي |
| خانصاحب مٺل شاهه سيد، رانجهاپور | پروفيسر استاد شبير احمد سومرو سکر |
| فقير هدايت الله دل، لڳ ڳڙهي ياسين | محترم اختر درگاهي، روهڙي |
| فقير عطاءَ الله خان دل، لڳ ڳڙهي ياسين | محترم بيدل بخش بدوي، شڪارپور |
| فقير خانڻ راڄڙ | مسٽر ميران بخش بدوي، شڪارپور |
| فقير مٺو ڪلهوڙو | فقير سوز علي پنگوار ڪنڌڪوٽ |
| استاد لونگ خان، روهڙي | فقير مراد علي پنگوار ڪنڌڪوٽ |
| زوار جمال الدين پٽ، سکر | فقير پسند علي عمراڻي، سانگهڙ |
| راڳي رسول بخش پٽ، سکر | فقير عبدالستار شاهه جهانپور |
| فقير غلام سرور پٽ، سکر | ميان محمد موسيٰ قلباڻي روهڙي شريف |
| راڳي برڪت علي پٽ، سکر | فقير محمد بچل شيخ، روهڙي |
| راڳي علي ڏنو پناڻ، ڳڙهي ياسين | فقير ربنواز ميراڻي، سکر |
| راڳي اشرف خان پناڻ، ڳڙهي ياسين | فقير محمد حسن ميراڻي سکر |
| خان صاحب سينگار علي سليم، سکر | فقير محمد صالح لباڻو ڳوپيد (شڪارپور) |
| خان صاحب غلام محمد خان، سکر | فقير جمال الدين مگڻهان ڳوٺ راهوجا (شڪارپور) |
| فقير محمد ڪٽياڻ ڳوٺ سليمان ڪٽياڻ (حيدرآباد) | فقير ربنواز مگڻهان ڳوٺ راهوجا (شڪارپور) |
| فقير مٺار راڄڙ ڳوٺ ڪپرو | فقير امير بخش مهر، شڪارپور |
| فقير غلام سرور "مخمور" پناڻ آرائين لڳ آباد (سکر) | فقير بهادر مهر شڪارپور |
| فقير محمد سومر ميمڻ، پير جوڳوٺ (رحلت ١٣٨١هه) | فقير اسماعيل مهر، شڪارپور |
| فقير غلام حسين ميمڻ پير جوڳوٺ (حال حيات آهي) | فقير خدابخش ميمڻ، شڪارپور |
| فقير گورڌنداس سوپاڻي، روهڙي شريف | فقير عبدالحڪيم ميمڻ، شڪارپور |
| فقير چيتانند سوپاڻي، روهڙي شريف | فقير مهر علي پٽو شڪارپور |
| فقير غوث بخش شيخ، شاهه خيروند (روهڙي) | سيد محبوب شاهه بخاري |
| فقير قادربخش شيخ، شاهه خيروند (روهڙي) | فقير ايسر داس، ڏهرڪي |
| فقير الاهي بخش، روهڙي شريف | فقير سانول مل، ڏهرڪي |
| فقير ڪرم علي قاضي، ڳوٺ ڪنڌرا | فقير حاجي پٽو ڳڙهي ياسين |
| فقير بصر الدين شيخ، ڳوٺ پٽي (روهڙي) | فقير مسرور بدوي، شڪارپور |
| فقير بصير الدين ميمڻ، روهڙي شريف | فقير مٺل مسرور بدوي شڪارپور |
| فقير لعل بخش بدوي، شڪارپور | فقير مريد حسين ميتلو خيرپور |
| فقير پنهل مهر، شڪارپور | فقير غلام رباني دايو سکر |
| فقير سونو مهر، شڪارپور | محترم عمران پٽي، روهڙي |
| فقير هدايت علي جيهو شڪارپور | محترم فتح علي سميجو روهڙي |
| فقير محمد عظيم ڪنير، شڪارپور | فقير علي بخش شيخ، روهڙي |
| فقير عبدالخالق ڪلوڙ شڪارپور | فقير علي نواز شيخ، روهڙي |

| | |
|---|---|
| فقير رسول بخش ڏيٿو شڪارپور | فقير محمد ايوب پٺي، روهڙي |
| فقير غلام حيدر ڪاسائي، شڪارپور | فقير گل حسن ميراڻي، روهڙي شريف |
| فقير غلام مرتضيٰ ڪاسائي، شڪارپور | فقير صدر الدين ڏيٿو شڪارپور |
| حافظ احمد، شڪارپور | فقير صاحب ڏنو مهر، شڪارپور |
| حافظ درمحمد، شڪارپور | فقير شهزادو مهر شڪارپور |
| سيد عبدالرزاق شاهه بخاري، شڪارپور | فقير منصور سمون، شڪارپور |
| سيد ظفر علي شاهه بخاري، شڪارپور | فقير جاويد پٺو شڪارپور |
| فقير الله بخش شيخ، شڪارپور | سيد سراج شاهه شڪارپور |
| فقير شمن سائين سومرو شڪارپور | مسٽر مقصود احمد ڦلپوٽو شڪارپور |
| فقير ڪمال ٿهلاڻي، جيڪب آباد | سيد سلطان علي شاهه پراڻو سکر |
| فقير ارباب خان کوسو جيڪب آباد | فقير محبوب جوگي، احمدپور خيرپور |
| حاجي نثار احمد ميمڻ، شڪارپور | فقير دلبر شيخ، روهڙي |

## حوالا:


1. سيد عطا حسين شاهه موسوي: فقير محمد "قانع" (قلمي مضمون)
2. سيد عبدالحسين شاهه موسوي: "ديوان بيڪس"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، 1965ع ص 22
3. قاضي محمد افضل: "ڪتابِ حڪم" (قلمي فارسي)
4. گرناڻي نارايڻ. ڊي: "بيدل فقير" (مضمون)، ڊي. جي. ڪاليج ڪراچي مسيلني 1922ع ص 24
5. بروايت محترم محمد بخش ۽ محترم پروفيسر عبدالرحيم صاحبان ساڪنان "پاٽولڪي سٽي"
6. بروايت محترم حاجي (ولادت: 1919ع) بن نبي بخش بن امير بخش فاضلاڻي
7. "بيدل" عبدالقادر: "پنج گنج"، مهاڳ، سوانح ۽ ترجمو: فقير صوفي سبحان بخش شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه/ حيدرآباد سنڌ، 1976ع ص 16
8. قريشي بيگ محمد خليفه: "پنج گنج ڪتاب تي تنقيدي جائزو"، (مضمون)، رسالو "آئينو" سکر، سيپٽمبر 1980ع
9. بروايت غلام صديق قادري (مرحوم)
10. بروايت عبدالقادر لڪندر (مرحوم) بن موجود علي فقير
11. بروايت سومر شاهه جيلاني (مرحوم)
12. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام" (سنڌي)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 2004ع ص 274
13. بروايت محمد مراد قاضي (مرحوم)، ڪچهري مؤرخه 22 مئي 1991ع
14. بروايت سيد وريل شاهه موسوي (مرحوم)، ساڪن سکر پراڻو
15. بروايت سيد گدا حسين شاهه بن جمن شاهه رضوي
16. بروايت سيد احمد علي شاهه رضوي (مرحوم)
17. محترم غلام شبير سومري صاحب سان سيد هدايت علي شاهه (روهڙي) جي اوطاق تي مورخه 23 ڊسمبر 2009ع تي ڪچهريءَ دوران ورتل معلومات هن ڪچهريءَ ۾ راقم سان گڏ محترم علي اطهر موساڻي پڻ شريڪ هو جنهن جي معرفت سومري صاحب سان ملاقات ٿي.
18. منهنجيءَ گذارش تي محترم ملل مَسرور بدويءَ اها مذڪور فهرست شڪارپور مان ڏياري موڪلي، جا هتي جيئن جو تيئن پيش ڪئي ويئي آهي.

ياڳو پيو.

# ”بيدل“ کي متعارف ڪرائڻ لاءِ ابتدائي ڪوششون

انجنيئر عبدالحسين موسوي

# ديوان نرملداس حيدرآبادي
## (ڪلامِ بيدل جو پهريون مظلوم پارکو)

صوفي منش ديوان نرملداس پنهنجي وقت جو هڪ وڏو فاضل، حافظِ قرآن، ڪيترين ٻولين، جهڙوڪ: عربي، فارسي، سنسڪرت، هندي، سرائڪي، سنڌي ۽ انگريزيءَ جو ماهر، لغت جو پنڊِت، اديب، شاعر، مرثيه نويس ۽ اعليٰ انساني اقدارن سان مُتصف هڪ جامع ڪمالات بزرگ هو.

### وڏڙا، والد ۽ ولادت:

ديوان نرملداس جي والد جو نالو فتح چند ۽ نک "سجانسنگهاڻي" هئي. سيد محمد تقي شاهه جانشاهيءَ جي بياض ۾ ديوان صاحب جي نالي سان "عامل" جو لاحقو ملي ٿو جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته سندس وڏا ڪلهوڙن/ ٽالپرن جي ايامڪاريءَ دوران وڏا ڪامورا هئا.

ديوان نرملداس ساهت، سڀيتا ۽ علم و امارت جي مرڪز حيدرآباد ۾ سن 1866ع ۾ جنم ورتو.[1] اِهو اُهو دؤر هو جڏهن غاصب انگريز کي سنڌ تي تسلط حاصل ڪئي پورا 23 ورهيه گذري چڪا هئا.

### تعليم ۽ تربيت:

ديوان نرملداس جي اعليٰ علمي قابليتَ ان ڳالهه جي ساک پوري ٿي، ته سندس تعليمَ اُن دؤر جي قابل آخوندن ۽ معلمن جي زيرِ نگراني ٿي. نه صرف ايترو بلڪ سندس صوفياڻي سڀاءَ مان پڻ اهو معلوم ٿئي ٿو ته کيس ننڍي هوندي کان وٺي ساڌن سنتن ۽ صوفي بزرگن جو سُنگ نصيب ٿيو.

### ملازمت:

ديوان صاحب جي ذريعه معاش متعلق، اسان کي ڪا به مستند معلومات دستياب ٿي ڪونه سگهي آهي. البت، رساله "صراط المستقيم" ۾ سندس چيپيل ڪلام جي آخر ۾، موصوف پاڻ کي "ماستر نرملداس" ڪري لکي ٿو

جنهن مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ استادي پيشي سان وابستہ هيو. روهڙيءَ جي بزرگ اديب، قاضي علي رضا جي ڪتاب "حالات الاولياءَ" مان معلوم ٿئي ٿو تہ ديوان صاحب پنهنجي قابليت ۽ صلاحيتن جي ڪري ڪمشنر آفيس، ڪراچيءَ ۾ مشرقي ٻولين جو ترجمان ٿي رهيو.[2] پاڻ انهيءَ منصب تي ڪڏهن فائز ٿيو ۽ ڪيترو عرصو رهيو ان بابت ڪجھ بہ معلوم ٿي نہ سگهيو آهي.

## ڪلام الله شريف جي تعليم:

ديوان نرملداس، قرآن مجيد جو حافظ هو. هُن ڪلام الله شريف ڪنهن وٽ حفظ ڪيو، تنهن بابت ڪجھ بہ معلوم ٿي نہ سگهيو آهي. البت، روهڙيءَ جي ڪن بزرگن وٽس قرآن شريف ناظره پڙهيو، جن مان سيد نظر محمد شاھ رضوي ڪوٽائي[3] ۽ خليفي سبحان بخش (گادي نشين، درگاھ بيدل) جا نالا دستياب ٿي سگهيا آهن.[4]

## شعر و ادب ۽ ٻولين جي تعليم:

ديوان نرملداس، سنڌ جي اهڙين بزرگ هستين مان هڪ هو جن پنهنجون سموريون حياتيون علم و ادب، شعر و شاعري ۽ تعليم جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ پوريون ڪري ڇڏيون. ديوان صاحب، ان ڏس ۾ پنهنجيون سموريون صلاحيتون ۽ قوتون صرف ڪري، پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ صدها طالب علمن کي فيضياب ڪيو. اهڙن طالب علمن مان اسان کي چند نالا مليا آهن، جن جو هتي مختصر احوال ڏجي ٿو:

- ننگر نئي جي تاريخي گهراڻي "رضوي مهدوي سادات" مان وقت جي مشهور شاعر، سيد محمد زمان شاھ "ساقيءَ" ديوان صاحب وٽ پارسي پڙهي ۽ عروض جا ابتدائي سبق سکيا.[5]
- ديوان صاحب، ميرزا علي محمد بيگ "مظفر" جو انگريزيءَ ۾ استاد هو.[6]
- روهڙيءَ جي "ڪوٽائي رضوي سادات" مان سيد عزيز علي شاھ "لکڻ" کانئس شعر ۾ اصلاح وٺندو هو.[7]
- گدو مل ڪٽڻ مل هرجاڻيءَ ديوان صاحب کان حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه جو سمورو ڪلام سمجهيو ۽ ان جي رهنمائيءَ ۽ روشنيءَ ۾ "ڪلامِ بيدل" ترتيب ڏئي شايع ڪرايائين.[8]

**شعر و ادب ۾ چاهہ پيدا ڪرڻ لاءِ ورتل ڪوششون:**

سنڌي شعر، خاص ڪري سنڌي غزل جي ابتدائي اوسر ۾ سنڌي اخبارن جو وڏو ڪردار رهيو آهي. اخبارن ذريعي شاعر هڪ ٻئي کي دعوتِ سخن ڏيندا هئا، جنهن ڪري وڏن شاعرن کان علاوه نو آميزن ۽ مُبتدين ۾ پڻ اتساهہ پيدا ٿيندو هو. اهڙيءَ طرح، هڪ طرف سندن اصلاح ٿيندي هئي، تہ ٻئي طرف اُهي هنڌين ماڳين مُتعارف بہ ٿيندا هئا. ديوان نرملداس پڻ پنهنجيءَ اخبار "آئينہ" جي ذريعي اهڙو انداز اختيار ڪري، شعر و ادب جي فروغ لاءِ ورتل ڪوششن ۾ پنهنجو حصو ورتو. ديوان صاحب طرفان "آئينہ" اخبار ذريعي ڏنل دعوتِ سخن جو ڪجهہ موادُ اسان کي ميسر ٿيو آهي، جيڪو هتي نموني طور پيش ڪجي ٿو تہ جيئن اُهو هڪ طرف ضايع ٿيڻ کان محفوظ رهي ۽ ٻئي پاسي سندس شخصيت جا مختلف ادبي گوشا نکري نروار ٿين. ديوان نرملداس هڪ "مُعما" ڏني، جنهن جو جواب نظم ۾ گهريائين ۽ ڪاميابي ماڻيندڙ لاءِ پنج روپيا انعام رکيائين. مُعما هن ريت هئي:

"چار اکر جنهن ۾ آهن، اها ڪهڙي شيءِ آهي ۽ اُهي چارئي اکر ابتا ڪجن، تہ مينهن جي معنيٰ نڪري، انهيءَ شيءِ جو ٻيو نمبر اکر جيڪڏهن ب جي لفظ سان مٽائجي، تہ جواني سندس معنيٰ نڪري ۽ ٻيو ۽ ٽيون اکر جيڪڏهن اصل مان ڪڍجي، تہ رات جي معنيٰ ٿي پوي ۽ جيڪڏهن پهريون ۽ ٻيو اکر ڪڍبو تہ سندس معنيٰ پاڻي ٿيندي، پهريون ۽ ٽيون اکر ڪڍبو تہ ڏٽيءَ جو اسم ٿيندو."

سيد محمد تقي شاهہ جانشاهيءَ انهيءَ مذڪور "مُعما" کي نظم ۾ هن ريت حل ڪيو:

ڪيان عرض خلمت ۾ توهي جواب، — اکر چار جنهن ۾ اوهو آهہ شراب.
ڪٽي ڪينس جيڪر ڪو ابتو ڪري، — تہ بارش لفظ ٿي پوي بي حساب.
سندس حرف ثاني جي ب سان مٽيو — جواني جي معنيٰ سان ٿي پوي شباب.
اکر ٻيو ۽ ٽيون جي اصل مان ڪڍو — تہ شب ٿي پوي عاشقن جو حجاب.
اکر پهريون ۽ ٻيو جي ڪڍجي ڪٽي — حياتي جو مايو ٿئي صاف آب.
اول ۽ ٽيون حرف جيڪر نہ هو — ٿئي رب جو نالو تو پڙرو شتاب.
ڪري محنتون هيءَ مُعما ڪڍيم، — اوهان پنهنجو وعدو بہ پاڙيو جناب.

ڪنهن ٻئي دفعي، ديوان صاحب "آئينہ" اخبار ۾ لکيو تہ سونهارو آبرو سامت، سونهپ - اهي چار ئي لفظ هڪ هڪ لفظ هڪ هڪ مصرع ۾ استعمال ڪري، رباعي لکي موڪليو:

سيد محمد تقي شاهہ جيڪي رباعيون موڪليون، انهن مان هڪ هتي ملاحظي لاءِ ڏجي ٿي:

'سونهارو' سو سڏجي جنهين جوڙيو جڳ،
'آبرو' ڏنئين آدم کي درجا الڳ الڳ،
'سامت' سهڻي سرت جي جنهين پروڙيو ڏڳ،
'سونهپ' سان سهنجو سدا "تقي" تون پيو تڳ (9)

ان سلسلي جو ٻيو ڪافي مواد موجود آهي. پر، هتي اختصار کي اختيار ڪندي، صرف ان تي ئي اڪتفا ڪجي ٿي.

## شاهہ جي رسالي جو سالڪ:

ديوان نرملداس، حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ﷫ جي رسالي جو وڏو سالڪ هو. کيس شاهہ جي شعر جي شرح ڪرڻ ۾ وڏو درڪ حاصل هو. ڪاڪي ڀيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ جي لکتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ديوان صاحبُ حضرت شاهہ ڀٽائي ﷫ جي رسالي جو وڏو پارکو ۽ رسالي جي فرهنگ جي وڏي ڄاڻ رکندڙ هو. خود ڀيرو مل کانئس ڪيترن اَهنجن لفظن ۽ بيتن جي معنيٰ سمجهي هئي. (10)

## ڪلامِ بيدل جو پهريون شارح:

ديوان نرملداس، مير جان الله شاهہ ثالث (المتوفيٰ: ١٣١١هہ/ 1893ع) جو مريد ۽ معتقد هو ۽ مير صاحب خود پاڻ حضرت عبدالقادر بيدل ﷫ جو شاگرد هو. جڏهن تہ "بيدل" سائين خود ۽ سندس گهراڻو جانشاهي سلسلي سان وابستہ هو. ديوان نرملداس، اڪثر روهڙيءَ ۾ مرشدن وٽ حاضري ڀريندو رهندو هو ۽ هر ڀيري ڪجھ ڏينهن قيام ڪندو هو، جتي کيس حضرت "بيدل" ﷫ جي تصوف ۾ بلند مرتبي ۽ سندس اعليٰ علمي ۽ روحاني رتبن کان واقفيت حاصل ٿي. پاڻ جڏهن بہ روهڙيءَ ۾ مرشدن وٽ ايندو هو تہ "بيدل" سائينءَ جي درگاهہ تي پڻ حاضري ڀريندو هو.

ديوان صاحب، حضرت "بيدل" ﷫ جي فارسي تصنيفن جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو هو ۽ سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام کان پلئيءَ پت واقف هئو. جيتوڻيڪ پاڻ حيدرآباد جو باشندو هو ۽ اُتان جي محاوري کي معياري درجو حاصل هو. اُن هوندي به ڪيس سنڌيءَ جي اترادي لهجي ۽ سرائڪي ٻوليءَ جي لساني باريڪين جي وڏي ڄاڻ هئي. لغت تي ته ڪيس هونئن ئي ڪامل مهارت حاصل هئي. ازان سواءِ، تصوف سان سندس گهري لنئون لڳل هئي. اڪابر صوفياءَ جي ڪتابن جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو هئائين. اهو ئي سبب هئو جو ديوان گدومل هرجاڻيءَ ۽ خليفي سبحان بخش ڪانئس حضرت "بيدل" ﷫ جي سرائڪي ۽ سنڌي ڪلام جي لساني ترڙي روحاني رازن ۽ رمزن کان آگاهي حاصل ڪئي ۽ ٻن سالن تائين وٽس ڪلامِ بيدل پڙهيو ۽ ان جي شرح سمجهي.[11] اسان جي خيال ۾، ديوان نرملداس "ڪلامِ بيدل" جو پهريون شارح آهي.

## قادري جانشاهي سلڪ سان منسلڪ ٿيڻ:

ديوان نرملداس، جانشاهي سلسلي جي ڪهڙي بزرگ جي حلقهء ارادت ۾ داخل ٿيو؟ اُن متعلق ميسر روايتن ۾ اختلاف آهي. ڊي. ڪي. منشاراماڻيءَ جي لکت مطابق، ديوان صاحبُ مير جان الله شاهه (ثالث) جو طالب هو.[12] جڏهن ته بزرگ اديب، قاضي علي رضا پنهنجي ڪتاب "حالات الاولياءَ" ۾ ڄاڻايو آهي ته نرملداس، سيد علي اڪبر شاهه (ثانيءَ) جو مريد ۽ معتقد هو.[13] آثار ۽ قرينا منشاراماڻي صاحب جي روايت جي تائيد ڪن ٿا، ڇاڪاڻ ته خود جانشاهي خاندان جي صدري روايت مطابق، مير جان الله شاهه ثالث (المتوفيٰ: 1893ع) جي وفات جي موقعي تي نرملداس اتي موجود هو ۽ باقاعدي قرآن خواني ڪئي هئائين. مير جان الله شاهه کان پوءِ، سندس فرزند، علي اڪبر شاهه صاحبِ سجاده ارشاد ٿيو ته نرملداس ساڳئي ارادت ۽ اعتقاد واري واٽ برقرار رکي.

پاڻ ادب ۽ احترام وچان مرشدن جو هميشه "صاحب ڪريم" جي خطاب سان ذڪر ڪندو هو. "صاحب ڪريمن" جي مريدن جي مجلس ۾ سندس وڏي عزت هئي ۽ ڪيس اعليٰ درجو حاصل هو. پاڻ ڪيترو ئي وقت روهڙيءَ جي درگاهه تي وڃي گذاريندو هو.[14]

مسٽر ايس. ايس. هنگوراڻي ان ڏس ۾ هڪ اهڙي اضافي معلومات فراهم ڪئي آهي، جيڪا نه صرف نرملداس جي حوالي سان اهم آهي،

بلڪ جانشاهي سلسلي جي حلقه اثر جي وسعت ۽ اهميت ڏانهن پڻ ڌيان ڇڪرائي ٿي. مسٽر هنگوراڻي لکي ٿو:

"نواب شاه ضلعي ۾ نوشهري فيروز تعلقي منجهه درياهه جي ويجهو 'ابجيءَ' جو ڳوٺ آهي. اتان جي ڀائي ستراملداس تي 'صاحب ڪريمن' جي خاص ڪرپا ٿيل هئي. 'ساهتيءَ' ۾ ڀائي ستراملداس مشهور سنت ٿي گذريو آهي. ديوان نرملداس صاحب کي انهيءَ سنت جي سنگت جو اهڙو اڇي رنگ لڳو جو پنهنجو وطن حيدرآباد ڇڏي، ڪيترا سال ڪٽنب سان 'ابجيءَ' جي ننڍڙي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو. اتي سندس جيوت شانتي ۽ اپياس ۾ گذري".[15]

## حسيني سرڪار ۾ سيني جو حصو:

"عزاداري" قديم زماني کان وٺي، برصغير پاڪ و هند جي سماج ۾ تهذيبي اقتدارن ۾ شامل رهندي پئي آئي آهي. سبطِ پيغمبر، امام حسين عليه السلام جي حقانيت ۽ يزيد جي گمراهيءَ جي باري ۾، ڪنهن به فرقي ۾ اختلاف نه آهي. اهو ئي سبب آهي، جو جڏهن عزاداريءَ جو رواج پيو، ته جملي مسلمان پوري عقيدت ۽ احترام سان ان ۾ شريڪ ٿيندا رهيا. هڪ ثقافتي قوت جي حيثيت سان عزاداريءَ جي مختلف رسمن سماج ۾ اهڙيءَ ريت دخل ڪيو جو غير مسلم جو به هڪ وڏو انگ اُن ۾ دل جي حضور سان ڀهرو وٺڻ لڳو. سنڌ ۾ خانقاهن جو عزاداريءَ سان گهرو ربط ڪنهن کان به ڳجهو نه آهي. ديوان نرملداس، انهن ئي خانقاهن جو پانڌيئڙو ۽ فيض يافته هو. ڪيس امام حسين عليه السلام سان ڪو اهڙو عشق هو جو مولا علي عليه السلام جي سرڪار ۾ پاڻ کي "عبدالحسين" سڏرائيندو هو.[1] ديوان صاحب جتي به هوندو هو، ته ايامِ عزا دوران ماتمن ۽ مجلسن ۾ شرڪت ڪندو هو. جيڪڏهن حيدرآباد ۾ هوندو هو، ته سيد عطا حسين شاهه موسويءَ سان گڏجي، امام بارگاهه علي آباد، ٽنڊو آغا ۾ مجلس عزا امام حسين عليه السلام ۾ باقاعده شريڪ ٿيندو هو[16] ۽

---

[1] رسالي "صراط المستقيم" ۾ ديوان صاحب جي شايع ٿيل "سلامن" جي آخر ۾ هن پاڻ کي "نرملداس عرف عبدالحسين" ڪوليو آهي.

جي روهڙيءَ ۾ هجبو ته به جلوسِ عزا ۾ شريڪ ٿي عزاداري ڪبي. محترم ٻي. ڪي. منشاراماڻي پنهنجي هڪ خط ۾، روهڙيءَ ۾ برآمد ٿيندڙ جڳ مشهور ماتم - "ڪربلا" ۾ نرملداس جي شرڪت بيان ڪندي لکي ٿو:

> "... ڪربلا ۾ ايتري ڀيڙ هوندي هئي، جو هڪ ڪنڌيءَ تي نه هوندي هئي. جڏهن نرملداس کي ڏسندا هئا، ته پاڻمرادو رستو ڪندا هئا ۽ کيس ڪلهي ڏيڻ ۾ مدد ڪندا هئا."[17]

## علمي آثار:

ديوان نرملدس کي اسان کان جدا ٿئي صرف(70) ورهيه گذريا آهن. اهو ڪو ايڏو وڏو عرصو ناهي. پر، سندس تصنيفي پورهيو شائقانِ علم و ادب جي نظرن کان اوجهل ۽ ناياب آهي. ان جا ذميوار ڪي ٻيا نه، پر خود سندس پوئنئير آهن؛ جن سندس ڪتاب تبرڪ طور ڪُڇڻ ۾ سانڍي رکيا آهن ۽ ڪنهن کي ڏيکارڻ لاءِ به تيار ناهن. انهيءَ سلسلي ۾، هندستان ۾ خود ٻي. ڪي. منشاراماڻي پڻ افسوس جا ڳوڙها ڳاڙي، نراس ٿي ماٺ ڪري ويهي رهيو.

ديوان نرملداس سنڌي نثر جي ابتدائي ليکڪن مان آهي. مسٽر ايس. ايس هنگوراڻي، ديوان صاحب جي انهن اوائلي لکتن جو ذڪر ۽ سندس نثر نگاريءَ بابت پنهنجيءَ راءِ جو اظهار هن ريت ڪيو آهي:

> "ديوان صاحب سنڌي نثر جو وڏو ليکڪ هو. سنڌي ساهتيه سوسائٽيءَ جي برپا ٿيڻ وقت ڪي رسالا پاڻ به لکيا هئائين. شعر جو کيس ڏاڍو شوق هوندو هو. سندس ڪي ٿورا شعر پرسڌ ٿيا آهن، مگر سندس گهڻو شعر لڪل ئي رهيو آهي. البت، بعضي سندس نثر ۽ نظم ۾ ڪي اهڙا ڳوڙها خيال ۽ غير رواجي لفظ ڪم آندل آهن، جي جيتوڻيڪ صحيح نموني ۾ استعمال ڪيل آهن، ته به سنڌن معنيٰ سمجهڻ لاءِ گهڻو خيال ۽ وقت گهرجي."[18]

ديوان نرملداس جي جن تصنيفات جي ڄاڻ ميسر ٿي سگهي آهي، انهن جو هتي احوال ڏجي ٿو:

1. سنڌي تصوف جي تاريخ: ديوان صاحب جيئن تہ عربي ۽ فارسي ٻولين جو وڏو ڄاڻو هو ان ڪري هُن صاحب اسلامي تصوف جي برک صوفين جي تصنيفات تان براهِ راست استفادو ڪيو هو. ازان سواءِ، هُو پاڻ قادري طريقت جي وڏي مرشد، صوفي شاهہ عنايت شهيد جي سلسلي جي هڪ شاخ "جانشاهيءَ" سان منسلڪ هو. نہ صرف ايترو پر سنڌ جي برک صوفين جي صوفياڻي ساهت کان بہ ڀليءَ ڀت واقف هو. اهو ئي سبب هو جو موصوف پنهنجي وسيع ڄاڻ جي آڌار تي "سنڌي تصوف جي تاريخ" تاليف ڪئي. سندس علمي پس منظر ۽ روحاني سلسلن سان متوسل هجڻ جي ڪري اهو خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو تہ سنڌي تصوف متعلق، سنڌي زبان ۾ غالباً اها پهرئين تاريخ، يقيناً معلومات جي لحاظ کان گوناگون، سنڌ ۾ تصوف جي مختلف سلسلن جو احاطو ڪندڙ ۽ نهايت مستند هونديءَ ڏي ڪي. منشاراماڻيءَ انهيءَ مذڪور ڪتاب جو هڪ نقل روهڙيءَ واسي هڪ صوفي منش، ڏولڻ داس وٽ سندس هٿ اکرين وڏي سائيز ۾ موجود ڏٺو هو.[19]

2. لوائح جامي: مولانا عبدالرحمان "جامي" (۸۱۷ھ/ 1414ع – ۸۹۸ھ/ 1493ع) نقشبندي طريقي جو هڪ وڏو صوفي، عالم، متڪلم ۽ اعليٰ پايي جو شاعر هو. فڪري لحاظ کان وحدت الوجود جو زبردست حامي ۽ ابن عربيءَ جي فڪر جو هڪ مُستند ۽ وڏي شارح جي حيثيت رکندڙ هو. "جاميءَ" جي ڪتابن جو ڳاڻيٽو ٽيهن کان مٿي آهي. "لوائح" انهن مان تصوف تي سندس اعليٰ فڪر ۽ فهم وارو هڪ ڪتاب آهي.[20] ديوان نرملداس، ان مذڪور ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو. ديوان صاحب جي هن ڪتاب جو ذڪر پڻ ڏي ڪي. منشاراماڻيءَ ڪيو آهي.[21]

3. "ديوان مير" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو: ديوان صاحب، "جانشاهي" سلسلي جي مُتوسلين مان هو. هُن پنهنجي مرشد جي جد امجد، سيد جان محمد شاهہ رضوي متخلص بہ "مير" (المتوفيٰ: ٦ ربيع الاول ١١٦٧ھ/ 1 جنوري 1754ع) جي فارسي ڪلام جي مجموعي "ديوان مير" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو. ديوان گدو مل اُن سنڌي ترجمي جو نالو "نوراني تجلات" ڄاڻايو آهي.[22]

4. ساقي نامہ ۽ مئي خانہ: ديوان صاحب، مير جان محمد شاهہ رضويءَ جي ٻن مثنوين جو منظوم سنڌي ترجمو ڪيو هو. ڏي ڪي. منشاراماڻيءَ اهي

ٿيءِ ترجما، اصل فارسي متن سميت، ديوان نرملداس جي تصنيف ڪيل هڪ ٿيءِ ڪتاب "سنڌي تصوف جي تاريخ" جي آخر ۾ ڊولڻ داس جي هٿ اکرين نقل ٿيل ڏنا هئا. بقول سنڌس ته گوبندرام نالي هڪ شخص، جو لنگڙو هو ۽ خانقاهِ "بيدل" تي ايندو هو، اهو ڪتاب ٽڳائي ويو.[23]

5. شهادت شاهه عنايت (مثنوي): صوفي شاهه عنايت شهيد جو پهريون تذڪره نگار مير علي شير "قانع" ٺٽوي آهي، جنهن سنڌس احوالَ، خاص ڪري سنڌس اندوهناڪ شهادت جو ذڪر، پنهنجي ڪتابن "مقالات الشعراءِ"، "تحفة الڪرام"، "معيارِ سالڪانِ طريقت"، "طومار سلاسل طريقت" ۾ ڏنو آهي. ان ڪان سواءِ، حضرت عبدالقادر "بيدل" رحمة الله عليه پڻ سٺ بندن تي مشتمل هڪ قصعي ۾ سندن شهادت جو جانگداز واقعو بيان ڪيو آهي. آثارن ۽ قرينن جي موجودگيءَ ۾ ان ڳالهه کان انڪار ڪرڻ جو ڪوبه جوڳو سبب نظر ڪونه ٿو اچي، ته ديوان نرملداس پنهنجي انهيءَ مثنويءَ جي تصنيف ڪرڻ وقت، انهن مٿين مذڪور ڪتابن تان ضرور استفادو حاصل ڪيو هوندو![●] ٻيو ته "جانشاهي" سلسلي سان وابسته هجڻ ڪري، ڪيس مرشدن وٽان صوفي شاهه شهيد متعلق مستند معلومات ملي هوندي، جنهن جي آڌار تي هن صاحب اِها مثنوي جوڙي هوندي! ديوان نرملداس جي اها مذڪور مثنوي ڊي. ڪي. منشارامانيءَ وٽ موجود هئي.[24]

6. مرثيا: ديوان نرملداس، مقتل سيد الشهداءِ امام حسين عليه السلام تي وڏي تعداد ۾ مرثيا لکيا. انهيءَ ڏس ۾ اسان کي جيڪا معلومات ميسر ٿي سگهي آهي، اُها هيٺ ڏجي ٿي:

(الف). هڪ طويل مرثيو ڊي. ڪي. منشارامانيءَ وٽ سنڌس هٿ اکرين موجود هو، جيڪو مُن ديوان صاحب جي پوٽيءَ "پيڻ دروءَ" کي ڏنو هو، جنهن لاءِ پوءِ افسوس ڪندي لکي ٿو ته اهو به ڪيٽن ۾ بند ٿي ويو آهي.[25]

---

● ديوان صاحب جا ٺٽي جي "رضوي مهدوي سادات" سان گهرا ۽ گهاٽا تعلقات هئا ۽ مذڪور ساداتن وٽ مير "قانع" ٺٽويءَ جا ڪجهه ڪتاب موجود هئا. راقم پاڻ شاهه جميل گرناريءَ جي گادي نشينن وٽ سيد غلام مرتضيٰ شاهه "مرتضائي" مهدوي رضوي جي ڪتابت ۾ مير "قانع" ٺٽويءَ جا ڪجهه ڪتاب ڏٺا هئا، جي هن شيخ ميمون گادي نشين لاءِ ڪتابت ڪيا هئا. اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو ته ديوان صاحب ٺٽي ۽ حيدرآباد جي خاندانن وٽ پيل ڪتابن جو به مطالعو ڪيو هوندو. ازان سواءِ، خود وٽس پڻ سنڌ جي شاعرن ۽ عالمن جا نادر مخطوطا موجود هئا.

(ب) ڊي. ڪي. منشاراماڻيءَ ديوان نرملداس جي پنهنجي هٿ اکرين مرثين جي هڪ ڪاپي (بياض)، روهڙيءَ ۾ ڪنهن صاحب وٽ ڏٺي هئي.[26]

(ج) ٺٽي جي "مهدوي رضوي سادات" مان سيد تراب علي شاهه جي بياض ۾ ديوان صاحب جا چند مرثيا، انهيءَ مذڪور سيد جي هٿ اکرين موجود آهن.[15]

7. فاتحا: امام حسين عليه السلام، شهداءِ ڪربلا، آئمه اثنا عشر ۽ انبياء و اوصياءَ عليهم اااالسلام تي فاتحه خوانيءَ جي ترغيب ڏيڻ لاءِ، نظم ۾ هن صنف جو رواجُ سموري هند ۽ سنڌ ۾ آڳاٽي دؤر (غالباً اٺين صدي هجري) کان موجود رهندو پئي آيو آهي. اردوءَ ۾ يارهين صدي هجريءَ جون نظم ۾ لکيل "فواتح" ملن ٿيون. انهن مان يارهين صدي هجريءَ ۾، "حسيني" نالي شاعر، فضل علي "فضلي" (ٻارهين صدي هجري) جون اردوءَ ۾ "فواتح" ۽ ميرزا اسد الله "غالب" جون فارسيءَ ۾ لکيل "فواتح" راقم الحروف وٽ موجود آهن. سنڌيءَ ۾ پهرئين معلوم "فاتحه" (نظم) آخوند محمد عالم ڪربلائي خيرپوريءَ لکي ۽ ان کان پوءِ سنڌ جي اڪيچار شاعرن، هِن صنف تي نه صرف طبع آزمائي ڪئي، پر سنڌ جي مختلف علائقن ۾ هيءَ نظم (فاتحه) عاشوري ۽ چهلم جي مجالسِ عزا ۽ جلوسِ عزا جي اختتام تي پڙهڻ جو رواج پيو. روهڙيءَ ۾ پڻ چهلم جي جلوسِ عزا جي اختتام تي "فاتحه" پڙهي ويندي آهي.[28] ديوان نرملداس پڻ "فاتحه" (نظم) لکي آهي. اسان "بياضِ سيد تراب علي شاهه رضوي مهدوي" (قلمي) ص 151_150 تان مذڪور "فاتحه" (نظم) نقل ڪئي.

8. سلام: حيدرآباد جي ٽنڊي آغا جي ميرزائن ۽ روهڙيءَ جي موسوي برادران (سيد عطا حسين شاهه ۽ سيد عبدالحسين شاهه صاحبان) سن 1922ع کان رساله "صراط مستقيم" جو اجراءَ ڪيو ته ديوان صاحب پنهنجا لکيل اهي "سلام" گاهي به گاهي موڪليندو رهندو هو، جيڪي رسالي جي مختلف پرچن ۾ شايع ٿيا. ميسر معلومات جو تفصيل هن ريت آهي:

1. سلام ـ ربيع الاول ۱۳۴۲هه/ 1923ع جو پرچو.
2. سلام ـ شوال و ذوالقعد ۱۳۴۲هه/ 1924ع جو پرچو
3. سلام ـ ڊسمبر ۽ جنوري 1925ع جو پرچو.

9. تاريخ گوئي: ديوان صاحب جو "تاريخ گوئيءَ" سان بہ شغف معلوم ٿئي ٿو. پنهنجي مرشد، مير علي اڪبر شاهہ جي وفات جي جيڪا تاريخ تخريج ڪيائين، اها ساڳئي وقت سنگمرمر جي سِرَ تي ڪنده ڪرائي، درگاهہ ۾ نصب ڪرايائين. "جانشاهي" درگاهہ جي نئين تعمير دوران ٻين قديم ڪتبن سميت اهو مذڪوره ڪتبو پڻ ڪنهن فراموش ڪنڊ جي نذر ٿي ويو. درگاهہ جي نئين تعمير جي تقريباً تڪميل تي جڏهن ديوان صاحب جا پوئير مرشدن سان ملڻ ۽ نئين روضي جي زيارت لاءِ روهڙيءَ ۾ وارد ٿيا، تہ نئين درگاهہ ۾ ديوان صاحب وارو ڪتبو نہ ڏسي، ان کي ڳولهڻ ۽ ٻيهر نصب ڪرائڻ جي بنسبت انتهائي مبالغو ڪيائون. آخرڪار اهو ڪتبو ڳولهي، ٻيهر درگاهہ تي نصب ڪيو ويو.[29]

10. "آئينہ" اخبار: سيد محمد تقي شاهہ "جانشاهيءَ" جي بياض مان معلوم ٿئي ٿو تہ ديوان نرملداس "آئينہ" جي نالي سان هڪ اخبار جاري ڪئي هئي.[30] اخبار جو اجراءُ ڪڏهن عمل ۾ آيو ۽ اُها ڪيترو وقت جاري رهي، اُن متعلق سرِدست ڪابہ معلومات دستياب ٿي نہ سگهي آهي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي لائبريريءَ ۾ پڻ هن اخبار جو ڪوبہ پرچو محفوظ نہ آهي.

## ديوان صاحب جي عدالت ۽ علم جي مڃتا:

ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي پنهنجي ڪتاب "تذڪره ڪوٽائي سادات روهڙيءَ" ۾ ديوان نرملداس جي انصاف پروريءَ ۽ مسلم علمي حيثيت متعلق، هن ريت رقم طراز آهي:

> "ديوان صاحب جي باري ۾، روهڙيءَ جي راوين کان هڪ مشهور واقعي جي ڄاڻ ملي ٿي. سن 1924ع ۾ روهڙيءَ ۾ هڪ شيعہ - سُني مناظرو ٿيو جنهن ۾ مولوي سعد الله خيرپوري ۽ ميان موجود علي شاهہ لقندر (بخاري شاهہ پير جو مجاور) اهلِ سنت پاران هئا ۽ ٻئي طرف ديري غازي خان جو منشي واحد بخش هو. ٻنهي ڌرين متفق ٿي، ديوان نرملداس کي مُنصف طور مقرر ڪيو. اهو مناظرو اڪبري جامع مسجد ۾ ٿيو هو."[31]

**نرملداس جي بي لوث علمي فراخدلي ۽ گدو مل جي ناسپاس گذاري:**

اوائل کان فاضل مؤلفن، برک عالمن ۽ محققن جو دستور رهندو پئي آيو آهي، تہ اُهي پنهنجي علمي تاليفن، محققانہ تدوينن ۽ تحقيقي ڪشالن ۾ پنهنجي علمي راهنمائن ۽ تحقيق جي اڻانگي ۽ انڪائيي ڪم ۾ ساٿ سهڪار ڪندڙن جو پوري ديانتداريءَ سان اعتراف ڪندي، شڪريي جو حق ادا ڪندا آهن. انهيءَ پس منظر ۾ شري گدو مل هرجاڻيءَ جي سهيڙيل "ڪلامِ بيدل" جو جائزو وٺڻ کان پوءِ اهو بخوبيءَ معلوم ٿئي ٿو تہ موصوف انهن اعليٰ اخلاقي ۽ ديانتدارانہ اقتدارن کي پُٺيءَ پاڏو اڇلائيندي نظر اچي ٿو.

بظاهر شري گدومل ڪنڻ مل هرجاڻي اهو پهريون شخص آهي، جنهن حضرت عبدالقادر "بيدل" ﷫ جو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام (نامڪمل) سهيڙي، ڪتابي صورت ۾ بہ پيرا منظرِ عام تي آندو. هُن پهريون پيرو ورهاڱي کان اڳ سن 41_1940ع ۾ "ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ" جي نالي سان ٻن ڀاڱن ۾ ڪتاب ڇپائي ڇڏرو ڪيو. ڪلامِ بيدل کي ترتيب ڏيڻ لاءِ جن بزرگن، يعني: پروفيسر اجواڻيءَ ۽ ديوان پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ کيس اُتساهيو ۽ چاهہ پيدا ڪيو، پهرئين ڇاپي ۾ تن جو نالو بہ نہ ورتائين. اهي ٻئي بزرگ تہ هئا صرف اتساهہ ڏياريندڙ پر جنهن بزرگ، يعني: ديوان نرملداس کيس پورا بہ سال ڪلامِ بيدل پڙهايو ۽ سمجهايو، تنهن کي بہ وساري، نااحسان شناسيءَ جو ثبوت ڏنائين. البت، گدومل هرجاڻيءَ انهيءَ مذڪور پهرئين ايڊيشن جي صفحي 3 تي "ديوان مير" جو ذڪر آندو آهي، جنهن جي حاشيي ۾ ديوان نرملداس جو فقط نالو ڳڻائيندي لکي ٿو:

> "هيءَ ڪتاب، ديوان نرملداس سجانسنگهاڻيءَ سنڌ جي مشهور عالم، سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ڪتاب جو نالو 'نوراني تجلات' رکيو اٿس ۽ پاڻ هيءَ صاحب خود انهيءَ گهراڻي جو طالب آهي."(32)

شري گدو مل، هتي اشارتاً بہ ان ڳالهہ جو ذڪر نہ ڪيو آهي، تہ هِن ڪتاب جي تياريءَ ۾ ديوان نرملداس ساڻس ڪيڏو نہ وڏو وَڙُ ڪيو هو!

دير آيد درست آيد:

گدو مل "ڪلامِ بيدل" ۽ "بيڪس" کي ڀيهر ورهاڱي کان پوءِ، پارت ۾ "ديوانِ بيدل ۽ بيڪس عرف بيدل ۽ بيڪس جو رسالو" جي نالي سان 1960ع ۾ جڏهن شايع ڪرايو ته الائجي ڪيئن ۽ ڪهڙي خيال کان اصل حقيقت جو هن ريت اعتراف ڪيائين:

"برابر هڪ ٻه سال لڳو ۽ سموري ڪلام جي معنيٰ بندي (مان) ۽ بيدل سائينءَ جي درگاهه جي هڪ مُجاور (سبحان بخش) ديوان نرملداس سجانسنگهاڻيءَ، ديوان صوڀراج 'فانيءَ' جي پِتا کان سمجهي. هُو صاحب سنڌ جو هڪ زبردست (Scholar) هو ۽ فارسيءَ جو گوهر، ۽ اهڙيءَ طرح هڪ دستخط ڪتاب (Manuscript) ٻن سالن جي لڳاتار محنت کان پوءِ تيار ٿيو."[33]

انهيءَ مٿئين بيان مان اهو واضح ٿئي ٿو ته گدو مل ۽ خليفي سبحان بخش (سجاده نشين) - هن مرد خود آگاهه جي آڏو گوڏو ڀڃي، وٽانئس ڪلامِ بيدل رحمة الله عليه جي سٽ سٽ پڙهي ۽ سمجهي. انهيءَ ڏس ۾ ديوان نرملداس انهن ٻنهي مذڪور مُبتدين لاءِ ٻن سالن جي عرصي تائين پنهنجو قيمتي وقت سيڙايو ۽ توانايون صرف ڪيون هونديون!

هن کان وڌيڪ هڪ پارکو عالم جي ڪهڙي مظلوميت چئبي، جو گدو مل هرجاڻيءَ وٽانئس پڙهيل ۽ سکيل علم جو اظهار 20 ورهين کان پوءِ، وڃي هندستان ۾ ڪيو. افسوس! انهن ويهن سالن ۾ نه ته گدو مل ان ڳالهه جو اظهار ڪيو نه وري خليفي صاحب ان زيادتيءَ تي ڪو احتجاج ئي ڪيو:

ههڙا هاڃا ٿين، ٻري هن ڀنڀور ۾!

وفات:

ديوان نرملداس پنهنجي حياتيءَ جا پويان ورهيه پنهنجي اباڻي شهر حيدرآباد ۾ گهاريا. ذيابطيس جي بيماري ته ڪيس ورهين کان هئي. البت، ٻرڏ اوستا سبب ٻيا به گهڻيئي سرير جا ڪشٽ سهڻا پيس. مگر ان هوندي به صبر ۽ سانت جو هڪ پتلو هو.[34] ديوان صاحب جي پوين ڏينهن متعلق، اِهو مذڪور اقتباسُ اسان مسٽر هنگوراڻي جي مضمون: "ديوان نرملداس فتح چند" تان ورتو آهي. افسوس! هنگوراڻي صاحب، ديوان نرملداس جي وفات

جي مستند تاريخ ڏيڻ بجاءِ، صرف ايترو لکڻ تي اکتفا ڪئي ته: "ديوان صاحب اٽڪل 80 ورهين جي ڄمار ۾ تازو گذر ڪري ويو." مسٽر هنگوراڻيءَ جو اهو مذڪور مضمون ماهوار "سنڌو" رسالي جي جون 1942ع واري پرچي ۾ ڇپيو. ان وقت ديوان صاحب جو ودوان فرزند، ديوان صوڀراج "فاني" موجود هو. هنگوراڻي صاحب جيڪڏهن ٿوري به تڪليف وٺي ها، ته اڄ اسان وٽ ديوان صاحب جي حياتيءَ جو وڌيڪ مڪمل ۽ مستند احوال ۽ وفات جي تاريخ ميسر هجي ها!

ديوان نرملداس جي وفات 1940ع مطابق ۱۳۵۹ھ ۾ ٿي.[1] ديوان صاحب فيض جو پنڌار هو. سنڌ جي جنهن به قصبي ۽ قريي ۾ ٿورو ڪي گهڙيو وقت گهاريائين، ته اتي جي باشندن پنهنجي پنهنجي اهليت آهر هن علم و فن جي سرچشمي مان فيضياب ٿي، علمي ۽ ادبي کيتر ۾ پنهنجو ناماچار وڌايو. ان پس منظر ۾، راقم السطور سندس وصال جي تاريخ هن ريت وضع ڪئي آهي:

نرملداس ملجاي فيض

۱۳۵۹ھ

ازان سواءِ، ديوان صاحب پنهنجي علمي تبحر، روحاني مرتبن ۽ خلقِ خدا جي پرگهور ۽ سيوا جهڙن اعليٰ انساني اقدارن ۾ برک ۽ "جانشاهي" سلسلي جو سينگار هو. راقم، ان لحاظ کان سندس وفات جي هڪ ٻي تاريخ هن ريت وضع ڪئي آهي:

"آرائش مکتب جانشاهي ہے"

۱۳۵۹ھ

**اولاد:**

ديوان نرملداس جي اولاد ۾ سندس هڪ فرزند، ديوان صوڀراج (ولادت: 27 فيبروري 1883ع - وفات: 15 مارچ 1956ع) جو ذڪر ملي ٿو. "الولدُ سِرُ لابيه" جي مقولي موجب، هيءَ صاحب به علمي فضيلتن ، نيڪ خصلتن ۽

[1] ديوان صاحب جا پوئلڳ هن يا ٽن مهينن جي وٿيءَ سان روهڙيءَ ۾ پنهنجي مرشدن سان فون ذريعي رابطي ۾ رهندا آهن. منهنجي گذارش تي سيد غلام رسول شاھ رضويءَ اهڙي ئي هڪ تازي فون رابطي تي ديوان نرملداس جي وفات جو سن سندس پوئلڳن کان معلوم ڪري ٻڌايو. ازان سواءِ ڊي ڪي. منشاراماڻي صاحب پڻ پنهنجي هڪ خط ۾ به ديوان نرملداس جي وفات جو اهو ئي سن تحرير ڪيو آهي.

اعليٰ انساني اقدارن جو مالڪ هو. عربي، فارسي، هندي، سنسڪرت جو وڏوان هو. سندس تخلص "فاني" هو ۽ سنڌ جي هندو غزل گو شاعرن ۾ سٺو غزل چوندو هو. (35) سيد حسام الدين راشدي ۽ ڊاڪٽر ايڇ. آءِ. سدارنگاڻيءَ سندس علمي قابليت ۽ فارسي دانيءَ جي ساراهہ جا ڏڪ ڀريا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ سيد حسام الدين راشدي لکي ٿو:

"ديوان صوڀراج نرملداس 'فاني' لاءِ تہ خود مون کي ذاتي ڄاڻ آهي تہ وٽس نادر مخطوطا موجود هئا. خاص طرح، سنڌ جي فارسي شاعرن جي ديوانن جو وڏي ۾ وڏو ذخيرو وٽس محفوظ هو." (36)

مسٽر ايس. ايس. هنگوراڻيءَ پنهنجي مضمون "ديوان نرملداس فتح چند" جي پڇاڙي هيٺين سٽن تي ڪئي آهي:

"جهڙيءَ طرح سنڌ جي دروِيشن ۾ بيدل سائين ۽ بيڪس سائينءَ جو جوڙو مشهور آهي، تهڙيءَ طرح حيدرآباد جي عالمن ۾ ديوان نرملداس ۽ ديوان صوڀراج وارو جوڙو مشهور رهندو. هن خاندان سنڌي ساهت جا چڱا گهڙا ڀريا آهن." (37)

## حوالا:


1. ٻي. ڪي. منشارامائيءَ جو سيد غلام رسول شاهه رضوي جانشاهيءَ ڏانهن لکيل خط
2. قاضي علي رضا: "حالاتِ اولياءَ" (قلمي)
3. اها ڳالهه راقم سان سيد نظر محمد شاهه "ڏينگرن واريءَ مسجد" ۾ ٻيان ڪئي
4. درگاهي اختر: "تذڪره جانشاهي"، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي سکر سنڌ، 2001ع ص 144
5. قادري "اياز" ڊاڪٽر: "سنڌي غزل جي اوسر" ـ جلد 2 انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو سنڌ، 1984ع 273
6. ميرزا امام علي بيگ ڊاڪٽر: "سنڌ جي عزاداري"، بزمِ فتح، امام بارگاهه علي آباد ٽنڊو آغا، حيدرآباد سنڌ، 1997ع ص 359
7. بروايت سيد نظر محمد شاهه رضوي ڪوٽائي
8. هرجاڻي گدو مل ڪٽڻ مل: "ديوان بيدل ۽ بيڪس عرف بيدل ۽ بيڪس جو رسالو"، انڊيا ايڊيشن 1960، ص 8
9. سيد محمد تقي شاهه رضوي جانشاهي: "بياض" (قلمي)، مملوڪ: سيد جان علي شاهه رضوي جانشاهي
10. آڏواڻي ڀيرو مل مهرچند: "گريخشاڻيءَ وارو شاهه جو رسالو"، اسات ساهت مالها، نيو دهلي 1992ع ص 115 ۽ 120
11. ڏسو حوالو نمبر 8
12. ٻي. ڪي. منشارامائيءَ جو غلام رسول شاهه رضوي جانشاهيءَ ڏانهن لکيل خط
13. ڏسو حوالو نمبر 2
14. هنگوراڻي ايس. ايس: "ديوان نرملداس فتح چند" (مضمون)، ڏسو: ماهوار "سنڌو"، جون 1942، ص 31ـ30
15. ايضاً
16. ميرزا فتح علي بيگ "شاهد" جو انجينئر عبدالحسين موسوي ڏانهن لکيل خط
17. ٻي. ڪي. منشارامائيءَ جو سيد غلام رسول شاهه ڏانهن لکيل خط ازان سواءِ هن سيد غالب حسين شاهه رضويءَ ڏانهن لکيل هڪ خط ۾ پڻ اهڙو ذڪر ڪيو آهي.
18. ڏسو حوالو نمبر 14
19. ٻي. ڪي. منشارامائيءَ جو سيد غلام رسول شاهه رضوي جانشاهيءَ ڏانهن لکيل خط
20. سومرو عبدالغفار ڊاڪٽر: "شرح ابياتِ سنڌي"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو سنڌ، 2008ع ص 27ـ26
21. ٻي. ڪي. منشارامائيءَ جو سيد غالب حسين شاهه رضوي ڏانهن لکيل خط مورخه 7 جولاءِ 1995ع
22. هرجاڻي گدو مل ڪٽڻ مل: "ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامو" ـ جلد (اول)، تلڪ پريس سکر سنڌ، 1940ع ص 3.
23. ٻي. ڪي. منشارامائيءَ جو سيد شاهنواز شاهه رضوي ڏانهن لکيل خط مورخه 27 اپريل 1983ع
24. ايضاً، سيد غلام رسول شاهه جانشاهيءَ ڏانهن لکيل خط مؤرخه 25 جنوري 1990ع
25. ايضاً
26. ايضاً
27. اسان اهو مذڪور بياض سيد ديدار حسين رضوي مهدويءَ وٽ ڄامشوري ۾ سندس رهائشگاهه تي ڏٺو ۽ ڪجهه دير لاءِ ان جو مطالعو ڪيو.

28. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو راقم الحروف جو ڪتاب: "روهڙيءَ جون ساداتين ڪي شورائتيون صديون" (قلمي)
29. بروايت سيد غلام رسول شاهه رضوي جانشاهي
30. ڏسو حوالو نمبر 9
31. اها روايت سيد نظر محمد شاهه ڪوٽائيءَ راقم السطور سان "ڏينگرن واري مسجد" ۾ بيان ڪئي جا مون پوءِ پنهنجي استاد ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ سان بيان ڪئي. خانائي صاحب انهيءَ روايت کي پنهنجي ڪتاب "تذڪره ڪوٽائي سادات روهڙي" (مطبوعہ: ساهتي ادبي اڪيڊمي، نواب شاهه سنڌ، 1998ع ص 156) ۾ درج ڪيو.
32. ڏسو حوالو نمبر 22
33. ڏسو حوالو نمبر 8
34. ڏسو حوالو نمبر 14
35. ڏسو حوالو نمبر 5
36. سيد حسام الدين راشدي: "سنڌ ۾ هندن جو فارسي ادب ۾ حصو" (مقالو)، ڏسو ڪتاب "ڳالهيون ڳوٺ وٺن جون"، انجمن تاريخ سنڌ، ڪراچي/ حيدرآباد 1981ع ص 669
37. ڏسو حوالو نمبر 14

نارايڻ ڏي. گرناڻي

# بيدل فقير
(1814ع ـ 1872ع)

"بيڪس" کي 'بيدل' ڪئي، توڙئون هيءَ تلقين،
اچي 'اناالحق' جي برهه وڄائي بين،
درد هڪو درڪار رک، ڇوڙ ڪفر ۽ دين.
("بيڪس")

میں ہوں الکھ اروپ اجنم اکال ایک،
بیچوں بے چگوں تبارک تعال ایک.
(بیدل)

جن سائين لوڪن عشق جي اوڙاهه ۾ غرق ٿي، وحدت جي واٽ لڌي آهي؛ جن پريم جو پيالو پي، اُن جي خمار ۾ اچي، 'هستيءَ' کي 'همه اوست' ۾ گم ڪيو آهي؛ جن درويشن ۽ صوفين جي سنگت ۾ اچي، دُوئيءَ کي دُور ڪيو آهي؛ جن اُپائيندڙ ۽ اُپايل جي وچ ۾، جو حقيقي لاڳاپو آهي، سو سمجهيو آهي؛ يعني ته جي "اپني خواهش سون احد سي احمد ڪهايا مين" جو ڏاڪو لنگهيا آهن ۽ 'انا الحق' جو نعرو 'منصور' کان به زور سان هنيون اٿن، تن مان "بيدل" فقير هڪڙو آهي.

جيتوڻيڪ سندس ڪلام مان ڪجهه حصو گهڻن ڏهاڙن کان ڇپيل آهي، جو ڪيترائي شوق سان ڳائيندا آهن؛ ته به سندس حياتيءَ جي احوال جي ڪن ٿورن کي خبر آهي. سندس تولد سن 1814ع ۾ روهڙيءَ ۾ ٿيو هو ۽ والد جو نالو محمد محسن هوس. سندس پهريون نالو "عبدالقادر" هو پر پوءِ "قادر بخش صوفي" ڪري سڏيندا هئس ۽ "بيدل" تخلص اٿس. ننڍيءَ وهيءَ ۾ استاد وٽان خير ڪي سکيو. پر، عربي، پارسي ۽ اردوءَ ۾ جيڪي ڪتاب لکيا اٿس ۽ سنڌيءَ ۾ جي ڪافيون چيون اٿس، تن مان ظاهر ٿو ٿئي ته سنڌيءَ ۾ شاهه جو شعر ۽ پارسيءَ ۾ مثنوي ۽ ٻيو ڪيترو شعر ۽ قرآن شريف سارو پڙهيو هئائين. پر، انهيءَ واسطي گهڻا چون ٿا ته جڏهن ٻارهن

ورهين جو هو تڏهن سيوهڻ واري لعل شهباز فقير جي زيارت ڪرڻ ويو. جتان اها سڀ ڏات مليس. ڪافيون ۽ غزل ٻه انهيءَ وقت کان وٺي چوڻ لڳو ۽ اهڙيءَ نندڙيءَ ڄمار کان وٺي هُو عشق الاهيءَ ۾ رَتو رهندو هو. هن صاحب ٻه شاديون ڪيون، جن مان اولاد ـ هڪ نياڻي ۽ ٻه پٽ محمد محسن ۽ محمد فريد ٿيس. روهڙيءَ جو ٻيو مشهور عاشق شاعر محمد محسن، "بيدل" فقير جو پٽ هو. جنهن جو تخلص "بيڪس" آهي.

صوفي عقيدي موجب، مزاجي (مجازي) عشق حقيقي عشق ڏي نيڻ لاءِ هڪڙو ڏاڪو آهي. تنهنڪري ڪيترن ئي صوفين ڪنهن نہ ڪنهن انسان کي معشوق ڪري ليکيو آهي ۽ ان جي عشق ۾ ڪافيون ۽ غزل چيا آهن. پر، اهڙا ڪي ٿورا آهن، جي مزاجي (مجازي) عشق جي حد لنگهي، خدا جي سڪ جي رنگ ۾ رَتا آهن. سچل فقير اهڙي ڪمائي ڪئي هئي. "بيڪس" تہ انهن عاشقن جو نُور ليکجي، تہ بہ ٿهي. "بيدل" پڻ اهو ڏاڪو لنگهيو هو. پنهنجي حياتيءَ ۾ چئن ڄڻن، هڪ عورت ۽ ٽن مردن تي عشق ڪمايو هئائين. پهرين ڏينهن ۾ سير ۽ ساڌن ۽ درويشن جي صحبت ڪندو هو پر جڏهن چوٿين تي عاشق ٿيو تڏهن انهيءَ جي گهر جي ويجهو وڃي رهيو ۽ پڇاڙيءَ جو دم بہ اتي ڏنائين.

وٽس ڪيترائي راڳيندڙ ايندا هئا، جن مان هڪڙو منشي قادر بخش نالي هو جنهن کي فقير صاحب جو ڪافين جو ڪتاب سارو ياد هو. شايد ڪي سوال پڇندا تہ ڪهڙي ثابتي آهي، جو چئي سگهجي تہ اهي ڪافيون فقير قادر بخش جون چيل آهن ۽ نہ منشي قادر بخش جون! البت، جي "بيدل" کي وفات ڪئي بلڪل گهڻو وقت ٿيو هجي ها، تہ ان جو جواب ڏيڻ مشڪل ٿي پوي ها! پر، جيئن جو ڪيس اٽڪل 50 ورهيہ کن مس ٿيا آهن ۽ سندس وقت جا ڪيترائي ماڻهو اڃا حيات آهن، تنهنڪري تسليءَ جهڙي شاهدي هٿ ڪرڻ سولي ڳالهہ آهي. سندس حافظي جي هڪڙي ڳالهہ ڪندا آهن تہ ڪنهن وقت هڪ عربي ڪتاب جي سندس شاگردن مان ڪن کي ضرورت ٿي. اهو ڪتاب بازار منجهان ملي نہ ٿي سگهيو. تنهنڪري، ڪين پاڻ سارو لکايو هئائين. اهو ساڳيو ڪتابُ هينئر ڇپيل ملي سگهندو ۽ سندس لکايل جلد، جو اڃا بہ سندس شاگردن وٽ آهي، تنهن سان ڀيٽبو تہ لفظ بہ لفظ برابر ڏسڻ ۾ ايندو.

جيئن شاهہ ۽ سچل وغيره شاعرن بنسبت چوندا آهن تہ پنهنجي وقت ۾ ئي چيل ڪلام درياهہ منجهہ لوڙهائي ڇڏيا هئائون، تہ متان ٻيا پڙهي حقيقي معنيٰ نہ سمجهي، اُبتو مطلب ڪڍن. تهڙيءَ طرح، "بيدل" بہ ڪيو هو. پر، تنهن هوندي بہ سندس پارسي ۽ اردو ڪتابن جو انداز ڪافين ۽ ڏوهيڙن جي رسالي سميت تيرهن کان مٿي آهي، جن مان مکيہ آهن "سنڌي ڪافيون"، "ديوان بيدل" جنهن ۾ اٽڪل ڏيڍ هزار کن اردو ۽ پارسي غزل آهن ۽ ٽيون ڪتاب "رياض الفقر" جنهن ۾ هزار کن پارسيءَ بيت آهن. هيءَ صاحبُ شريعت جو پابند بہ هو. نمازون پڙهڻ، روزن رکڻ ۽ عاشورن ۾ ماتم ڪرڻ کان خاص ڪري پوين ڏينهن ۾ تہ ڪڏهن نہ گُسيو. سادي رهت ۽ اوچي ڪرت تہ ڪو ڪائنس سکي. ڏينهن رات جي 24 ڪلاڪن مان ڪيترو وقت بندگيءَ ۾ گذاريندو هو ۽ باقي شاگردن کي پڙهائڻ ۾. پوشاڪ بہ بلڪل سادي ۽ سدائين ڪار ڌوتل پائيندو هو. ۽ ڪاڏو سو بہ گهڻو ڪري عمدو نہ هوندو هوس. پر، جي ڪنهن وقت لذيذ آيس، تہ ان کي ٻي سوادي ڪرڻ واسطي منجهس پاڻي وجهندو هو. مطلب تہ ڏنو هئائين تہ:

من چاہے محبوب کو تن چاہے سکھ چین،
پر ایک گھر میں دو حکم کیوں ہوئیں.

تنهنڪري، تن کي تسيا ڏيئي ۽ من جي چٽنچلتا وڃائي، قبضي ۾ آڻي، ڪيس امن ڪري ڇڏيو هئائين. جنهنڪري جيتوڻيڪ دنيا ۾ ورتندو بہ هو تہ بہ انهيءَ ساگر جي ڇولين جو ڪو بہ خيال نہ ڪري، پريم جي لهرين ۾ لوڏا کائيندو هو.

سندس ڪافيون ۽ بيت بالڪل رس ڀريا ۽ نهايت وڻندڙ آهن. ٻارهن ورهين جي عمر ۾ جيڪي غزل چيا اٿس، تن مان هڪڙو هيءَ آهي:

دل وحدت طلب فارغ ز قید جسم و جان ہوگا،
کہ بیٹھک عاشقان دائم بملکہ لامکان ہوگا.

اڈر جا چھوڑ کے پنجرا جسم کا گر پیا چاہیں،
کہ اوپر عرش اعظم کے تمہارا آشیاں ہوگا.

اٹھا اس فرش خاکی سے قدم چڑھ جا فلک اوپر،
کہ سات آکاس ہمت کے آگے ایک نردبان ہوگا.

جسم کے بھروسے مت رہ اسم کی بات یوں مت کہہ،
صفت کو چھوڑ آگے چل کہ بیچون بے نشان ہوگا.

طلب مطلوب طالب کو کھو کر جان وحدت میں،
کہ بحر ذات بیرنگی محیط بیکران ہوگا.

جوئی اول سوئی آخر جوئی ظاہر سوئی باطن،
خودی کے ترک میں جلدی سے تجلی سب عیان ہوگا.

دوئی کے وہم سے "بیدل" تیری دل گمراہ ہوئی فارغ،
ظہورا ذات مطلق کا جہان چاہیں وہاں ہوگا.

هن غزل منجهان ڏسبو ته اهڙيءَ ننڍيءَ عمر ۾ ئي سندس خيال کهڙا نه عالي هئا. "طلب، مطلوب، طالب" کي هڪ ڪري سمجهڻ وارو ساڳيو خيال شاهه به پنهنجي رسالي ۾ آندو آهي، جتي چوي ٿو ته:

"ساهڙ سا سهڻي، سائر پڻ سوئي."

جيتوڻيڪ "بيدل" جي شعر جي پيٽ شاهه جي شعر سان ڪرڻ البت ڏکي آهي، ڇو جو سندس گهڻو ڪري سڀ ئي ڪافيون آهن، جن مان ڳائڻ وقت جيترو مزو ۽ آنند ايندو ۽ اثر ٿيندو ان کان سياويڪ گهڻو گهٽ پڙهڻ ۾ ايندو. پر، ته به ايترو ته چئي سگهبو ته روحاني راز جي ظاهر ڪرڻ ۾، شاهه کان پنتي قيام نه پيو آهي. شاهه طرحين طرحين لباس ٿو پهري، ۽ ساڳيو وحدت وجوديءَ جو خيال جدا جدا ماڻهن جي واتان ٿو چوائي. سامي صاحب هڪ ئي طرز کي ٿو تاڻي، سچل سرمست هڪ دم ۾ ڪنيون پرواز ڪيو وڃي، پر هڪ "بيدل" ۾ چٽڪ سڀ اچي مڙيا آهن. شاهه وانگر ڪڏهن سسئي ۽ سورٺ جو درد پيو پٽيندو ۽ انهن جي پارون پيو سائينءَ وٽ سفارشون ڪندو. ڪٿ ساميءَ وانگر لس ئي لس به هليو ويندو ته ڪٿي سچل جيان جو اڏامندو ته اتي وڃي لهندو جتي ڪو ساڻو جن لهيس. باقي، جهڙي تهڙي جي ته جاءِ ئي ناهي. شاهه صاحب مونن ۾ منهن پائي پيو الاهي عشق جي بحر ۾ هٿي ٽٻيون، جتي آخرپاڻ به غائب ٿيو وڃي. سامي صاحب ساڌن وچ ويهي پيو بين کي سڏي چوي، ته اوديا جي اونده ۽ من جي ميل تڏهن ويندي ۽ محبوب جو مشاهدو تڏهن ٿيندو جڏهن مهڙن لوڪن جي لڙهه لڳبو. پر "بيدل"، سچل وانگر ويجهو ٿي، ٿو وڏي سڏ ڳائي، ته پرينءَ کي هين وٽ ڳولبو ڪينءَ؟ چي:

"اسان ناڪهيندي ڇائي هون، اسان ناڪهيندي نپائي هون."

پر،

سر اسرار حقيقي آهيان، صورت ڪر انسان ميان،
فرش اتي ٿو عبد سڏايان، عرش اتي رحمان ميان،
"بيدل" سير سيوئي منهنجو لامڪان و مڪان ميان.

ڪيس نه ڪا ٻيائيءَ جي ٻوجهه، نه اندر جي رجهه، نه ترشنا جي ترڪڻ، نه ڪال جي سرڪڻ، نه ڪنهن جي فرمان برداري، اٽلندو سڀ تي سرداري آهي. شاهه پاڻ ڪي پيو سمجهائي ته:

برقعان اندر بازيون، پنهنجون سڀ پچاءِ،
لُڇڻ لئن "لطيف" چئي، پڌر هڏ م پاءِ،
متان لوڪ لکاءِ، ڪي وصالان وڃ پٽي.

پر، "بيدل" جي اندر ٿيون اهي ڳالهيون ٽڪن، ڇو ته چوي ٿو ته:

"عشق سندو آثار نڪي ڳجهو رهندو
بره سندو بيمار نڪي لڪيو رهندو."

تنهنڪري، ڇو نه ائين چرخو چورجي، جيئن پل ستن ڪي سار ٿئي ۽ ٻوڙن ڪي ٻڌڻ ۾ اچي ۽ صاف چئي ڏجي ته:

شيخ منصور نون سوليءَ اتي پڪڙ چڙهايا مين وو مين،
"قم بہ اذني" آک شمس دا پوش لهرايا مين وو مين،
"من خدا" عطار دي منهن ڪنون آپ الايا مين وو مين،
"بيدل" ميڏي ذات ڪيا پڇندئي پول پلايا مين وو مين.

*

# قادر بخش فقير- "بيدل" تخلص

نظم ۽ نثر جو ماهر هو. جيتوڻيڪ سنڌي زبان جي اصلاح ڪرڻ وارن مان نه هو پر سنڌ ۾ عربي، فارسي ۽ هنديءَ جو نهايت قابل شاعر ٿي گذريو آهي. سنڌ جي مصنفن (تذڪره نگارن) جتي سنڌ جي ٻين ناميارن شاعرن، عالمن ۽ ڏاليرن ماڻهن جا حالات رقم ڪيا آهن، اتي هن شاعر جو احوال ڪنهن به نه لکيو آهي. رڳو روهڙي قصبي جي قاضي پير محمد، جيڪو سندس معشوق هو جي پٽ قاضي غلام مهديءَ سندس مختصر احوال لکيو آهي. ليڪن، اهو به ڇپجي منظرِ عام تي اچي نه سگهيو آهي.

"بيدل" جا شعر اعليٰ پائي جا آهن. هن ننڍڙي ڪتاب ۾ ان جي ضخامت جي آڌار تي سندس مختصر احوال لکيو وڃي ٿو.

"بيدل" جو نالو قادر بخش ۽ (سندس) والد جو نالو محمد محسن پاٽولي هو. سندس وڏڙا شاهجهان بادشاهه جي زماني ۾ دهليءَ مان واپار سانگي روهڙيءَ ۾ اچي آباد ٿيا. سندس والد محمد محسن - جان شاهه رضويءَ جو مريد هو جيڪو شاهه عنايت الله صوفي جهوڪ واري جو خليفو هو.● محمد محسن، وڏو عرصو جان شاهه جي خدمت ۾ رهيو. جان شاهه ڪيس شادي ڪرڻ جو حڪم ڏنو جنهن مان قادر بخش فقير تولد ٿيو. محمد محسن، هڪ ڏينهن جان شاهه جي ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو جو دائيءَ اچي واڌايون ڏنس، ته توهان کي پٽ ڄائو آهي، مگر آهي منڊو. جان شاهه فرمايو - ڪي چون ٿا ته ميان غلام محمد ساڪن پاڳ ناڙي، خليفو شاهه عنايت الله صوفي به ان وقت جان شاهه وٽ سندس ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو - اُن اهو ٻڌي چيو ته روهڙيءَ جو نشان (جهنڊو) ٿيندو.●

قادربخش فقير، علم جي تحصيل روهڙيءَ ۽ سکر جي عالمن جي خدمت ۾ ڪئي. مولوي عبدالرحمان صاحب سکر وارو جنهن کي انگريزن کان هندن کي مسلمان ڪرڻ جي سند مليل هئي، سندس استاد هو.●

---

● ● ۽ ● ڏسو: "تلاش" (علامه "تارڪ" جي تذڪري جو تنقيدي ۽ تاريخي جائزو).

قادر بخش کي شاگرديءَ واري دؤر ۾ خواب ۾ حڪم مليو تہ توکي قلندر شهباز سڏي ٿو. صبح جو سجاڳ ٿيڻ کان پوءِ، خواب کي بي بنياد سمجهي وساري ڇڏيائين ۽ دل ۾ خيال ڪيائين، تہ قلندر شهباز جي درگاهہ تي سندس طريقي جا فقير بي دينيءَ جي ڪمن ۾ رڌل رهن ٿا. مون کي ڪهڙي پئي آهي، جو اوڏانهن وڃان. ٻئي ڀيري وري خواب ڏٺائين ۽ اُن کي بہ فراموش ڪري ڇڏيائين. ٽئين ڀيري ڀوائتو خواب لڌائين، جنهن ۾ ڏٺائين تہ هڪ ملنگ لنگوٽ بند کيس چئي رهيو آهي تہ هَلُ! توکي قلندر شهباز سڏي ٿو. جيڪڏهن نہ هلندين، تہ توکي ماريندس ۽ پوءِ کيس پٺيءَ کان جهلي، کٽ تان کڻي، زور سان زمين تي اڇلايائين. جاڳ ٿي ويس ۽ ڏٺائين تہ کٽ تان هيٺ فرش تي پيو آهيان. ان کان پوءِ، پڪو پهہ ڪري، سيوهڻ وڃڻ جي تياري ڪيائين. ان سمي ريل اڃا ڪو نہ جاري ٿي هئي. سکر پتڻ تان ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي روانو ٿيو. اڙل واهہ تي لهي، سيوهڻ پهتو. قلندر شهباز جي درگاهہ ۾ داخل ٿيو تہ سورة "الضحيٰ" يا "الّيل"[1] جون 360 معنائون وارد ٿيس. پوءِ بہ رباعيون، هڪ فارسيءَ ۽ ٻي اردوءَ ۾ چيائين ۽ ڳوٺ پهچي، پنهنجي استاد کي ٻڌايائين. استاد رباعيون ٻڌي، کانئس پڇيو تہ ڪنهن اهلِ زبان جون آهن ۽ کيس گمان بہ نہ ٿيو تہ اُهي ڪي سندس چيل آهن. هڪ ڀيري، استاد ڪنهن شاگرد کي سبق پئي ڏنو. استاد جي تقرير جو هڪ حصو شاگرد جي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو. وڏا وَس ڪيائين، پر پوريءَ طرح سمجهائي نہ سگهيو. قادر بخش فقير عرض ڪيو تہ جيڪڏهن قبلہ جن اجازت ڏين، تہ آءٌ تقرير ڪيان. استاد جي اجازت کان پوءِ، هن اهڙي تہ سليس تقرير ڪئي، جو شاگرد سمجهي ويو. استاد وائڙو ٿي ويو ۽ کيس چيائين: هينئر توکي مون وٽ پڙهڻ جي ضرورت ناهي. پاڻ ان وقت کان پڙهڻ ڇڏي ڏنائون، مگر وٽن پڙهڻ لاءِ شاگرد اچڻ لڳا. ڪجهہ عرصي کان پوءِ جنهن کي ٿي سبق ڏنائون، اهو مجذوب ٿي پئي ويو. اها حالت ڏسي، پڙهائڻ ڇڏي ڏنائون ۽ پنهنجي ڀائيجي عبدالله کي پڙهائڻ جو ڪم سپرد ڪري، پاڻ خلوت ۾ ويهي يادِ خدا ۾ مشغول رهڻ لڳا.[2] سدائين تارڪ ٿي

---

[1] اصل ڪتاب ۾ انهن ٻنهي سورتن جا نالا "والضحيٰ" ۽ "والليل" تحرير ٿيل آهن، جيڪو درست نہ آهي. دراصل، قرآن شريف جي انهن سورتن جي شروعات انهن لفظن سان ٿئي ٿي.

[2] ڏسو: "تلاش" (علامہ "تارڪ" جي تذڪري جو تنقيدي ۽ تاريخي جائزو)

رهيا، معتقد يا مريد ڪنهن کي ڪونہ ڪيائون نہ وري ڪو تڪيو ٺاهيائون. سدائين فقر فاقي ۾ رهيا.

روهڙيءَ ۾ قاضي پير محمد، جيڪو شهر جو وڏو محتسب هئو[1] ان سان سندن ڏاڍو انس هو. ايتري قدر جو قاضي پير محمد سندن معشوق ڪوٺجڻ لڳو. قاضي صاحب کي ٽي پٽ ٿيا: غلام حيدر، غلام حسين ۽ غلام مهدي. "بيدل" سائين سندن خدمت چاڪريءَ ۾ رهندو هو. جيڪو نذر نياز يا خدا واسطي جي شيءِ ملندي هيس، تہ اها قاضيءَ کي ڏيندو هو. پاڻ سدائين روزي سان هوندو هو. جملي لذتن کان پري هو. هر سال قلندر شهباز جي زيارت لاءِ سيوهڻ ويندو هو. (سيوهڻ) ويندي رستي ۾ نوشهري فيروز ۾ مخدوم عبدالحئي وٽ هڪ رات ٽڪندو هو ۽ موٽ تي اتي ٻہ راتيون گذاريندو هو. هڪ ڀيري مخدوم عبدالحئي چيس تہ منهنجو پٽ نصير الدين ڪونہ ٿو پڙهي. پاڻ پير نصير الدين کي گهرائي، "گلستان" مان هڪ ٻہ سبق پڙهايائون. پير نصير الدين چوندو هو تہ منهنجو سڄو فارسي علم فقير قادربخش جي انهن ٻن سبقن جو نتيجو آهي. پير نصير الدين فارسي، هندي ۽ سرائڪيءَ جو سٺو شاعر هو. سن ١٣٠٧هہ (1889ع) ۾ فوت ٿيو.

هڪ ڀيري قادر بخش فقير، پير پاڳاري جي ڳوٺ ۾ پير روضي ڌڻيءَ جي درگاهہ جي زيارت لاءِ ويو. زيارت ڪري مسجد ۾ قيام ڪيائين. اتي هڪ مولوي رهندو هو. ان کي چيائين، تہ مولوي صاحبا! سورة "انا اعطينا" جي معني تہ ٻڌايو. مولوي صاحب کي جنهن معنيٰ جي خبر هئي، اها ٻڌايائين. "بيدل" سائينءَ فرمايو: اها معنيٰ تہ 'توت ماءِ سائياٽي'، روهڙيءَ ۾ آهي، اها بہ بيان ڪندي آهي. مولوي صاحب کي ٽيان لڳي وئي ۽ چيائين تہ منڊا! جيڪڏهن توکي وڌيڪ اچي ٿي، تہ تون ئي ڪٿي ٻڌاءِ. فقير چيو چڱو ٻڌ ۽ پوءِ معنيٰ شروع ڪيائين. ٽي ڏينهن لنگهي ويا، معنيٰ پوري ڪانہ ٿي. روايت مٿان روايت ٻڌائيندا ويا. ڪنهن همراهہ وڃي پير حزب الله شاهہ گادي نشين کي اطلاع ڏنو تہ هڪ منڊو فقير مسجد ۾ ترسيل آهي. مولوي صاحب سان سورة "انا اعطينا" جي معنيٰ تي تڪرار ڪيو اٿس ۽ پاڻ وينو تقرير ڪري ٽيون ڏينهن ٿيو اٿس، تہ بہ تقرير پڄاڻيءَ تي ڪونہ پهچائي اٿس. پير حزب الله شاهہ پاڻ بہ شاعر هو ۽ "مسڪين" تخلص استعمال

[1] ڏسو: "تلاش" (علامہ "تارڪ" جي تذڪري جو تنقيدي ۽ تاريخي جائزو)

ڪندو هو. فارسيءَ ۾ معياري ديوان جوڙيو هئائين. اها ڳالهه ٻڌي، مسجد شريف ۾ آيو. ڏنائين ته هڪ فقير وڏو تقرير پيو ڪري. "بيدل" ڪان نانءُ ۽ سڪونت پڇيائين. فقير نالو ۽ سڪونت ٻڌائي. جو پير صاحب جو اڳ ئي ٻڌل هو. نالو ٻڌي، پاڪر پاتائينس. ڪيس محافي ۾ پاڻ سان گڏ سوار ڪري، پنهنجي خاص جاءِ تي وٺي آيو. رات ڏينهن دل سان سندس خاطرداري ڪيائين. ايتري قدر جو پنهنجي هٿن سان تيل ميٺ تيار ڪري، ڪيس وهنجارائيندو هو. نيٺ، "بيدل" فقير اجازت ورتي. پير صاحب چيس، ته مون تي ڪا مهرباني ڪر. فقير چيو ته تنهنجي پاڻهن حضرت امام حسين عليه السلام جي هٿ ۾ ڏيان ٿو. اهو چئي روهڙي ڏانهن روانو ٿيو.

سندن تصنيفون گهڻيون آهن. ڪنهن شخص ڪانئن پڇيو ته توهان ڪيترو ڪلام چيو آهي. ورندي ڏنائون ته اوائل عمر ۾ چوڏهن قرآن مجيد جيترا شعر چيا هيم. پر، اُهي سڀ روهڙيءَ جي جامع مسجد وٽان درياهه ۾ اڇلائي ڇڏيم. جيئن ته هاڻي قاضي پير محمد کي شوق آهي، مٿس ڪجهه شعر چوندو آهيان.

سندن عربي اشعار ۾ تخلص "قادر" هو. فارسي، هندي ۽ سنڌيءَ ۾ "طالب" ۽ "بيدل" تخلص هو. چار ديوان، پنج مثنويون نظم ۾ ۽ هڪ ڪتاب ڪافين، ڏوهيڙن ۽ سي حرفين جو ۽ اٺ ڪتاب فارسي ۽ عربي نثر ۾ آهن. پهرئين ديوان جو نالو "مصباح الطريقت" آهي،● جنهن ۾ غزل، قصيدا، مثنويون، ترجيع بند، ترڪيب بند، مخمس، مسدس ۽ تاريخون آهن. ٻيو ديوان "سلوڪ الطالبين" آهي، جيڪو "محمود نامه" جي طرز تي آهي. جملي رديفن جو حرف غزل جي شروع ۾ ڪتي آيو آهي. "محمود نامي" جي (هر) هڪ غزل ۾ ست ابيات آهن. "سلوڪ الطالبين" ۾ هر هڪ غزل ۾ يارهن بيت آهن. هڪ غزل ٻاويهن بيتن جو عربيءَ ۾ آهي. ديباچو فارسي نثر ۾ جدا آهي. سموري ديوان ۾ سؤ جي قريب غزل آهن.● چوندو هو ته لاشڪ تون پير پادري آهين. نيٺ ١٦ ذوالقعد ١٣٨٩هه (15 جنوري 1873ع) تي وفات ڪيائين. روهڙي اسٽيشن جي اوله طرف سندس خانقاهه آهي، جتي ميلو لڳندو آهي.

---

● هتي علامه "تارڪ" ڪان سهو ٿي آهي. هيءُ "بيدل" سائينءَ جو آخري ديوان هو جيڪو هُن عمر جي آخري حصي ۾ ترتيب ڏنو هو.

● ديوان "سلوڪ الطالبين" 90 غزلن جو مجموعو آهي.

محمد فريد ۽ محمد محسن ٻہ پٽ هئس. محمد فريد سندس حياتيءَ ۾ گذرُ ڪري ويو. محمد محسن ڪانئس پوءِ چند سال حيات رهيو. شعر چوندو هو "بيڪس" تخلص اختيار ڪيائين. تاريخ ۴ رمضان (المبارڪ) ۱۲۹۸ھ (31 جولاءِ 1881ع) تي فوت ٿيو. والد جي پهلوءَ ۾ دفنايو ويو. مٿس ميلو لڳندو آهي.

"بيدل" فقير جي وفات جو سن هن مصرع مان بر آمد ٿئي ٿو:

"بود طالب وحيد قادر بخش"

۱۲۸۹ھ

❋

انجينئر عبدالحسين موسوي

# تلافي

## (علامہ "تارڪ" جي تذڪري جو تنقيدي ۽ تاريخي جائزو)

فقير محمد هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ" (29 جولاءِ 1894ع - 9 مارچ 1939ع) هڪ باڪمال بزرگ، اديب ۽ صاحبِ دل شاعر هو. هُن پنهنجي مختصر حياتيءَ جو وڏو حصو علم و ادب جي خدمت ۾ گذاريو ۽ هڪ محتاط اندازي مطابق هڪ سؤ کن ڪتاب تصنيف، تاليف ۽ ترجمو ڪيائين. هُو سڄي زندگي لکندو ئي رهيو. افسوس! جو کيس پنهنجي اشعار ۽ نثر تي نظرثاني ڪرڻ جي مهلت نصيب ڪانہ ٿي. علامہ "تارڪ" جي "بيدل" ؒ جي شاگردن سان سنگت ۽ قرب جو ڪاڏو هو جنهن ڪري روهڙيءَ ۾ اچڻ وڃڻ گهڻو ٿيندو هوس. معلوم ائين ٿو ٿئي تہ "بيدل" جي شاگردن - "سڪايل" ۽ "ڪمتر" وٽ ئي سندن استاد جا ڪتاب ڏٺائين ۽ اُنهن جو ڀرپور اڀياس ڪري ۽ پنهنجي لاءِ انهن جا نقل تيار ڪيائين ۽ پوءِ جڏهن "سنڌ جي شاعرن جي تاريخ" لکيائين، تہ حضرت عبدالقادر "بيدل" ؒ جي سوانح ان ۾ شامل ڪيائين. "بيدل" سائينءَ تي لکيل علامہ "تارڪ" جي تذڪري ۾، فقير صاحب جي سوانح جا گهڻا پهلو اچي ويجن ٿا. البت، ان ۾ ڪجهہ ڪمزوريون ۽ جهول پڻ آهن. اسان اهو يقين سان چئون ٿا، تہ جيڪڏهن فقير هدايت علي "نجفي"/ "تارڪ" کي پنهنجي تصنيفات ۽ تاليفات تي نظر ثانيءَ جو موقعو ملي ها، تہ پاڻ ئي ان طرف متوجهہ ٿي، تصحيح ڪري ڇڏي ها! بهرحال، اسان هتي انهن چند ڳالهين جو ازالو ۽ تدارڪ ڪريون ٿا.

1. علامہ "تارڪ"، شايد "جان شاهہ" نالي جي هڪجهڙائيءَ ڪري نظر چُڪ جو شڪار ٿي، جانشاهي شاخ جي سلسلہ طريقت جون چار ڪڙيون ڪُٽائي ويو آهي. اصل سلسلہ طريقت هن طرح آهي:

خليفو محمد محسن مريد ۽ خليفو هو مير جان الله شاهہ ثانيءَ (بن منور علي شاهہ) جو مير جان الله شاهہ (ثاني) مريد هو عبدالوهاب شاهہ ڀاڳ ناڙيءَ واري جو عبدالوهاب شاهہ ڀاڳ ناڙيءَ وارو مريد هو غلام محمد روهڙائيءَ جو،

غلام محمد روھڙائي مريد ھو غلام رسول وڻجاري خُراسان واري جو غلام رسول وڻجارو مريد ھو سيد جان محمد شاھ متلخص بہ "مير" جو ۽ مير جان محمد شاھ "مير" مريد ۽ وڏو خليفو ھو صوفي شاھ عنايت الله شھيد جھوڪ واري جو.

2. حضرت عبدالقادر "بيدل" ﷫ جي ولادت (١٢٣٠ھ/ 1815ع) کان 24 سال اڳ فقير غلام محمد جي شھادت (١٢٠٦ھ/ 1792ع) ٿي چُڪي ھئي. سيد عبدالحسين شاھ موسويءَ "ديوان بيدل" (ص: 2 ۽ 5) ۾ "بيدل" سائينءَ جي ولادت وارو واقعو تحقيق ڪري، اصل واقعي مطابق لکيو آھي.

3. علامہ "تارڪ"، مولوي عبدالرحمان کي "بيدل" سائينءَ جو استاد ڄاڻايو آھي، جيڪا ڳالھ خود ڪلامِ بيدل مان صحيح ثابت نہ ٿي ٿئي. استاد نہ صرف روحاني پيءُ ھوندو آھي، بلڪ دائمي حياتيءَ جو سبب بہ. استاد جي عزت جو لحاظ ڪرڻ ثواب، سندس خدمت ۾ سندرو ٻڌي ويھڻ شرف ۽ سائس نھٺائيءَ سان پيش اچڻ ۾ بُلندي آھي. حديث شريف ۾ استاد آڏو انڪساري جو حڪم ٿيل آھي. "بيدل" سائين، جنھن جو قلب سليم ھو ۽ ھڪ مُتعلم جي حيثيت ۾ پنھنجي معلم سان مختص آدابن کان پليءَ پت واقف ھو. ليڪن، جڏھن "بيدل" جي فارسيءَ ۾ لکيل منظوم رقعي، جيڪو ھُن مولوي عبدالرحمان ساکروءَ ڏانھن تحرير ڪيو آھي، جو باريڪ بينيءَ سان اڀياس ڪجي ٿو تہ منجھس تخاطب جي ڪتب آندل انداز مان واضح ٿئي ٿو تہ مولوي عبدالرحمانُ "بيدل" سائينءَ جو استاد ڪونہ ھو. البت، "بيدل" سائين سندس علمي تبحر ۽ عظمت جو قائل نظر اچي ٿو.

4. حضرت عبدالقادر "بيدل" ﷫ جو ڪوبہ شاگرد مجذوب ڪونہ ٿيو ھو ۽ نہ ئي وري "بيدل" سرڪار پاڙھڻ ڇڏي، پنھنجا شاگرد آخوند عبدالله جي حوالي ڪيا ھئا. البت، ائين ٿي سگھي ٿو تہ پاڻ جيئن تہ عموماً ڪُجھ ڏينھن لاءِ سير و سفر تي اُسھندا ھئا، تہ عين ممڪن آھي تہ سندن شاگرد اُھي ايام آخوند عبدالله وٽ پڙھندا ھجن!

اھا ھڪ تاريخي حقيقت آھي تہ "بيدل" سائينءَ جي مڪتب جا شاگرد وڏا قابل ۽ فاضل ٿي ساماڻا. انھن مان ڪن شاعريءَ جي ذريعي سنڌ جي فارسي ۽ سنڌي ادبيات جي خدمت ڪئي، تہ ڪن وري ادب ۽ تذڪرہ نگار جي حيثيت ۾ جس جوڳو ڪم ڪري پاڻ ملھايو تہ ڪن وري استاد جي حيثيت ۾ معاشري کي اعليٰ علمي ۽ قابل فرد ڏنا.

علامہ "تارڪ" اها متئين روايت ڪنهن خوش اعتقاد مريد کان ٻڌي لکي آهي. جيتوڻيڪ اڳتي هلي، پاڻ خود "بيدل" سائينءَ جو شاهہ نصير کي پڙهائڻ واري روايت لکي، ان جو رد بہ لکي ويو آهي. اها هڪ مجيل حقيقت آهي ۽ "بيدل" سائينءَ جي جملي تذڪره نگارن پڻ اهو لکيو آهي، تہ پاڻ زندگيءَ جي آخري ايامن تائين پاڙهيندو رهيو. اُن جو هڪ وڏو دليل پنهنجي محبوب، قاضي ميان پير محمد جي ٻارن - قاضي ميان غلام حيدر، قاضي ميان غلام مهدي وغيره کي پڙهائڻ جو آهي.

راقم الحروف، "مڪتبِ حضرت عبدالقادر بيدل" جي شاگردن تي هڪ ڪتاب تيار ڪيو آهي، جنهن ۾ سندس هيٺين شاگردن جو تفصيلي تذڪرو ۽ سندن علمي آثار جمع ڪيا ويا آهن:

- قاضي ميان غلام حيدر "بسمل"
- باغ علي ميمڻ
- نبي بخش "سڪايل"
- علي بخش "ڪمتر" مغل
- قاضي ميان غلام مهدي
- جان الله شاهہ "جان شاهہ" رضوي جانشاهي

5. علامہ "تارڪ"، قاضي ميان پير محمد کي شهر جو وڏو محتسب ڪري لکيو آهي. ان ڏس ۾ هتي ٻن ڳالهين جو تاريخي جائزو پيش ڪرڻ جي ضرورت آهي.

**(الف) قاضي پير محمد جو محتسب هجڻ:**

ننڍين قاضين جي خانداني ڪاغذن ۽ ديواني دستاويزن وغيره مان اها ڳالهہ واضح ٿئي ٿي تہ نہ صرف قاضي ميان پير محمد، بلڪ سندس والد قاضي گل محمد ۽ ڏاڏو فيض الله پڻ ڪڏهن بہ احتساب جي عهدي تي فائز ڪونہ رهيا. قاضي فيض الله هڪ وڏو حڪيم هو ۽ سندس فرزند قاضي گل محمد فصاحت ۽ بلاغت جو ڌڻي هو. مير "قانع" ٺٽويءَ پنهنجي ڪتاب "تحفة الڪرام" ۾ ٺٽي جي شعراء جو جيڪو تذڪرو لکيو آهي، ان جو عنوان "بلاغت آثار شاعرن جو طبقو" ڏنو اٿائين. عين ممڪن آهي، تہ قاضي گل محمد فارسي زبان جو بلاغت ۾ مشهور شاعر رهيو هجي! و الله اعلم. هتي اهو بہ واضح ڪندا هلون تہ قاضي ميان پير محمد روهڙيءَ

جي "ننڍين قاضين" مان هو جيڪي نسب جي لحاظ کان "خالدي قريشي" هئا. مذڪور قاضين مان مفتي ملا جان محمد (المتوفي: ١١٠٣هه/ 1692ع) جي فرزند، قاضي عبدالڪريم مفتي (المتوفي: ١١٣٣هه/ 1721ع) ۾ سندس اولاد قضا جو منصب ماڻيو. جڏهن ته سندس ٽئين نمبر فرزند، ملا محمد عمر مُحتسب ۾ کانئس پوءِ سندس پونئير احتساب جي عهدي تي فائز رهندا آيا. هنن مان آخري مُحتسب، عبدالخالق هو جنهن ٽالپرن ۾ انگريزن جو زمانو ڏٺو. اهو عبدالخالق، قاضي ميان پير محمد جي والد قاضي گل محمد جو سؤٽ هو.

## (ب) شهر جو وڏو مُحتسب:

تاريخي لحاظ کان شهر جو ڪو به وڏو يا ننڍو محتسب ڪونه هو. مغليه دؤر حڪومت ۾ احتساب جو کاتو "صدر الصدور" جي ماتحت هو جو وقت جي بادشاهه جي رضامنديءَ سان صوبن جي قاضين ۽ مُحتسب وغيره جو تقرر ڪندو هو. صوبن کان پوءِ، سرڪارن ۾ قاضيءَ سان گڏ مُحتسب به هوندا هئا. جنهن کان پوءِ پرڳڻن تي مُحتسب مقرر هوندا هئا، جيڪي هر پرڳڻي جي اُن شهر/قصبي ۾ رهندا هئا، جيڪو (قصبو/شهر) ان پرڳڻي جو چئو صدر مقام هوندو هو. مغليه دؤر جي ديواني دستاويزن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته:

- جتوئي پرڳڻي ۾ سکر قصبي جو مُحتسب هڪ هو جيڪو قصبي سکر ۾ رهندو هو.
- اروڙ پرڳڻي ۾ اروڙ قصبي جو مُحتسب به هڪ هو جيڪو قصبي اروڙ ۾ رهندو هو.
- اهڙيءَ طرح لڏي گاگن ۾ روهڙي قصبي جو مُحتسب پڻ هڪ هو، جيڪو روهڙي قصبي ۾ رهندو هو.

هتي اهو به بيان ڪندا هلون ته اروڙ پرڳڻي جي قضا ۽ احتساب جا ٻئي عهدا ننڍين قاضين/ خالدي قاضين وٽ هئا. جڏهن ته لڏي گاگن ۾ روهڙيءَ جي قضا وڏن قاضين/ ثقفي قاضين جي حوالي هئي ۽ احتساب ننڍين قاضين وٽ.

# ضميمو اول

نسب نامو "بيدل" رحہ
بروايت خليفو ميان سبحان بخش



# ضميمو ثاني

## نسب نامو "بيدل" رحه
## سن ١٢٦٢هه / 1846ع جي دستاويز مطابق




* فقير محمد محسن بن فقير قادر بخش کي اسان ڏنگين ۾ ان ڪري لکيو آهي جو دستاويز ۾ سندس ذڪر ٿيل نہ آهي. دراصل ان وقت موصوف جي اڃا ولادت ڪانہ ٿي هئي.
** دستاويز ۾ عبدالله بن متوفيٰ بيگ محمد کي 'صغير' ڪري لکيو ويو آهي.

# ضميمو ثالث

## نسب نامو ننڍا قاضي (خالدي قاضي)

ننڍين قاضين جي خاندان ۾ بہ "نسب ناما" تذڪري جي صورت ۾ هئا. هڪ آڳاٽو لکيل هو جنهن تي خاندان جي ڪجھ بزرگن جون مهرون پڻ ثبت ٿيل هيون، جو ميجر گولڊ سمٿ جي مطالعي هيٺ پڻ رهيو. انهيءَ نسخي تي ميجر صاحب جي مهر پڻ لڳل هئي. حڪيم قاضي جان محمد خامس (المتوفي: 9 جولاءِ 1935ع، عمر 60ورهيہ) انهيءَ مذڪور شجري جو نقل ڪيو ۽ پنهنجي دؤر تائين ان ۾ واڌارا ڪيائين. اهي ٻيئي شجرا يا تہ گم ٿي ويا آهن، يا خاندان جي ڪنهن ڪتنب وٽ الماڙين ۾ بند پيل آهن. "ديوان بيدل" جي تاليف وقت، اهي ٻيئي شجرا سيد عبدالحسين شاهہ موسويءَ جي مطالعي هيٺ رهيا. موسوي صاحب، انهن مذڪور شجرن تان حضرت خالد بن وليد ﷺ کان مفتي جيوند/ جيئند روحاني ۽ سندس پٽن جا نالا ۽ ڪجھ ٻيو اهم مواد نقل ڪري پاڻ وٽ رکيو هو.

محترم عبدالوهاب چاچڙ صاحب جڏهن روهڙيءَ جي قاضين تي لکڻ شروع ڪيو، تہ محترم قاضي محمد هاشم جي معرفت راقم سان رابطي ۾ آيو ۽ هڪ ڏينهن آءُ قاضي صاحب سان گڏجي، مولوي صاحب جي مدرسي وٽي پهتس. چاچڙ صاحب سان اها منهنجي پهرئين ملاقات هئي. راقم السطور ان ملاقات ۾ روهڙيءَ جي قاضين متعلق، هيٺيون مواد چاچڙ صاحب جي حوالي ڪيو:

1. موسوي صاحب جو ننڍين قاضين متعلق سمورو لکيل مواد.
2. راقم الحروف جو روهڙيءَ جي قاضين جي مختلف پاڙن متعلق گڏ ڪيل مواد.
3. قاضي جان محمد جي اروڙ جي قضا تي تقرريءَ واري سَنَدَ.
4. ٻاڪرو قاضين جي تقرريءَ جون مختلف اسناد ۽
5. اصل ديواني دستاويز جيڪي تقريباً 275_250 هئا، جي راقم کي بسم الله شاهہ رضويءَ جي خاندان مان سيد محبت شاهہ صاحب ڏنا هئا.

محترم عبدالوهاب چاچڙ صاحب، پنهنجي سِر بہ ڪي اهم شيون هٿ ڪيون هيون، جن ۾ قاضي محمد افضل وارو "ڪتابِ حڪم" بہ آهي. هتي ان ڳالهہ جو ذڪر بيجا نہ ٿيندو تہ "ڪتابِ حڪم" ۾ اصل دستاويزن جا صرف نقل آهن، جن تي ڪابہ مهر وغيره لڳل نہ آهي. جڏهن تہ اُنهن دستاويزن جي اهميت هوندي آهي، جن تي مهرون ثبت ٿيل هونديون آهن، ڇاڪاڻ تہ مهرن ۾ تقرريءَ جا سن وغيره موجود هئڻ ڪري، اُنهن جي دؤر جو تعين قطعي صورت ۾ سامهون ايندو آهي. چاچڙ صاحب مختلف قاضي خاندانن تي لکڻ وقت، راقم الحروف جي اصل ديواني دستاويزن تان ڀرپور استفادو ڪيو. البت، ان ڳالهہ جو زندگيءَ ڀر ارمان رهندو جو جڏهن چاچڙ صاحب کان ديواني دستاويزن جي تقاضا ڪئي وئي، تہ ورندي ڏنائين تہ اهي ڪانئس تلف ٿي ويا. اهو هڪ نهايت قيمتي سرمايو هو جنهن جي گم ٿيڻ جو جيترو افسوس ڪجي، اُهو ٿورو آهي. بهرحال، محترم عبدالوهاب چاچڙ صاحب "ننڍين قاضين" تي لکڻ وقت مٿي ڄاڻايل ماخذن نمبر 1، 2، 3، ۽ 5 مان استفادي ڪرڻ کان علاوه، "ڪتابِ حڪم" ۾ نقل ٿيل هڪ دستاويز (ننڍين قاضين متعلق) ۽ ننڍين قاضين جي سڃاڻ شخصيت، قاضي ميان شاهہ بخش سان بہ ڪچهريون ڪيون ۽ پوئين دؤر جي قاضين جي پيڙهين ۽ روايتن متعلق معلومات ورتي. قاضي صاحب، ويجهڙائيءَ وارن بزرگن جا نالا يادگيريءَ جي بنياد تي ۽ اُنهن کان مٿين پيڙهين جا نالا گمان جي بنياد تي چاچڙ صاحب کي لکرايا، جنهن ڪري شجري ۾ ڪي فاش غلطيون رهجي ويون. هتي ان جو هڪ مثال ڏجي ٿو:

> "پرواني واري قاضي جان محمد کي هڪ پٽ هو حسن بخش، جنهن جو پٽ هو جان محمد. ان جو پٽ حسن بخش ۽ انهيءَ جو پٽ غوث بخش هو. ان کي پنج پٽ هئا: جان محمد، يار محمد، محمد بخش، محمد محسن ۽ عبدالحليم."[1]

ديواني دستاويزن ۾ قاضي ميان عبدالڪريم جي وصيت نامي، مرقومہ 19 فيبروري 1870ع جي روشنيءَ ۾ اهو مٿيون سمورو شجرو غلط آهي.

---

[1] چاچڙ عبدالوهاب: "من جي مالا" ـ ڏسو مضمون: "خالدي قاضي"، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، سکر سنڌ، 2001ع ص 62.

چاچڙ صاحب، پنهنجي انهيءَ ساڳئي ڪتاب جي ص 63 تي حڪيم محمد حيات جي نسب متعلق پڻ لکيو آهي ته:

"قاضي شاهه بخش صاحب جن کي به حڪيم قادربخش (والد قاضي محمد حيات) جي سلسله نسب جي واڌاري معلومات ڪونهي."

بهرحال، محترم عبدالوهاب چاچڙ صاحب ننڍين قاضين (خالدي قاضين) تي تذڪري جي صورت ۾ هڪ شجرو مرتب ڪري، پهريائين ماهوار "شريعت" ۾ شايع ڪيو ۽ پوءِ انهيءَ ساڳئي مضمون کي پنهنجي ڪتاب "من جي مالا" ۾ شامل ڪيائين. ان کان پوءِ، خود محترم قاضي ميان شاهه بخش کي پنهنجي خاندان جو شجرو لکي، محفوظ ڪرڻ جو شوق دامن گير ٿيو. اهڙيءَ طرح، هن نئين سر خانداني شجري کي مرتب ڪرڻ شروع ڪيو. ان دوران، راقم الحروف جي به تحقيق جاري رهي ۽ محترم قاضي محمد هاشم کان مٿي ذڪر ڪيل قاضي عبدالڪريم جو وصيت نامو هٿ آيو. ازان سواءِ، "تذڪره مشاهير سنڌ" (ج اول) ۾ پير علي محمد شاهه راشديءَ واري روايت به نظر مان گذري ۽ ننڍين قاضين جي پوئين دؤر جي نسب بنسبت درستيون ٿي سگهيون. ميان قاضي شاهه بخش جي تقاضا تي جناب سيد عبدالحسين شاهه موسويءَ وارو مواد ۽ ڪجهه منهنجو پنهنجو گڏ ڪيل مواد سنڌس حوالي ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت، قاضي صاحب انگريزيءَ ۾ شجرو مرتب ڪيو ۽ مذڪور خاندان جي هڪ نوجوان ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪري اُن جو چند ڪاپيون تيار ڪيون، جنهن مان هڪ نسخو راقم کي به مليو. قاضي ميان شاهه بخش پنهنجي مرتب ڪيل شجري جي مهاڳ ۾ جناب عبدالحسين شاهه موسوي صاحب ۽ راقم الحروف جو ذڪر ٿورن سان ڪيو آهي. بهرحال، مذڪور نسب نامي ۾ به سقم باقي رهجي ويا، ڇاڪاڻ ته هڪ ته اصل شجرا گم ٿي چڪا هئا ۽ ٻيو ته ان وقت ڪي اهڙا دستاويز ڪونه هئا، جن جي بنياد تي نسب جي سقمن کي دور ڪري سگهجي. گهڻو پوءِ، مخدوم غلام محمد، مجاور موئي مبارڪ ۽ ارشاد علي شاهه جيلانيءَ وٽان ڪي ٻيا ديواني دستاويز ۽ قاضي ميان امام بخش جو لکيل هڪ قلمي ڪتاب هٿ آيا، جن جي سنجيده مطالعي سان نسب نامي ۾ درستيون ڪيون ويون. ليڪن، اڃا به هيٺ نشاندهي ٿيل ڳالهين متعلق، وڌيڪ تحقيق جي ضرورت باقي آهي:

1. محمد مقيم ۽ عبدالخالق ابناءَ محمد عمر قاضي ۽ ملا محمد عمر (ثاني) مُحتسب اروڙ پرڳڻي جي وچ واريون ٻہ ڪڙيون ڪٽل آهن.
2. عين ممڪن آهي ۽ ان ڳالهہ جو غالب امڪان بہ آهي تہ موجوده شجري ۾ انهن بزرگن جا نالا آيا ئي نہ هجن، جيڪي مختلف ادوار ۾ يا تہ لاولد ٿي فوت ٿي ويا، يا جن کي نرينو اولاد نہ ٿيو. ساڳئي وقت، اسان کي ڪو اهڙو ديواني دستاويز بہ نہ ملي سگهيو جن مان انهن جي نالن ۽ پيڙهين جي خبر پوي ها! اهڙيءَ ريت، خاندان جا اهي بزرگ نسب ناميءَ ۾ شامل ٿيڻ کان رهجي ويا.

راقم السطور جي مطالعي ۾ اها ڳالهہ ڪيترائي ڀيرا آئي آهي تہ مختلف خاندانن جي پوئين دؤر جي شجره نويسن جڏهن شجرا مرتب ڪيا، تہ خاندان جي اهڙن بزرگن جا نالا حذف ڪندا ويا، جن جي پيڙهي قائم نہ ٿي. اهڙا مثال پوئين دؤر ۾ لکيل "رضوي سادات جي شجرن" ۽ "جيلانين جي شجري" ۾ صاف نموني ۾ ڏسجن ٿا.

اسان هتي "ننڍيا قاضي"/ "خالدي قاضي" خاندان جو تفصيلي نسب نامو ملاحظي لاءِ ڏيون ٿا:

نسب نامو ”ننڍا قاضي“ / ”خالدي قاضي“

# چارٽ (الف)



نسب نامو "ننڍا قاضي" / "خالدي قاضي" (جاري)

# چارٽ (ب)

[اولاد قاضي جان محمد (رابع) بن قاضي غلام محمد (ثاني)]



نسب نامو "ننڍا قاضي" / "خالدي قاضي" (جاري)

# چارٽ (ج)

(اولاد احمد محتسب بن مُلا محمد عمر محتسب)



نسب نامو "ننڍا قاضي" / "خالدي قاضي" (جاري)

# چارٽ (د)

(اولاد قاضي گل محمد بن حڪيم فيض الله)



## نسب نامو "ننڍا قاضي" / "خالدي قاضي" (جاري)

# چارٽ (هـ)

(اولاد محمد عظيم بن حڪيم فيض الله)



# ضميمو رابع

## نسب نامو قادري خاندان روهڙي






فقير محمد محسن ”بيڪس“ جي مزار تي نصب ٿيل ڪتبو

محترم عمران احمد پٽي جي ٿورن سان




آخوند عبدالله جي تربت تي نصب ٿيل ڪتبو

محترم عمران احمد پٽي جي ٿورن سان




**حضرت عبدالقادر "بيدل" جي مزار تي نصب ٿيل ڪتبو**

محترم عمران احمد پتي جي ٿورن سان



قاضي پير محمد جي آخري آرامگاهه



قاضي پير محمد جي تربت تي نصب ٿيل ڪتبو

عمران احمد پتيءَ جي ٿورن سان



مسجد محمد عمر جي اڱڻ واري مهاڙي



مسجد محمد عمر جي تعمير ۽ مرمت وارا ڪتبا




صوفي غلام محمد ۽ سيد عبدالوهاب شاھ جيلانيءَ
جي مقبري جو اندريون ڏيک



خانقاھ شهيدان (پاڳناڙي) جو
ويجهي کان هڪ ڏيک




جانشاهي سلسلي جي ٻن مشائخن جي مزارن جا ڪتبا, خانقاھ شهيدان



خانقاھ شهيدان (صوفي غلام محمد ۽ سيد عبدالوهاب شاھ جيلانيءَ جو مقبرو)
ياڳناڙيءَ جو دور کان هڪ ڏيک



صوفي غلام محمد ۽ عبدالوهاب شاھ (خانقاھ شهيدان) جي مقبري جو
سامهون کان نظارو



ديوان نرملداس حيدرآبادي، سيد غلام رسول شاهہ جي ٿورن سان



پاٽولين/ ساٿين جو پِڙ



پاٽولين/ ساٿين جي پِڙ تي ٻگلوءِ
ڦرٽو ماتم ٽراهن کان پوءِ
٩ محرم الحرام تي رکيل



پاٽولڪي سمٽيءَ ۾ انگريزن جي ايامڪاريءَ جي هڪ جاءِ

# ڪتابيات

## (الف) قلمي ڪتاب


1. "بيدل," عبدالقادر: "ڪرسي نامہ قادريہ", ڪاتب: محمد محسن "بيڪس"
2. ايضاً: "ديوان مصباح الطريقة", ڪاتب: قاضي ميان غلام مهدي
3. "ديواني دستاويزات": مملوڪ: موسوي لائبريري, روهڙي سنڌ.
4. سيد امام علي شاهہ رضوي: "نسب نامو سادات رفيع الدرجات", ١٩٤٢ع
5. سيد عبدالحسين شاهہ موسوي: "تنلين قاضين جي نسب ۽ ٻي معلومات متعلق تحرير"
6. سيد عبدالوهاب شاهہ: "قصيده هاهوتيہ" و "مثنوي معراجي"
7. ايضاً: مجموعہ ڪتب: انوار عين اليقين, ديوان وهاب وغيره
8. سيد غلام مرتضيٰ شاهہ رضوي: "نسب نامہ ساداتان عظام ڪرام" (فارسي)
9. غلام صديق قادري: "نسب نامہ قادري خاندان روهڙي"
10. "فرائض سراجي," ڪاتب: عبدالقادر "بيدل"
11. قاضي غلام مهدي: "انيس المساڪين" (سنڌي)
12. قاضي محمد افضل: "ڪتابِ حڪم" (فارسي)
13. مير يعقوب علي خان (ثاني): "بياض" (فارسي) ڪاتب: قاضي شير محمد, 1242هہ/ 1826ع.
14. "نجفي" / "تارڪ", هدايت علي فقير (ڪاتب): "ڪليات نثر بيدل", از: عبدالقادر "بيدل"


## (ب) ڇپيل ڪتاب

### عربي ڪتاب:


1. المعلم بطرس البستاني: "محيط المحيط", مڪتبة لبنان, بيروت, 1987ع


### فارسي ڪتاب:


1. احمد منزوي: "فهرستواره ڪتابهاي" انجمن آثار و مفاخر فرهنگي باب اول 1375, مجلد دوم
2. احمد منزوي: "فهرست مشترڪ", مرڪز تحقيقات فارسي ايران و پاڪستان
3. احمد منزوي: "فهرست مشترڪ", مرڪز تحقيقات فارسي ايران و پاڪستان, 1988ع, ج.ا
4. احمد منزوي: "فهرست مشترڪ", مرڪز تحقيقات فارسي ايران و پاڪستان, ج 12
5. احمد منزوي: "فهرست مشترڪ", مرڪز تحقيقات فارسي ايران و پاڪستان, 1990, ج. 11
6. احمد منزوي: "فهرستواره ڪتابهاي فارسي", انجمن آثار و مفاخر فرهنگي, باب اول 1376, مجلد سوم
7. "بيدل," عبدالقادر: "تاريخي قطعات", مرتب: ميرزا فتح علي بيگ "شاهد", بيدل يادگار ڪاميٽي, روهڙي سنڌ, 2008ع
8. "بيدل," عبدالقادر: "ديوان منهاج الحقيقت", مرتب: دڪتر خضر نوشاهي, بيدل يادگار ڪاميٽي, روهڙي سنڌ 2007ع
9. حسن انوشہ: "دانشنامہ ادب پارسي در افغانستان", وزارت فرهنگ و ارشاد اسلامي سازمان, باب دوم 1381, ج 3
10. حسن انوشہ: "فرهنگ نامہ ادبي فارسي", وزارت فرهنگ و ارشاد اسلامي 1376, ج 2.

11. دهخدا، علي اڪبر: "لغت نامه"، انتشارات مجلس شورا عامل تهران مهر ماه 1336 ش شماره مسلسل 34
12. محمد ابراهيم "خليل": "استخراج تاريخ در نظم"، نشرات انجمن تاريخ، مطبعه دولتي، ڪابل، ١٣٢٦هه ش.
13. محمد بشير حسين، ڊاڪٽر: "فهرست مخطوطات شيراني"، اداره تحقيقات پاڪستان، دانشگاهه پنجاب لاهور 1968ع
14. محمود مدبري: "فرهنگ ڪتابهاي فارسي از قرن چهارم تا ١٣٠٠هه ش"، باب اول بخش دوم
15. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"، مطبع ناصري، بمبئي.
16. مير علي شير "قانع" ٺٽوي:" تذڪره مقالات الشعراء"، بامقدمه و تصحيح و حواشي: سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي، 1957ع
17. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "معيارِ سالڪانِ طريقت"، به تصحيح و مقدمه و تحشيه و تعليقات: دڪتر خضر نوشاهي، مرڪز تحقيقات فارسي ايران و پاڪستان، 2001ع
18. مير غلام محمد "غبار": "افغانستان درمسير تاريخ"، مطبعهٔ دولتي ڪابل افغانستان، 1967ع
19. نفيسي، علي اڪبر دڪتر: "فرهنگ نفيسي"، شرڪت سهامي چاپ رنگين، تهران 1321ـ 1324 مجلد چهارم

**پشتو ڪتاب:**

3. ليڪونڪي محمد ولي زلمي: "دڪندهار مشاهير" (صونيان، عارفان، مزارات)، حمل (وري) مياشت، ڪابل، 1349.

**اردو ڪتاب:**

1. ابن حسن: "دولتِ مغليه کی ہیئت مرکزی"، مترجم: عبدالغني نيازي، مجلس ترقي ادب، لاهور 1958ع
2. انور رومان پروفيسر: "بلوچستان کے قبائل" (ضلعي گزيٽيئر سي انتخاب)، مطبوعات النساءِ ڪوئيٽا، طبع اول 1990ع
3. ٽاڊ، جيمس ڪپتان: "تاريخ راجستان ـ حالات مارواڑ"، ج اول، انڊس پبليڪيشنز ڪراچي 1991ع
4. رانجها، محمد نذير: "برصغير پاک و ہند میں تصوف کی اردو مطبوعات"، مغربي پاڪستان اردو اڪيڊمي، لاهور 1995ع
5. رحمان علي مولوي: "تذکرہ علماء ہند"، مرتب: ڊاڪٽر محمد ايوب قادري، پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽي، ڪراچي 2003ع
6. سروري، عبدالقادر: "فہرست اردو مخطوطات"، مطبوعه دار الطبع جامعه عثمانيه سرڪار عالي حيدرآباد دکن، 1929ع
7. "شاهد،" شاهد حسين ڊاڪٽر: "سید شاہ امین الدین علی اعلیٰ - حیات اور کارنامے"، انجمن ترقي اردو آندرا پرديش، 1973ع
8. "شوڪت،" محمد زبير فاروقي: "معاون تواریخ"، ڪراچي 1985ع
9. صديقي افسر: "مخطوطات انجمن ترقی اردو"، انجمن ترقي اردو ڪراچي 1982ع، ج ششم
10. صديقي افسر: "مخطوطات انجمن ترقی اردو"، ج اول، انجمن ترقي اردو ڪراچي 1965ع
11. مير خدابخش مري، جسٽس: "تاریخ بلوچستان"، مترجم: پروفيسر سعيد احمد رفيق، گوشه ادب، ڪوئيٽا، 1980ع

12. "نجفي"/ "تارڪ" هدايت علي: "سندھ ميں زبان اُس کے اشعار و شعراء کی تاريخ" مترجم: محمد حفيظ الرحمان "حفيظ"، عزيز المطابع، بهاولپور 1945ع.
13. وارث سرهندي: "علمی اردو لغات"، علمي كتابخانہ، لاهور 2000ع

## سنڌي ڪتاب:

1. بدوي، لطف الله، پروفيسر: "تذڪره لطفي"- ج 2، آر. ايچ. احمد ائنڊ برادرس، حيدرآباد سنڌ، 1967_68ع
2. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر: "رهاڻ هيرن ڪاڻ"- جلد 6، مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور سنڌ 2005ع
3. "بيدل" عبدالقادر: "پنج گنج"، مهاڳ، سوانح ۽ ترجمو: صوفي سبحان بخش شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهہ/ حيدرآباد سنڌ، 1976ع
4. چاچڙ عبدالوهاب، مولانا: "من جي مالا"، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي سکر سنڌ، 2001ع
5. سيد حسام الدين راشدي: "ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون"، انجمن تاريخ سنڌ، ڪراچي/ حيدرآباد سنڌ، 1981ع
6. سيد عبدالحسين شاهہ موسوي: "ديوان بيدل"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، 1991ع
7. سيد عبدالحسين شاهہ موسوي: "ديوان بيڪس"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، 1965ع
8. سيد محب الله شاهہ حموي قادري: "تاريخ سنڌ"، مترجم: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، سکر سنڌ، 2001ع
9. غازياڻي محمد قاسم پٽي: "المڪتوب الحبيب"، مقدمو ۽ حاشيا: مخدوم سليم الله صديقي، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 2006ع
10. مخدوم حسن الله پاٽائي: "انساب مشائخ سيوستان"، سنڌيڪار: مخدوم علي گوهر، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 2008ع
11. منشي عطا محمد شڪارپوري: "تازہ معرڪن جي تاريخ"، مترجم: "نياز" همايوني، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 2005ع
12. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام" (سنڌي)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 2004ع
13. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: "ميمڻ برادري"، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ادبي اڪيڊمي، لاڙڪاڻو سنڌ، 2001ع
14. ميمڻ محمد صديق، خانبهادر: "سنڌ جي ادبي تاريخ"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، يونيورسٽي آف سنڌ، ڄام شورو سنڌ، 2000ع
15. "نجفي"/ "تارڪ"، هدايت علي فقير: "ديوان تارڪ"، مرتب: ڊاڪٽر نواز علي "شوق"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 1989ع
16. وفائي، دين محمد، مولانا: "تذڪره مشاهير سنڌ"- ج 1 ۽ 2، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو سنڌ، 1986ع
17. هرجاڻي، گدو مل: "ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ"، تلڪ پريس، سکر سنڌ، 1940ع

## English Books:

1. J.F Blumkardt: "A supplementary catalogue of Hindustani Books in the Library of British Museum", 1909.

## (ج) رسالا

1. ماهوار "آئينو"، سکر سنڌ، سيپٽمبر 1980ع
2. ماهوار "سنڌو"، شڪارپور سنڌ، جنوري 1942ع
3. ماهوار "نئين زندگي"، ڪراچي سنڌ، مئي 1955ع
4. ماهوار "نئين زندگي"، ڪراچي سنڌ، فيبروري 1957ع
5. ٽماهي "مهراڻ"، حيدرآباد سنڌ، اپريل - جون 1990ع
6. ٽماهي "مهراڻ"، حيدرآباد سنڌ، جولاءِ - سيپٽمبر 1995ع
7. ڇهه ماهي "سنڌي ادب"، ڄامشورو سنڌ، آڪٽوبر 1980ع
8. ڇهه ماهي "سنڌي ادب"، ڄامشورو سنڌ، 2006ع
9. ڊي جي ڪاليج ڪراچي مسيلني 1922ع
10. هفت روزه "ايلم"، مستونگ اپريل 2004ع
11. ٽه ماهي، "دانش"، اسلام آباد

از: ميرزا فتح علي بيگ "شاهد"

## قطعہ تاريخ طبع

روهڙي ۾ هو مڪين مردِ قلندر بيدل،
رهيو تقسيم ڪندو بختِ سڪندر بيدل.

سنڌ ۾ چرخ سخن جو ٿيو اختر بيدل،
پڻ گلستانِ سخن ۾ هو گلِ تر بيدل.

منتخب نام ڪيئن جيئن پنهنجو عبدالقادر
تيئن تخلص بہ ڪيو خوب مقرر بيدل.

شخصيت اُن جي ڪي هو شاعري تي اُن جي ناز
شخصيت کي ڪيو عطا شعر جو دفتر بيدل.

اُن جو ترتيب ذخيرو جو ڏنو عبد حسين،
رهندو ياد اُن کان ئي بس تا دم محشر بيدل.

سال تڪميل جو هاتف هي سڻايو "شاهد"!
نامئ عصر و بيمثل سخنور بيدل.

2011ع

از: ميرزا دبير حسين بيگ "دبير"

## قطعہ تاريخ طبع

سنڌ ۾ شاعر ٿيا پيدا گهڻا ئي خوش بيان،
سر زمينِ سنڌ جو سي فخر آهن بيگمان.

جن جي تصنيفات دنيائي ادب لئي مايہ ناز
شاعرِ شيرين زبان بيدل ٿيو پڻ تن منجهان.

عصر حاضر جو مجيب و باعثِ صد افتخار
موسوي عبدالحسين آهي اديب و نڪتہ دان.

اُن ڪيو آهي مرتب جو ڪتابِ لاجواب،
سال اُن جو عيسوي ۽ هجري هئين آهي عيان.

شخصيت بيدلِ سندي ناب جهان باقي "دبير"!
۱۴۳۲ھ
واھہ ادبي خدمتون بيدل سنديون زبده جهان.
2011ع

# اداري جا ڇپيل ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| 1. تذڪره ڪوٽائي سادات روهڙي | ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي | 200/= |
| 2. و ڪريل و ٿون (سنڌي مضمون) | ليکڪ: سيد عبدالحسين شاهه موسوي<br>مرتب: ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي | 200/= |
| 3. ساهتي پرڳڻي جو وهائو تارو (ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي: سوانح حيات، علمي ۽ ادبي خدمتون) | مرتب: بشير احمد هيسباڻي | 350/= |

## زيرِ اشاعت

| | |
|---|---|
| 1. فتوحات فيروزشاهي | مترجم: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري |
| 2. ڪيئن ريجهايان توکي! (فقير سليمان شاهه بودلاڪيءَ جو ڪلام) | مرتب: پروفيسر شمشاد احمد سومرو |
| 3. سنڌ جو دارالمصنفين (سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد جون علمي ۽ ادبي خدمتون) | ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي |
| 4. ماڻڪ موتي (لطيف سائينءَ جي بيتن ۽ وائين جي شرح) | الحاج رحيم بخش ”قمر“ لاڪو |
| 5. توکي ساهه سنڀاري (پردي سنڌيءَ جي شخصيت، فن ۽ فڪر تي لکيل مضمونن ۽ مقالن جو مجموعو) | مرتب: انور منصور مگريو |
| 6. سنڌ جا خوش نويس | ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي |
| 7. ڪليات فقير امام علي لاڪو | مرتب: بشير احمد هيسباڻي |


رابطي لاءِ

**ساهتي ادبي اڪيڊمي**

رضا هائوس، مهراڻ ڪالوني، نواب شاهه، سنڌ

03003212891

